# شاه لطيف جي وائي

# ۽

# وائيءَ جي اوسر

عبدالستار پيرزادو

ايڊيٽنگ

پروفيسر محمد سليم ميمڻ



شاه عبداللطيف ڀٽائي چيئر

ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي

شاه لطيف جي وائي
شاه عبداللطيف ڀٽائي چيئر

# شاھ لطيف جي وائي
# وائيءَ جي اوسر


عبدالستار پيرزادو

**ايڊيٽنگ**

پروفيسر محمد سليم ميمڻ





شاھ عبداللطيف ڀٽائي چيئر

ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي



**شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر**
**ڪراچي يونيورسٽي**

ڪتاب جو نالو: **شاهه لطيف جي وائي ۽ وائيءَ جي اوسر**

مصنف: عبدالستار پيرزادو

ڪمپوزنگ: عبدالباسط ميمڻ

پيج ميڪنگ ۽ ٽائيٽل: حبيب الله جاڪرو

ڇاپو: پهريون، مارچ 2016ع.

ڇپائيندڙ: شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.

ڇپيندڙ: ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي.

مُلهه: -/300

ISBN 969-8447-09-22

# فهرست

# انتساب

هيءَ تحقيقي ڪوشش
شيخ اياز ۽ نياز همايونيءَ جي نالن سان،
جن جي نالن سان سنڌي شاعريءَ
جي جديد تاريخ ڪي ڪيترا ئي
گوهر پلئہ پيا.

# ٻه اکر

عبدالستار پيرزادو ڪيترن ئي ورهين کان ادبي پورهئي ڪرڻ ۾ رڌل آهي. شيخ اياز جي قربت مان ڪيس گهڻو ڪجهه پرائڻ جو موقعو مليو.

هي سندس 'شاهه لطيف جي وائي ۽ وائيءَ جي اوسر' ڪتاب آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر پاران شايع ٿي رهيو آهي. پاڻ چيئر جي ساٿين مان آهي.

هن ڪتاب ۾ پيرزادي صاحب، شاهه لطيف جي وائي ۽ سنڌي وائيءَ جي اوسر تي کوجنا ڪئي آهي. ادبي تاريخن ۾ وائيءَ جي اوسر تي تمام گهٽ ڌيان ڏنو ويو آهي. هي ڪتاب مستقبل ۾ وائيءَ جي تحقيق ڪندڙن لاءِ گهڻو ڪجهه بنيادي ماخذ مهيا ڪندو. هن وائيءَ تي تحقيق ڪري ڪجهه نتيجا به اُڏو آندا آهن ۽ اهو به ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته وائيءَ جي صنف شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کان اڳ به موجود هئي، گڏوگڏ هن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي وائيءَ جو تحقيقي جائزو به ورتو آهي. وائي ۽ ڪافيءَ جي گهاڙيٽن ۾ فني فرق کي واضح به ڪيو آهي.

ڪتاب يارنهن بابن ۾ ورهايل آهي، جنهن جي آخر ۾ موجوده ٿهيءَ جي وائي گو شاعرن جو به پيرائتو وچور ڏنو ويو آهي. اهو چوڻ مناسب ٿيندو ته ليکڪ وائيءَ جي شروعات کان وٺي هيل تائين انجا پيرا کنيا آهن.

شروعاتي مسودي ۾ شعر جو چيد ۽ چندوديا جو باب شامل نه هو. ليکڪ کي صلاح ڏني وئي ته ان کي به شامل ڪيو وڃي ته جيئن ان جي فني صورت اجا به اپري بيهي.

اختر درگاهي صاحب مهرباني ڪري تجزياتي انداز ۾ ان جو مقدمو لکي ڏنو، جنهن لاءِ سندس ٿورائتو آهيان.

ڊاڪٽر فهميده حسين جون فني ۽ وقتائتيون صلاحون نہ شامل رهيون، بلڪ ايڊيٽنگ ۾ سندس ڀاڱي ڀائيوار شامل رهي، جنهن لاءِ سندس ٿورائتو آهيان.

اميد تہ هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جي طالبن لاءِ هڪ مفيد ڪتاب ثابت ٿيندو.

پروفيسر محمد سليم ميمڻ
ڊائريڪٽر
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر،
ڪراچي يونيورسٽي

# مهاڳ

سنڌي شاعريءَ ۾ جيڪي صنفون قديم دؤر کان شروع ٿي جديد دؤر تائين لکجن پيون، انهن مان 'وائي' بہ هڪڙي صنف آهي. مون پنهنجي عمر جي لحاظ کان جيڪي ڪتاب ۽ مضمون پڙهيا آهن، انهن ۾ ڪڏهن بہ ان 'وائيءَ' جي صنف تي ڪو ڪتاب، ڪو مضمون يا ڪو مقالو بہ نہ پڙهيو اٿم. مون ننڍي عمر کان ئي شاهہ لطيف جي رسالن جي ورق گرداني ڪئي آهي ۽ نہ صرف پنهنجي ڳوٺ ۾ پر ڪيترين ئي شهري محفلن ۾ شاهہ لطيف جون وايون ڳائڻ وارن جي واتان ٻڌيون اٿم، جن مان ڪن جو مون تي بيحد اثر پڻ ٿيو ۽ ٿيندو رهندو آهي.

هتي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي ڪراچيءَ ۾ نوڪريءَ دوران، شاهہ لطيف چيئر پاران ڇهہ ماهي تحقيقي جرنل ۾ ڇپيل مقالا پڙهندي مون ڏٺو آهي تہ شاهہ لطيف تي مقالا لکڻ وارن شاهہ لطيف جي ٽن هزارن کان مٿي بيتن، دوهن ۽ سورٺن مان ڪن چند سَون بيتن کي پئي ڦيرايو گهيرايو آهي، باقي بيتن کي هٿ بہ نہ لاتو آهي، نہ ڄاڻ ڇو؟

وري شاهہ جي رسالن ۾ بيت، دوهي، سورٺي کان پوءِ 'وائي' جي صنف شاهہ لطيف لکي آهي، جيڪي ٽن سَون کان وڌيڪ آهن، پر انهن مان ڪا هڪڙي وائي بہ شايد ڪنهن محقق حوالي طور ڪتب آندي هجي، جڏهن تہ شاهہ لطيف وائيءَ جي صنف کي شاعريءَ ۾ ڳائڪيءَ جي معراج تي رسايو. گهربو تہ اُهو هو تہ سنڌس ان صنف تي جو ڳي تحقيق ڪئي وڃي ها، پر اهو تہ ٺهيو پر مون کي 'وائي' جي صنف تي محترم تاجل بيوس جو لکيل مضمون 'سنڌي وائي ۽ ان جي اوسر' ٻن قسطن ۾ سنڌ حڪومت جي اطلاعات کاتي پاران نڪرندڙ رسالي 'ماهوار پيغام' جي اپريل ۽ مئي - جون

2003ع ۾ ڇپيل نظر آيو، پيو ٿيو مڙيو ئي خير.

مان پاڻ بہ ڪڏهن ڪڏهن شاعريءَ لاءِ رندا روڙڻ جي ڪوشش بہ ڪندو آهيان، تنهن ڪري شاعريءَ تي لکيل ڪتاب خريد بہ ڪندو آهيان ۽ پڙهندو بہ آهيان. انهن ڪتابن تي مستند شاعرن، ڏاهن ۽ پارکن جا لکيل مهاڳ بہ ڏاڍي دلچسپيءَ سان پڙهندو آهيان، پر هاڻ مون هن صنف تي لکڻ لاءِ ايڪهٺ شاعرن جي شاعري پڙهي آهي ۽ انهن جي ڪتابن تي لکيل ڪيترائي مهاڳ، رايا ۽ خيال پڙهيا اٿم، انهن مان مون کي ڪا هڪڙي سِٽ، اڌ سِٽ وائيءَ بابت لکيل ملي آهي، هر ڪنهن جي قلم رڳو غزل جي تعريف لکي آهي. مون کي سمجھ ۾ نہ آيو تہ ائين 'وائي' جي صنف سان انياءُ ٿيو آهي. انهيءَ 'وائيءَ' سان لکندڙن جي بہ اڪيائي ۽ ڳڳا ٿيل رويئي مون کان هي ڪجھ لکرايو آهي.

مان سنڌي ادب جو انتهائي ادنيٰ ڪان بہ ادنيٰ پڙهندڙ ۽ لکندڙ آهيان، جنهن جي لکٽي پل تہ ڪٽي ڦاڙي ڦٽي ڪرڻ جهڙي هجي، پر جيڪڏهن منهنجي ڳالھ ۾ ڪا حقيقت هجي تہ پارکن، مهاڳ لکندڙن، مقالا نگارن، مونو گراف ۽ پي ايڇ ڊي لاءِ ٿيسز لکائيندڙن ۽ لکڻ وارن کي هڪ وينتي، ميڙمنٿ ۽ نماڻو عرض آهي تہ هن صنف جو ڇنڊ ڇاڻ ڪرائي وڃي، صحيح معنيٰ ۾ پرک ڪرائي وڃي، ڇاڪاڻ جو شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ لطيف کان وٺي، شاعراڻي ڪيتو ۾ نئين کان نئين شاعره سنڌوءَ تائين هر شاعر هن صنف تي لکي ٿو ۽ ڪن جي شاعري رڳو 'وائي' تي ٻڌل ئي آهي.

اسان اميد جا ڏيئا
ڳُل تہ ڪندا ئي ناهيون.

هونءَ مون کي وائيءَ بابت جيڪو مواد ملي سگهيو، اهو مان ازحد

مختلف بابن ۾ حوالي طور ڏئي چڪو آهيان. انهن حوالن ۾ ڪن محققن جو رايو آهي تہ 'ڪافي' ۽ 'وائي' اصل ۾ ساڳيءَ صنف جا بہ نالا آهن، يعني لاڙ جا ماڻهو جنهن صنف کي 'وائي' تا سڏين، اترادي اُن ئي صنف کي 'ڪافيءَ' جي نانءَ سان تا پڪارين.

ڪن محققن جو اهو بہ خيال آهي تہ 'ڪافي' نمري ڳائڪيءَ مان نڪتي آهي، جيڪا اصل ۾ هڪڙي راڳڻي آهي. پوءِ انهن مان بہ ڪنهن ايئن بہ چيو تہ اها 'ڪافي راڳڻي' امير خسروءَ جي ايجاد ڪيل آهي ۽ ڪن محققن خاص ڪري محترم هيري ٺڪر ان ڳالهہ کي رد ڪندي چيو تہ 'ڪافي' سنڌ ۾ سمن جي دؤر ۾ بہ ملي ٿي. هن سال يعني 2014ع جي تماهي 'سنڌي ٻولي' تحقيقي جرنل، جيڪو سنڌي لينگئيج اٿارٽي، حيدرآباد مان ڇپجندو رهندو آهي، ان 'ڪافيءَ' جي صنف تي سڄو سارو 'ڪافي نمبر' ڪري ڪڍيو آهي، جنهن ۾ ڪيترن ئي محققن جا چيدا مقالا ڇپيا آهن، پر انهن 'ڪافيءَ' جي گهاڙيٽي،فن يا ٽيڪنيڪ تي ڪجهہ نہ لکيو آهي تہ اها صنف لکجي ڪئين ٿي، ان جون فني لوازمات ڇا آهن؟

اهڙيءَ طرح هڪڙو مضمون نارائڻ شيام جي لکت ماهوار ڪينجهر 1993ع جي اپريل جي مهيني ۾ مون کي مليو، جنهن جو عنوان 'ڪافي ۽ وائي' آهي، ان ۾ نارائڻ شيام وائيءَ جي صنف تي ڪافي ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان ۾ هن واضح طور تي اهو ڄاڻايو آهي تہ 'ڪافي' ۽ 'وائي' ڌار ڌار صنفون آهن ۽ ان مضمون ۾ هن ڄاڻايو آهي تہ 'وائي' دراصل 'دوهو ڇند' تي لکي ويندي آهي، پر راڳ جي راڳڻين ۽ ڳائڻ وديا جي لحاظ سان شاهہ لطيف اِن صنف ۾ ڪجهہ واڌارا ڪيا ۽ هن ڪجهہ وايون 'للت ڇند' تي بہ لکيون آهن.

ڳولها ڪندي مون کي هڪڙو مضمون خالص 'وائي' جي صنف تي

پروفيسر محرم خان جو 'وائي سنڌ جي قديم سُرائتي صنف' پڻ مليو آهي. اهو مضمون سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي مخزن ۾ سال 77-1976ع ۾ ڇپيو هو، جنهن ۾ پڻ محرم خان جو چوڻ ته:

"سنڌ جي هن سُرائتي صنف 'وائي' تي ڪو ڪتاب ته ڇا، پر اهڙو ڪو مضمون به موجود نه آهي، جنهن مان ڪو مبتدي رڳو ابتدائي بنيادي قسم جي ڪا به رهبري حاصل ڪري سگهي."

پر اڳتي لکندي محرم خان لکي ٿو ته:

"وائيءَ جو بنياد ڪو ڇند يا عروض جي لفظي وهٽ تي رکيل نه آهي، پر انهيءَ جو انشاد ۽ ترنم دنبوري جي تنوار تي رچيل آهي."

هاڻ جيڪڏهن 'وائي' جي گهڙت ڇندوديا تي به نه آهي ته پوءِ ان صنف جو فني تاڃي پيٽو ڪهڙو هئڻ گهرجي، ان بابت محرم خان ڪا خاص ڄاڻ نه ڏني آهي، سواءِ اهو چوڻ جي ته، "وائيءَ جو سٽاءُ ۽ ترنم دنبوري جي تنوار تي رچيل آهي." ان سان مبتدي شاعرن کي ڪو خاص لاڀ ته ملي نه سگهندو، ڇاڪاڻ جو تنبوري جي تاڻ ۽ تڻ تڻ کي هرڪو پرکي نه ٿو سگهي.

جيتوڻيڪ اڳتي هلي هُو ان راءِ جو آهي ته 'وائي'، ڪافيءَ کان ڌار صنف آهي، تنهن لاءِ اسان جي راءِ آهي ته نارائڻ شيام جيڪو 'وائي' جو ڇندوديا تي ڇيد ڪيو آهي، اهو اسان جي جديدترين 'وائي' لکندڙن جي ڪافي حد تائين رهنمائي ڪري سگهي ٿو.

وائي اسان جي موجوده دؤر جي هر نوجوان ڪان نوجوان شاعرن وٽ مقبول صنف پئي رهي آهي. شاهه لطيف کان پوءِ اسان وٽ اڄ تائين سنڌي شاعريءَ ۾ بيت، دوهي، سورٺي سان گڏوگڏ 'وائي' به لکجي رهي آهي. پوءِ ڪنهن ان جي گهاڙيٽي ۾ ڪي تجربا به ڪيا آهن، اهي ڪيترا ڪامياب آهن يا ڪامياب ناهن. سنڌن لکيل وايون ڳائڻ وديا تي پوريون بيهن ٿيون يا نٿيون

بيهن، مان هتي ان ڳالهه کي ڳائڻ وديا جي ڄاڻن لاءِ ڇڏيان ٿو تہ اهي ان باري ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ شاهه عنات رضوي، شاهه لطيف، سچل سرمست، حمل فقير، مصري شاهه ۽ سنڌن دؤر کان پوءِ وارن شاعرن جي شاعريءَ مان وائيءَ جي صنف ڳائي ۽ مقبول عام بڻائي ٿي سگهجي. سنڌ ۾ شاعريءَ جي ڪتابن جي ڇپجڻ جو سلسلو تمام گهٽ آهي. ان جا ڪي سبب آهن، هونءَ تہ اهي حل جوڳا آهن، پر اسان جي سنڌ ۾ جيڪي گائڪ آهن، انهن جو شاعريءَ جا ڪتاب خريد ڪرڻ جو رواج تمام گهٽ آهي، پسند ۽ ناپسند جو عمل دخل بہ گهٽو ٿي آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ ڊولڻ راهيءَ جهڙا فرد تمام گهٽ آهن، جيڪي لکي بہ ڄاڻن ۽ ڳائي بہ ڄاڻن. اسان وٽ عبدالغفار تبسم ۽ بيدل مسرور بدوي لکي بہ ڄاڻن تہ ڳائي بہ ڄاڻن ۽ ڌُنون بہ جوڙڻ ڄاڻن، تنهن هوندي بہ انهن کان ڪڏهن بہ پنهنجي ڇپيل شاعريءَ جي ڌُن، پنهنجي آواز ۾ ٻڌي نہ سگهيو آهيان.

بهرحال مان ان راءِ جو آهيان ۽ بابن ۾ ڄاڻايل وائيءَ تي محققن جي راءِ مان اها راءِ جوڙي اٿم تہ 'ڪافيءَ' کان 'وائيءَ' جڻ جدا صنف آهي ۽ نہ هڪ ٿي گهاڙيٽي جا ٻہ نانءَ آهن.

باقي سنڌ ۾ 'ڪافي' اجوڪي دؤر ۾ ان ڪري لکي نہ ٿي وڃي جو موجوده دؤر جو هر شاعر راڳ ۽ راڳڻين مان واقف ناهي، تنهن ڪري اهو ڪافيءَ جي صنف جي پوئواري ڪري نہ سگهيو آهي، تنهن ڪري نوجوان شاعرن کان اها صنف پاڻ ڇڏائيندي پئي وڃي. وري بہ شڪر اُن ڳالهه جو آهي تہ اڄ ڪلهه وائي عام جام لکي پيئي وڃي. 2013ع ۾ ڊاڪٽر ذوالفقار سيال، سنڌي شاعريءَ ۽ شاعرن بابت هڪ ڪتاب جي سهيڙ ڪئي هئي، جنهن ۾ هن ساڍا اٺ سؤ شاعر شامل ڪيا هئا، پر هڪ غيرمستند تخميني مطابق سنڌ ۾ هن وقت ٽن هزارن کان وڌيڪ شاعر موجود آهن ۽ انهن مان اڪثر وائيءَ جي

صنف لکن ٿا.

ماهوار ناٽڪ ڪراچيءَ پاران رحمت پيرزادي جي ادارت ۾ نڪرندڙ رسالي 'وائي' نمبر ڪڍيو هو، ان ۾ ڪيترائي نوجوان 'وائي' لکندڙ شاعر اچي ويا هئا. وائيءَ جي صنف عروض تي به لکي وئي آهي، جنهن جي شروعات شيخ اياز ڪئي ۽ پوءِ ڪيترن ئي شاعرن عروضي وايون به لکيون، جنهن ۾ به ڪيترن ئي پاڻ موکيو آهي. وائيءَ جي صنف تي لکڻ لاءِ مون قلم کنيو آهي. اميد اٿم ته وائي لکندڙ شاعرن لاءِ لاڀائتو ليک ثابت ٿي پوندو. ڇڻ مون به شيخ اياز چواڻي ته

مون ذات انوکي آندي آ
تي تند وڙهي تلوارن سان.

وائي ته نهٺي صنف آهي، پر موجوده دؤر جي شاعرن ان صنف ۾ به ڪافي جولانيءَ جا جوهر ڏيکاريا آهن.

ستار پيرزادو

پتو:
C-213، پاڪ اوينيو،
پلاٽ 118، بلاڪ 19،
گلستان جوهر، ڪراچي.
موبائيل: 0306-2563417
ٽيليفون: 021-34663497

# مقدمو

”شاهہ لطيف جي وائي ۽ وائيءَ جي اوسر“ جي عنوان هيٺ لکيل مسودو/مواد نظر مان گذريو. وائيءَ جهڙي اهم سنڌي شعري صنف تي لکيل اهڙو تفصيلي مواد منهنجي لاءِ نهايت دلچسپيءَ کان خالي نہ هو، ڇاڪاڻ تہ هن کان اڳ، سنڌي ادب، خاص ڪري شاعريءَ جي اڪثر تذڪرن ۽ تاريخن ۾ ”وائي ۽ ڪافيءَ“ جو گڏيل طور ۽ مختلف راءِ سان نهايت مختصر بيان ڪيو ويو آهي، سواءِ انهن هڪ اڌ مضمونن جي، جن جو حوالو هن ليک ۾ ڄاڻايو ويو آهي. ان لحاظ کان هِن مسودي ۾ ليکڪ تمام گهڻي محنت ۽ جاکوڙ ڪئي آهي ۽ ان موضوع تي نہ صرف سنئو مواد ڪَٺو ڪري ڏنو آهي بلڪ هڪ ذهين ليکڪ هجڻ جي ناتي، وائيءَ جي صنف متعلق ڪي نتيجا بہ ڪڍيا آهن ۽ اِها بلڪل صحيح راءِ قائم ڪئي آهي تہ، ”ڪافيءَ کان وائي جدا صنف آهي ۽ نہ ئي هڪ گهاڙيٽي جا بہ نالا آهن.“ ساڳي وقت ليکڪ وائيءَ متعلق انهيءَ راءِ کي بہ دليلن سان رد ڪيو آهي تہ، ”وائيءَ جو گهاڙيٽو بلها شاهہ جي شاعريءَ تان پٽائي ورتو.“ يا ”وائي، لوڪ گيت يا سهري مان نڪتي آهي.“ جيئن تہ ليکڪ جو وڌيڪ زور شاهہ لطيف جي وائيءَ تي آهي، ان ڪري هن مسودي جي شروعاتي ٻن بابن کي ڇڏي جيڪي مجموعي طور ’شاعري ڇا آهي‘ ۽ ’ادب ۾ شاعريءَ جي اهميت‘ تي آهن، باقي سڀ باب شاهہ لطيف جي حوالي سان آهن، جڏهن تہ آخري باب جديد دؤر ۾ وائيءَ جي واڌ ويجهہ بابت آهي. جيتري قدر وائيءَ جي تاريخي پسمنظر ۽ اُن جي ارتقا ۽ اوسر جو تعلق آهي، ليکڪ اُن لاءِ ڪو الڳ باب نہ رکيو آهي، جيڪو رکڻ گهرندو هو، البت ’شاهہ لطيف کان اڳ جي وائي‘ ۽ ’وائيءَ جي گهڙت‘ وارن بابن ۾ هن ان سلسلي ۾ ڪي حوالا ضرور ڏنا آهن، جن جو تفصيلي ذڪر

اڳتي ڪبو.

'ڪافي' ۽ 'وائي' سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ هڪ ئي وقت شاعريءَ جون صنفون به آهن ته راڳ جون صنفون به آهن. هن وقت هنن ٻنهي صنفن جو شعري حوالي سان گهاڙيٽو توڙي موضوع ۽ راڳ جي حوالي سان ڳائڪيءَ جو انگ ۽ انداز الڳ الڳ آهي. جيئن ته اسان جي مطالعي هيٺ آيل مسودو وائيءَ جي شعري صنف جي حوالي سان لکيل آهي، ان ڪري اسين اُن جو راڳ وارو پاسو ڇڏي ٿا ڏيون.

تاريخي حوالي طور سنڌ ۾ پهريان 'ڪافي' ۽ پوءِ وائيءَ جو نالو مليو ٿو. جڏهن ته هنن صنفن جي لکيت ۾ مليل پهرين نمونن ۾ ناليوار پهريان 'وائي' ۽ پوءِ 'ڪافي' اچي ٿي. شاهه لطيف ۽ سچل سائينءَ جي دؤر اچڻ تائين لکيت ۾ جيڪي شعري نمونا مليا آهن، تن ۾ وائي ۽ ڪافيءَ جي گهاڙيٽي توڙي موضوع ۾ ڪو به فرق ناهي ۽ هڪ ئي دؤر ۾ هڪ ئي شعري گهاڙيٽي جا ٻه مختلف نالا ملن ٿا، وائي به ته: ڪافي به.

شاهه عنات رضوي (1720ع-1625ع) اهو پهريون شاعر آهي، جنهن پنهنجي رسالي ۾ بيت کان پوءِ جيڪا شاعريءَ جي صنف لکي آهي، اُن کي هن 'وائيءَ' جو نالو ڏنو. جڏهن ته 'ڪافي' چوڻ جو اهڃاڻ سنڌ ۾ شاهه عنات رضويءَ کان اٽڪل هڪ سؤ سال اڳ ارغونن جي دؤر ۾ ملي ٿو. تذڪرن ۾ آيل آهي ته، "سورهين صديءَ واري دؤر ۾ سنڌ جي ذاڪرن ۽ ڳائيندڙن مان پاٽ جو بزرگ شيخ لاڏ جيو سنڌي (1598ع-1523ع) برهانپور ۾ سنڌي ڪافي ڳائڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.[1] ان بعد شاهه عنات رضوي کان ٿورو اڳ مغل دؤر ۾ مير معصوم شاهه جي پاءُ مير فاضل بکريءَ لاءِ لکيل آهي ته "هُن سنڌي ڪافيءَ کي دهلي ۽ آگري طرف مشهور ڪيو." هڪ هنڌ ته ايئن به لکيل آهي ته، "مير فاضل بکري سنڌي ٻوليءَ جو شعر 'ڪافي'

نهايت ئي سهڻو چوندو هو."[2] ان مان خبر پوي ٿي ته اُن دؤر ۾ سنڌي ڪافي نه صرف راڳ جي بلڪ سنڌي شاعريءَ جي به مجيل صنف هئي، پر اسان جا سيئي تذڪره نويس ان ڳالهه تي اچي بيهي رهيا ته 'ڪافيءَ' جي ان دؤر وارو گهاڙيٽو محفوظ رهي نه سگهيو جيڪو ملي نه سگهيو آهي. ٻئي طرف اهو ڏسون ٿا ته مٿي ذڪر ڪيل سنڌي ڪافيءَ جي مقبول دؤر ۾ پنجاب اندر شاهه حسين (1593ع-1531ع) ڪافيءَ جو وڏو ۽ پهريو شاعر نظر اچي ٿو، جنهن لاءِ اهو پڻ چيو وڃي ٿو ته مٿس سنڌي راڳ ڪافيءَ جو اثر هو. بقول ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ته، "سنڌ جو راڳ ايترو مشهور هو، جو اُن جو اثر سنڌ ۽ پنجاب جي مسلمان صوفين ۽ درويشن تي پيو، جو لاهور جي صاف دل درويش شاهه حسين پنهنجي جذبن جو اظهار ڪافين ذريعي ڪيو."[3] خاص ڳالهه ته شاهه حسين جي ڪافين جو شعري گهاڙيٽو به اهڙو آهي، جيڪو بعد ۾ ملندڙ سنڌي اوائلي ڪافين ۾ واين جو آهي.

مائي ني مين ڪينون اکهان، درد وڇوڙي دا حال
دهوان دُکي ميري مرشد والا، جان ڦولان تان لال
ڪهي حسين فقير نماڻان، اج وي نه آيو لال.[4]

شاهه حسين جي اُها ڪافي دوهي ڇند تي آهي، البت ان جا ماترا عام دوهي جي ماترائن کان گهٽا آهن. وائيءَ جي پهرين باقاعده شاعر شاهه عنات رضويءَ وٽ به اهڙو ئي شعري گهاڙيٽو ملي ٿو، جيئن ڏسو:

تان تون رات سڄيائي سُمهين، ساٿين ننڌا بار
انهين جي عنايت چئي، پُڇي ونءُ پيزار.[5]

مٿي پيش ڪيل اقتباس مان ثابت ٿئي ٿو ته، سنڌي ڪافيءَ جو به اوائلي شعري گهاڙيٽو اهوئي هوندو، پر جڏهن لکيت ۾ انهن جو نمونو مليو ته اُهو هيو ته هڪڙي ئي گهاڙيٽي کي ڪٿي وائي لکيو ويو ته ڪٿي 'ڪافي'.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جڏهن سنڌي ڪافين جي ڪتاب جو پهريون جلد ترتيب ڏنو ته ان ۾ هُن شاهه عنات رضويءَ کي سنڌي ڪافيءَ جي پهرين شاعر طور آڻي سندس ويهه عدد 'وايون'، ڪافيون قرار ڏئي ڪتاب ۾ شامل ڪيون. ساڳئي وقت ڊاڪٽر بلوچ، شاهه لطيف، تمر فقير ۽ ڪن ٻين شاعرن جون 'وايون' پڻ ڪافيءَ طور ان جلد ۾ شامل ڪيون آهن. جڏهن ته انهن بعد صاحبڏني فاروقيءَ جون ڪافيون ڏنيون اٿائين، جنهن ساڳئي دؤر ۾ پنهنجي ڪلام کي 'ڪافي' چيو ۽ لکيو. هونءَ به ڏسنداسون ته ان دؤر ۾ ملندڙ شاهه عنات ۽ شاهه لطيف جي واين ۽ صاحبڏني فاروقيءَ جي ڪافين جو شعري گهاڙيٽو ۽ موضوع پڻ ساڳيو آهي. پر هتي اهو سوال ته اُڀري ته جڏهن 'ڪافي راڳ' ۽ پڻ 'ڪافي شعر' شاهه عنات رضويءَ کان اڳ سنڌ ۽ پنجاب ۾ مقبول هيو ۽ ان جو گهاڙيٽو به ساڳيو هو ته پوءِ شاهه عنات رضوي اهڙي شعري صنف کي 'وائي' نالو ڇو ڏنو؟ انهيءَ جا به خاص سبب ٿي سگهن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ته، "وائي ۽ ڪافي راڳ جا اصطلاح آهن." (6) ڪافي راڳ ته سنڌ جو اوائلي راڳ هيو. جڏهن ته 'وائي' راڳ جي باري ۾ ڊاڪٽر بلوچ لکيو آهي ته، "'وائي' معنيٰ وڏي آواز سان چوڻ. جنهن مان اسم 'وائي' آهي. انهيءَ مناسبت سان وائيءَ جي اصطلاحي معنيٰ پيدا ٿي. اهو ٻول جيڪو مٿي آواز يا آلاپ سان ڳائجي، ان لحاظ کان 'وائي' موسيقيءَ جي آڳاٽي صنف 'قول' جي هم معنيٰ اصطلاح آهي.'"(7) هڪ ته شاهه عنات رضوي، جيڪو پنهنجي وقت ۾ راڳ جو پڻ وڏو ماهر هو، پنهنجي ڪلام کي سُرودن ۽ سُرن ۾ ورهايائين ۽ سنڌي راڳ ۾ ڪافيءَ جي اوائلي انگ کان پوءِ وائيءَ جو نئون آهنگ متعارف ڪرايائين، جنهن کي اڳتي هلي شاهه لطيف عروج تي پهچائي ڇڏيو. ٻيو ته شاهه عنات رضوي جيئن جو پنهنجي وقت جو هڪ سجاڻ ۽ عظيم شاعر هو، تنهن سنڌي

شاعريءَ جو رُخ پڻ موڙيو. شاهه عنات رضويءَ وٽ سنڌي شاعري ڳاهن، ڳنانن، قاضي قادن جي بيتن ۽ دادو ديال کان ٿيندي اچي هن وٽ پهتي هئي، جنهن جو بنيادي تاڃي پيٽو تصوف جو روحاني فڪر، جنگين جا واقعا ۽ عوامي قصا ۽ داستانن جو بيان هو. شاهه عنات رضويءَ پنهنجي 'وايُن' ۾ نواڻ آندي، هو نوان عوامي داستان جهڙوڪ راءِ ڏياچ، مگٽو، نوري ڄام تماچي ڪٽي آيو. جنهن ڪان سواءِ ٻيا عوامي موضوع آتڻ، ڪاپائتي، سامي، جوڳي ۽ سخي مردن کي بہ ڳايو. شاهه عنات رضوي پهريون دفعو سنڌي شاعريءَ ۾ مجازي حسن ۽ عشق کي بہ متعارف ڪرايو. اهڙيءَ طرح شاهه عنات رضوي سنڌ جي اوائلي 'ڪافيءَ' کي نئون موڙ ڏئي ان ۾ جدت آڻي ۽ ان ۾ موضوعن جي نواڻ ۽ وسعت آڻي، سنڌي شاعريءَ ۾ 'وائيءَ' جي صنف کي الڳ ٿلڳ بڻائي هڪ Break Through ڪيو. شاهه عنات رضويءَ جي انهيءَ ئي روايت تان اثر وٺي شاهه لطيف وائيءَ جي صنف کي هنئين سان هنڊايو ۽ ان ۾ فن ۽ فڪر جا نوان جوهر ڏيکاري، وائيءَ جي صنف کي ڪمال جي سطح تائين وٺي آيو. جنهن جو اثر اڄ جي جديد شاعريءَ تائين موجود آهي.

هو ڏانهن اُتر سنڌ اندر درگاهه درازا ۾ تصوف جي اثر هيٺ 'ڪافي' راڳ ۽ 'ڪافي ڪلام' جو سلسلو هلندو آيو. جنهن ۾ اڳتي هلي سچل سائينءَ ڪافيءَ جي شعري صنف کي وسعت ڏئي نہ صرف اوائلي گهاڙيٽي تي ڪافيون چيون، بلڪ انهن جي ٿلهه ۽ مصراعن ۾ نوان تجربا ڪيا، پر ڪافيءَ جي صوفيانہ موضوع ۾ پنهنجو رنديءَ ۽ مستيءَ وارو جوش ۽ جذبو شامل ڪيو. اهڙو ئي جوش ۽ مستي ڪافي راڳ ۾ بہ آندي جو شاهه لطيف جي 'وائيءَ' کان پوءِ خاص ڪري سنڌ جي صوفيانہ تحريڪ ۾ سنڌ جي درگاهن تي 'ڪافيءَ' اچي جاءِ والاري. پر ان جي موضوع جو خاص نڪتو

صرف ۽ صرف صوفيانہ خيال، حسن ۽ عشق جو بيان (پوءِ اُهو مجازي هجي يا حقيقي) ئي رهيو. سچل سائينءَ کان پوءِ جن صوفي بزرگن ۽ شاعرن ڪافيون چيون، انهن جي سچل سائينءَ جي ئي فن ۽ فڪر ۽ ڪافين جو اثر پيو ۽ سندن ڪافيون 'وائيءَ' کان ان ڪري بہ مختلف آهن جو 'وائيءَ' جيان ان جو موضوع بہ وسيع ناهي تہ وائيءَ جيان ڪو هڪڙو گهاڙيٽو بہ ناهي. صوفي بزرگن وٽ غزلياتيون ڪافيون بہ ملن ٿيون، وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ بہ ڪافيون ملن ٿيون تہ انهن صنفن کان مختلف بہ ڪافيون ملن ٿيون.

ڪافيءَ ۽ وائيءَ جي مٿي ذڪر ڪيل بيان جو مقصد اُهو هيو تہ جيئن اسين وائي ۽ ڪافيءَ جي بنيادي فرق ۽ ان جي تاريخي پسمنظر کي سمجهي سگهون. هن مسودي ۾ ليکڪ انين باب اندر 'وائي ۽ ڪافي' جو جيڪو فرق ڄاڻايو آهي، اهو صرف شعري گهاڙيٽي جو آهي، جيئن لکيو اٿائين تہ، "وائيءَ جي هر هڪ مصرع هڪ ٽُڪي ۽ ان جي پهرين مصرع يا ان جو اڌ هر ڪنهن مصرع جي پنيان ايندو." يعني وراڻي يا ايئن بہ لکيو اٿائين تہ "وائي، سورٺي يا دوهي جي پدن تي آڌاريل آهي." اهو بہ ڄاڻايو اٿائين تہ "وائيءَ جي ٿلهہ ۾ تہ ڪافي تجربا ٿيا آهن، پر ان جي مصرعائن ۾ وسعت ناهي آئي." وغيرہ. پر اسان ڏسئون ٿا تہ 'وائيءَ' جي مٿي بيان ڪيل گهاڙيٽي ۾ ئي بہ 'ڪافيون' چيون ۽ لکيون وڃن ٿيون، تنهن ڪري ڪافي جيڪڏهن وائيءَ کان گهڻو مختلف آهي، تہ اُها موضوع جي حوالي سان آهي. ڪافيءَ جو خاص موضوع حسن، عشق، مجاز، فراق، وصال ۽ ٻيا صوفيانہ خيال آهي، جڏهن تہ وائيءَ ۾ انهن موضوعن سان گڏوگڏ ٻيا گوناگون موضوع بيان ڪرڻ جي وسعت موجود آهي. گهاڙيٽي جي حوالي سان بہ 'ڪافيءَ' جا گهاڙيٽا سچل سائينءَ وارا ئي هلن پيا، ڇو تہ جيڪڏهن ڪافيءَ جي گهاڙيٽي ۾ تجربا ڪبا تہ پوءِ اها 'ڪافي' نہ رهندي يا گيت ٿي ويندي يا نظم، جڏهن

تہ وائيءَ ۾ نون تجربن ڪرڻ جي وسعت موجود آهي ۽ پڻ نوان خيال بہ آڻي ٿا سگهجن. اهوئي سبب آهي جو جديد ادب ۾ اڄ بہ 'ڪافيءَ' جي جاءِ تي وائي وڌيڪ لکي وڃي ٿي. ٻي ڳالهہ تہ ڪافي لکڻ کان وڌيڪ جهونگارڻ جي شيءِ آهي، جنهن لاءِ راڳ جي ڄاڻ ضرور هئڻ گهرجي.

هن مسودي جي باب چوٿين ۾ ليکڪ وائيءَ جي صنف جا پيرا شاهہ عنات رضويءَ جي دؤر کان بہ اڳ ڪنيا آهن ۽ اهو لکيو آهي تہ، "شاهہ عنات رضويءَ کان اڳ ۾ ميران ٻائيءَ جي گيتن يا پدن ۾ وائيءَ جو گهاڙيٽو ملي ٿو." ان سلسلي ۾ ليکڪ ميران ٻائيءَ جي شبدن جا ڪي پد بہ مثال طور ڏنا آهن. ان بيان کان پوءِ بہ سنڌي شاعريءَ ۾ وائيءَ جو پهريون شاعر شاهہ عنات رضوي ئي بيهي ٿو.

اڳتي هلي مسودي جي باب پنجين ۾ ليکڪ، نارائڻ شيام جي هڪ مضمون جي حوالي سان هڪ اهم ڳالهہ بہ لکي آهي تہ، راجستان جي 'دادو ديال' (1602ع-1544ع) وٽ سنڌي وائيءَ جهڙي شروعاتي صنف ملي ٿي، جيڪو شاهہ عنات کان اڳ ٿي گذريو آهي. ليکڪ مسودي ۾ دادو ديال جي انهن شعرن کي بہ پيش ڪيو آهي، جيڪي وائيءَ جي گهاڙيٽي جهڙا آهن، جڏهن تہ دادو ديال جي اهڙي شعري گهاڙيٽي کي واٽي يا ٻاٽي سڏيو ويو آهي. بهرحال ليکڪ سنڌي وائيءَ جي حوالي سان شاهہ عنات کان اڳ جي دادو ديال جو سنئو حوالو پيش ڪيو آهي، پر دادو ديال کان بہ اڳ وائيءَ جا نشان ڪونہ ڄاڻايا آهن ۽ اهو لکيو اٿائين تہ، "دادو ديال کان اڳ اهڙو ڪو مثال اڃا هٿ نہ آيو آهي." دادو ديال جي وائيءَ جهڙي شعري نموني تي لکيل واٽيءَ مان خبر پوي ٿي تہ ڪانئس اڳ سنڌ ۾ اهڙي شعري صنف موجود هئي، جنهن اڳتي هلي ڪافي يا وائيءَ جو روپ ورتو.

اسان ان سلسلي ۾ جڏهن سنڌي ادب جي تذڪرن خاص ڪري

شاعريءَ جي تاريخ جي ورق گرداني ڪريون ٿا ته خبر پوي ٿي ته هن وقت جيڪا سنڌي ڪافي يا وائي لکي وڃي ٿي، ان جا شروعاتي اهڃاڻ دادو ديال ڪان به اڳ سومرن جي دؤر ۾ ملن ٿا، جنهن دؤر ۾ سنڌي شعر ڳاهه، دوهي، سورٺي ۽ بيت ڪان ارتقا ڪري اسماعيلي بزرگن جي نظم گنان تي پهچي ٿو. جن تذڪره نويسن اهو لکيو آهي ته سنڌ ۾ وائي ۽ ڪافيءَ جا اوائلي نمونا ملي نه سگهيا آهن، انهن جو الائي ڇو سنڌي شعر 'گنان' ڏانهن ڌيان نه ويو آهي. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي 'گنان' کي وائيءَ جي شروعاتي شعري سِٽا ڄاڻايو آهي ۽ لکي ٿو ته، "گنان ۾ وراڻي ٿئي ٿي جيڪا هر بند ۾ وري وري دهرائجي ٿي. وائيءَ جي ساخت به لڳ ڀڳ هن نظم جهڙي آهي، ان مان لڳي ٿو ته سنڌيءَ ۾ وائيءَ جي سٽا جهڙي صنف موجود هئي."[8] ڊاڪٽر غلام علي الانا موجب، "'گنان' هڪ اهڙي صنف آهي، جنهن کي سنگيت وديا يا راڳداريءَ موجب ڪافيءَ جي صنف چئي سگهجي ٿو، جنهن ۾ هر بند ڪان پوءِ ٿلهه جي وراڻي ڏيان ڇڪائي ٿي."[9] هيٺئر گنان نظم جو هڪ بند پيش ڪجي ٿو، جنهن جا اصل ۾ پنج بند آهن.

شاهه جو مچيئڙو تن کي، جي صُبوحڙي جاڳن.
اُتي الله نه گُهرين بندا تون، سُتين سڄي رات.
نه ڪا جهوري جيءَ بندا، نه ڪو سمر سات.
شاهه جو مچيئڙو تن کي، جي صُبوحڙي جاڳن.[10]

سومرن جي دؤر ۾ پير صدرالدين جو چيل هي 'گنان' سنڌ ۾ دوهي، ڳاهه ۽ بيت ڪان پوءِ سرجندڙ پهرين شعري صنف آهي، جنهن اڳتي هلي ڪافيءَ يا وائيءَ جو روپ اختيار ڪيو. هن 'گنان' ۾ 'ٿلهه'، 'مصرعا' ۽ پڻ ٿلهه جي مصرعن سان 'وراڻي' ظاهر ڪري ٿي ته سنڌي شاعريءَ ۾ وائي يا ڪافيءَ جهڙي صنف جا اهڃاڻ پير صدرالدين جي 'گنانن' ۾ نمودار ٿيا،

اُن جو باقاعده گهاڙيتو دادو ديال جي شاعريءَ ۾ تخليق ٿيو. جڏهن تہ اهڙي صنف تي 'وائيءَ' جو نالو رکي شاهہ عنات رضوي ان کي نون موضوعن ۽ فڪر سان سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ خوبصورت اضافو ڪيو.

وائيءَ جا شروعاتي بنياد ۽ اهڃاڻ سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر نہ ڳولڻ گهرجن، جو اها نج شاعريءَ جي صنف آهي، جيڪا ميران ٻائيءَ کان ٻہ ٻہ سؤ سال پهريان سنڌ ۾ تخليق ٿي، جنهن جون پاڙون سنڌي شعر جي دوهن، سورٺن ۽ بيتن ۾ موجود آهن. ڪافي هجي يا وائي، اُها سنڌي بيت مان ئي اُسري آهي، خاص ڪري 'وائيءَ' جو شروع کان وٺي اڄ تائين شعري گهاڙيتو 'بيت' جي چوڌاري ڦري ٿو، اهو بہ ڇندوديا جي شعري ويس ۾. هن مسودي ۾ ليکڪ اهو صحيح ڄاڻايو آهي تہ، "وائي حقيقت ۾ دوهي يا سورٺي جي پڌن تي آڌاريل آهي." بيت يا ڏوهيڙي مان ڪافي يا وائي ڪيئن اُسري، ان جو سبب بہ سنڌ ۾ راڳ جو اوائلي ذوق ۽ شوق آهي. ان سلسلي ۾ ادبي تذڪرن ۾ ڄاڻايل آهي تہ، "جڏهن بيت ۽ ڏوهيڙي ماڻهن جي دلين تي اثر ڪيو تہ هُو دل وندرائڻ لاءِ اُهي بيت سُر سان چوڻ لڳا ۽ انهن کي ڳائڻ لڳا. تنهن ڪري سُر بيهارڻ لاءِ پوءِ مصرع جو پويون اڌ قافيہ وارو يا ڪڏهن پهريون بہ اڳي ڪري چوڻ لڳا."[11] اهڙيءَ طرح بيت جي سٽن کي اڳتي پوئتي ڪرڻ سان ۽ ان کي ٿلهہ، وراڻي ۽ مصرعن جي ورهاست سان هڪ نئين صنف وجود ۾ آئي. هيٺ سولي طرح بيت ۽ وائيءَ جي ڀيٽ جو اهڙو مثال ڏجي ٿو، جنهن مان خبر پوندي تہ بيت ۽ وائي ڪيئن هڪٻئي سان سلهاڙيل آهن.

پهريان شاهہ لطيف جو هي بيت پڙهو:

مون ساريندي سپرين، اچين جي هيڪار،
پيرين ڏريان پنبٽيون، هنڌ وڇايان وار،
صاحب سي جمار، ڳولي تي گذاريان.

هاڻي شاهه لطيف جي انهيءَ بيت جي آخري سِٽ کي ڪٽي ڪري بيت جي مٿان پهرين سِٽ رکبي تہ اها وائي بڻجي ويندي.

تلهه: صاحب سڀ چمار، گولي تي گذاريان.

مون سارينديءَ سپرين، اچين جي هيڪار.

پيرين ڏريان پنبڻيون، هنڌ وڇايان وار.

اوهان ڏٺو تہ اهو بيت ٿوري ڦيرڦار سان دوهو وائي بڻجي ويو.

هن مسودي جي ليکڪ وائيءَ جي اها صحيح پکڙ ڪئي آهي تہ، "وائي ڇندوديا جي اصول مطابق دوهي ڇند ۽ سورٺي ڇند تي آڌاريل آهي." مسودي جي باب ٽئين ۾ ليکڪ شاهه لطيف جي شاعريءَ جي صنفن طور دوهي، سورٺي، دوهي سورٺي ميل ۽ ٻين بيتن جو پيرائتي نمونو ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن کي سنو سمجهايو آهي. اهڙيءَ طرح شاهه لطيف جي وائي پڻ دوهي ڇند ۽ سورٺي ڇند تي ڇيل آهي ۽ ان جو اڪثر وزن دوهي ڇند ۾ پهرين پَد ۾ 11 ماترائون ۽ ٻئي پَد ۾ 13 ماترائون آهي، پر جيئن تہ ڇند جا بہ ڪيترائي قسم آهن ۽ دوهن جو بہ ماترائن ۾ ڪٿي ڪٿي الڳ حساب ٿئي ٿو. شاهه لطيف بہ واين ۾ خاص ڪري ان جي تلهہ ۾ ڪيترائي نوان تجربا ڪيا. اهي سموريون خوبيون هن مسودي جي باب 'شاهه لطيف جي واين جا گهاڙيٽا ۽ موضوع' ۾ ليکڪ تفصيل سان بيان ڪيون آهن، البت ڇندوديا جي علم موجب اهو نہ ٻڌايو آهي تہ 'ماترا' ڇاکي چئجي ۽ اهي ماترائون ڪنهن بيت يا وائيءَ مان ڪيئن ڳڻجن جو انهن جي مقرر وزن جي خبر پوي. "ماترائن جي ڳڻپ جو مدار ٻڙيءَ جي آواز کي ڇوٽي يا ڊگهي ڪرڻ تي آهي. آواز جي انهيءَ ڇوٽائيءَ ۽ گهٽائيءَ ۽ وڪڙڻ کي، اهڙي اکري صورت ۾ آڻڻ ناممڪن آهي جهڙي صورت 'علم عروض' جي نهرايل آوازن کي ڏنل آهي."[12]

"حرفَ ٻوليءَ جي پيڙهہ آهن. حرف ما پَد يا جُزا ٿا جُڙن. مثال آهي

”شاهہ“، اُهو ٻن جُزن مان جُڙيو آهي ’شا‘ ۽ ’هہ‘. ’شا‘ جُزي ۾ ٻہ جرف آهن ش ۽ الف، ’هہ‘ ۾ هڪ جُزو آهي. اهڙي طرح زير زبر وارا ٽين ننڍا جُزا تہ وري حرف علت يعني الف، و، ي، آ وارا ٽين ڊگها جُزا. ننڍين جُزن کي اُچارڻ ۾ ويرم گهٽ ٿي لڳي ۽ ڊگهن جُزن کي اُچارڻ ۾ ويرم (Timing) ڪجهہ وڌيڪ ٿي لڳي. انهيءَ ويرم کي چَون ’ماترا‘. ننڍي جُز جي ڳڻبي هڪ ماترا ۽ ڊگهي جُزي جون ڳڻبيون ٻہ ماترائون. ’شاهہ‘ لفظ ۾ هڪ ڊگهو جُزو آهي ’شا‘ ان جون ٻہ ماترائون ۽ ننڍو جُزو آهي ’هہ‘، جنهن جي هڪ ماترا. ان حساب سان ’شاهہ‘ لفظ جون ماترائون ٽيون ٿي.“[13] ان حساب سان شاهہ لطيف جي بيتن ۽ واين جي وزن کي سمجهي ۽ ڳڻي سگهجي ٿو.

هن مسودي ۾ ليکڪ وائيءَ جي گهاڙيٽي تي صحيح راءِ قائم ڪري ۽ اُن جي وصف بيان ڪري، شاهہ لطيف کان پوءِ لکجندڙ وائيءَ جي اهم شاعرن ۾ روحل فقير، مراد فقير، سچل سائين، صوفي صديق، شاهہ شريف، فتح فقير، غلام رسول فقير، غلام محمد، پير غوث محمد، بيدل سائين، مصري شاهہ، حمل فقير جي ڪلام کي شامل ڪيو آهي.

شايد ليکڪ سندن ڪلام اُن ڪري شامل ڪيو آهي جو اُهو وائيءَ جي گهاڙيٽي تي دوهي ڇند ۽ سورٺي ڇند تي ڇيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب بہ ڪافيون جلد 1 ۾ ڪافين ۾ ٻين شاعرن سان گڏ شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ لطيف جون ’وايون‘ بہ شامل ڪيون هيون، پر ان جو سبب هڪ تہ اُهو هو جو شاهہ عنات ۽ صاحبڏني فاروقيءَ تائين اجا ’وائي ۽ ڪافي‘ الڳ الڳ صنف طور ڪو خاص گهاڙيٽو يا موضوع اختيار نہ ڪيو هو، ٻيو تہ وايون؛ ڪافيءَ جي ئي انداز ۾ ڳايون ٿي ويون، جڏهن تہ مٿي ذڪر ڪيل شاعرن خاص ڪري سچل سائين، روحل فقير، مراد فقير، حمل فقير، بيدل سائين ۽ مصري شاهہ سيني پنهنجي ڪلام کي ’ڪافي‘ سڏيو ۽ لکيو آهي ۽

انهن جي ڪلام جا جيڪي به ڇاپي ۽ قلمي نسخا آهن، انهن ۾ انهيءَ صنف کي 'ڪافين' طور ئي درج ڪيو ويو آهي، ٻي خاص ڳالهه ته سچل سائينءَ کان پوءِ صوفيانه فڪر کي وڌيڪ ڦهلائڻ لاءِ وائيءَ جي جاءِ اچي 'ڪافي' راڳ ۽ ڪافيءَ جي شعري صِنف ورتي هئي ۽ سَچل سائينءَ کان وٺي سمورن صوفي شاعرن جي ڪافين جو لهجو ۽ موضوع نِج صوفياڻو ۽ حسن ۽ عشق جو آهي ۽ انهن ۾ موضوعن جي اها وسعت ناهي، جيڪا شاهه لطيف ۽ ڪانئس پوءِ جي جديد شاعريءَ ۾ وائيءَ جي صنف اندر ملندي. انهيءَ ڪري منهنجو ذاتي خيال اُهو آهي ته انهن شاعرن جي 'ڪافين' کي، پلي پوءِ اُهي وائيءَ جي گهاڙيٽي تي ڇيل هجن، مڪمل وائيءَ جي دائري ۾ آڻي نه ٿو سگهجي.

اهي ته آهن سنڌي صوفيانه 'ڪافيون'، جن کي وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ هٿرادو ڪري ڪٿي قبول به ڪيو وڃي، پر هن مسودي ۾ ليکڪ بُلها شاهه جي ڪافين کي به وائيءَ جي زمري ۾ آندو آهي، جنهن کي مجڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. بُلها شاهه، شاهه لطيف جو همعصر آهي، جنهن وٽ ڪافيءَ جي صنف شاهه حسين وٽان ٿيندي ۽ ڪمال صورت اختيار ڪري اچي پهتي هئي. ميجون ٿا ته شاهه حسين ۽ بُلها شاهه جي ڪافين تي به سنڌ جي صوفيانه فڪر ۽ 'ڪافي راڳ' جو اثر ٿيو، پر جن ڏينهن ۾ اسان وٽ اجا ڪافي يا وائيءَ جا ڪي نوس نمونا نه مليا ها، پنجاب اندر 'ڪافي' صنف پنهنجا پير پختا ڪري چڪي هئي، جنهن جو مثال شاهه حسين جون ڪافيون آهن. بُلها شاهه وٽ به اجا وڌيڪ 'ڪافيءَ' کي عروج مليو ۽ اها صوفيانه فڪر کي پيش ڪرڻ جو اهم ۽ مضبوط ذريعو بڻجي چڪي هئي. بُلها شاهه پاڻ به پنهنجي ڪلام کي 'ڪافيون' چيو آهي ۽ ان جي سمورن شارحن به ان ڪلام کي ڪافيون سڏيو آهي ته پوءِ ان کي 'وايون' شمار نه ٿو ڪري سگهجي.

ڳالهه صرف گهاڙيٽي جي هڪجهڙائيءَ جي ناهي، پنجاب ۾ شاهه

حسين ۽ بُلها شاهه وت سنڌ ۾ سچل سائينءَ کان پوءِ 'ڪافي' پنهنجي گهاڙيٽن جي وسعت ۽ صوفيانہ موضوع ۾ وائيءَ کان الڳ تلڳ بيٺي آهي ۽ اُها ڳالهہ هن مسودي جي ليکڪ بہ بار بار لکي آهي تہ 'وائي' ۽ 'ڪافي' الڳ صنفون آهن، جي ايئن ناهي تہ پوءِ پنجاب جي سمورن شاعرن جي ڪافين کي (بمع شاهہ حسين جي) واين ۾ شمار ڪرڻو پوندو، جيڪي وائيءَ جي گهاڙيٽي تي چيل آهن.

اهڙو ئي هڪ مغالطو ليکڪ کي شاهہ لطيف ڏانهن منسوب هڪ ڪافيءَ متعلق ٿيو آهي، جيڪا جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'شاهہ لطيف جون وايون ۽ ڪافيون' ۾ شاهہ لطيف جي ڪافيءَ طور شامل ڪئي آهي. ڪافيءَ جا ٻول هن طرح آهن:

لائي تہ نماڻيءَ سان نيهُن، دوست ايئن نہ دل مٽجي.
مون ڪان پاليو نہ ٿئي، شوق اوهان جي جو شيهُن،
ماسُ هڏن تان ٿو ڪپجي، الا.

ليکڪ انهيءَ ڪافيءَ کي شاهہ لطيف جي سمورين واين کان منفرد گهاڙيٽي واري 'وائي' قرار ڏيئي لکي ٿو تہ، "ان کي ڪنهن بہ شاهہ جي رسالي ۾ شامل ناهي ڪيو ويو، سواءِ جي. ايم. سيد جي." ۽ ايئن بہ لکي ٿو تہ ان گهاڙيٽي ۾ شاهہ لطيف جي ٻي وائي يا ڪافي بہ نہ ٿي ملي. وري ٿئين هنڌ ساڳي ڪافيءَ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ، "جيتوڻيڪ ان وائيءَ تي اختلاف آهي تہ اها وائي شاهہ لطيف جي ناهي." اصل ۾ هيءَ ڪافي سنڌ جي هڪ خاتون شاعره مائي غلام فاطمه 'لعل' جي چيل آهي. مائي غلام فاطمه لعل (1925ع-1860ع) پنوعاقل جي ڳوٺ "ڪٽن" جي رهندڙ هئي. پيءُ جو نالو 'لعل فقير' هُيس، تنهن ڪري پنهنجن ڪافين ۾ 'لعل' تخلص طور استعمال ڪندي هئي. سندس ڪلام سنڌ اندر تمام گهڻو مشهور ٿيا پر مائي صاحبا

جي شخصيت ڪافي عرصو گمنام رهي. جيئن تہ شاھ لطيف کي بہ عام طور تي 'لعل لطيف' يا 'لعلئون لعل لطيف' چيو ويندو آهي، تنهن ڪري مائي صاحبا جي ڪلامن کي، جن ۾ نالي طور 'لعل' استعمال ٿيل هو، شاھ لطيف ڏانهن منسوب ڪيو ويو. جي. ايم. سيد پنهنجي مذڪوره ڪتاب ۾ مائي صاحبا جو هڪ پيو بہ مشهور ڪلام شاھ لطيف ڏانهن منسوب ڪري ڇڏيو آهي.

ڪير ڪشالا ڪري، تنهن جي محبت وڌو آ مامري.

مائي غلام فاطمه لعل جو اسان جي وڏڙن سان گهڻو اچڻ وڃڻ جو رستو هو. جنهن ڪري اسان جي امڙ بيگم فقيرياڻي سندس ڪيترائي ڪلام ڳايا، جن ۾ اهو ڪلام بہ شامل آهي جيڪو شاھ لطيف ڏانهن منسوب ٿي ويو آهي. اهي ڪافيون اسان جي امڙ کي خود مائي غلام فاطمه لعل وٽان مليون هيون.

هن مسودي ۾ ڄاڻايل مائي غلام فاطمه جي ڪافي، سچل سائينءَ جي اثر ۾ اُسريل انهيءَ ڪافيءَ جو نمونو آهي، جيڪا ٽلھ ۾ ٻپدي ۽ مصراعن ۾ ٽپدي تہ آهي پر اُن ۾ ٻٽو قافيو استعمال ڪيو ويو آهي. ٽلھ جي پهرين پَد ۾ بہ قافيو آهي تہ ٽلھ جي ٻئي پَد ۾ قافيو رکيو ويو آهي. مصراعن ۾ ان جي پهرين ٻئي پَد جو قافيو ٽلھ جي پهرين پَد سان ۽ مصراعن جي ٽئين پَد جو قافيو ٽلھ جي ٻئي پَد سان هم قافيا آهي. مائي صاحبا جي ان ڪافيءَ جو نالي وارو مصرعو هن طرح آهي:

اڱڻ آسروندي‌ءَ جي، ڪري يلايون اچي پيھُ
لعل ايئن نہ دل لُنجي.(14)

ليکڪ باب نائين جي صفحي ڏهين تي ساڳي گهاڙيٽي تي چيل فتح فقير جي ڪافيءَ کي ان جي وائي ۽ نئين تجربي طور ڄاڻايو آهي، جڏهن تہ هُو ان کي شاھ لطيف جي بہ انوکي وائي ڄاڻائي ٿو. ڪافيءَ جو اهڙو گهاڙيٽو

ڪيترن ئي ڪلامن ۾ اسان کي سچل سائين، نانڪ يوسف، دريا خان وٽ بہ ملي ٿو، جيڪي فتح فقير کان اڳ جا شاعر آهن.

هتي اها ڳالهہ بہ واضح ڪندا هلون تہ شاهہ لطيف وائيءَ جي صنف کي جيڪو عروج ڏنو، جيڪي ان ۾ تجربا ڪيا ۽ وائيءَ جي ٻوليءَ ۽ لهجي ۾ 'سنڌي بيت' جي جيڪا خوشبو وڌيڪ نکاري ۽ فڪر جي حوالي سان جيڪي گوناگون مامرا، زندگيءَ جون مختلف وارتائون سو بہ مختلف عوامي داستانن ۽ سُرن ۾ آڻي، سنڌي شاعريءَ کي جيڪو ڪمال عطا ڪيو، ان جو اهو نتيجو نڪتو جو ڪانئس پوءِ سچل سائين ۽ روحل فقير جهڙا شاعر پيدا ٿيا، پر سچل سائينءَ جي 'ڪافيءَ' کان پوءِ سنڌ ۾ اهڙا گهٽ شاعر هئا جن شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ لطيف کان پوءِ وائيءَ جي صنف تي سنجيدگيءَ سان طبع آزمائي ڪئي. نظر ايئن ٿو اچي تہ وائيءَ کان پوءِ ڪافيءَ جي اچڻ سان خاص طور تي ان ۾ سنڌ جي صوفيانہ فڪر ۾ سچل سائينءَ جي مستي ۽ رنديءَ جي لهجي اچڻ سان ان جو ايترو تہ زوردار اثر ٿيو، جو عام طور تي شاهہ لطيف جي وائيءَ وارو بنيادي حسن ۽ تخيل جي وسعت ڄڻ هڪڙي پاسي ٿي وئي. اهوئي سبب آهي جو سچل سائينءَ کان پوءِ اڪثر صوفي شاعرن وٽ 'ڪافي' صرف ۽ صرف تصوف جي عشق مجازي ۽ عشق حقيقيءَ جي چؤگرد ڦِري ٿي، سواءِ نمر فقير، خليفي نبي بخش، شاهہ شريف ياڏائي، فتح فقير، صديق فقير ۽ لاڙ جي ٻين گمنام شاعرن جي، جن پنهنجي ڪلام کي پاڻ وائيءَ جو نالو ڏنو ۽ سندن ڪلام ۾ ان جو گهاڙيٽو، ٻولي، لهجو ۽ موضوعن جي وسعت وائيءَ جي صنف واري آهي.

اڳتي هلي شايد ويهين صديءَ ۾ آيل سنڌي شاعريءَ جو اهو جديد موڙ ئي آهي، جيڪو سنڌي شاعريءَ ۾ ڪافيءَ جي جاءِ تي وائيءَ کي ٻيهر وٺي آيو. هن مسودي جي باب ڏهين ۽ يارهين ۾ ليکڪ جديد سنڌي

شاعريءَ ۾ وائيءَ جي اهم شاعرن ۾ 33هن شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان جي شروعات شيخ اياز ڪان ڪئي اٿائين. انهن بابن ۾ سمورن شاعرن جي وائُن جي جائزي پيش ڪرڻ سان گڏو گڏ انهن تي پنهنجي تنقيدي نگاهه به وڌي آهي، البت اهڙي ترتيب ۾ ليکڪ تحقيقي اصول موجب سينيئر ۽ جونيئر شاعر جو لحاظ نه رکيو آهي، جڏهن ته وائيءَ جي ڪن اهم شاعرن کي به وساري ويو آهي، جهڙوڪ هري دلگير، ولي دائود پوٽو، آغا سليم، انور پيرزادو ۽ درگاهي ميراڻي وغيره. انهيءَ باب ۾ ليکڪ ڪان ڪٿي ڪٿي ڳالهين جو متضاد ورجاءُ به ٿي ويو آهي، جن ڏانهن پيهر ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. مثال طور ان باب جي صفحي 7 تي هُو لکي ٿو ته، ”نياز همايوني پنهنجي هڪ وائيءَ ۾ قافئي سان گڏ رديف رکي نئون تجربو ڪيو آهي“، جڏهن ته صفحي 9 تي نياز همايونيءَ کان به سينيئر شاعر نارائڻ شيام لاءِ پڻ اهائي ڳالهه لکي اٿائين ته هُن به وائيءَ ۾ رديف رکي نئون تجربو ڪيو آهي. وري جڏهن ان باب جي مسودي ۾ آيل وائيءَ جي پهرين شاعر شيخ اياز کي پڙهون ٿا ته ان جي هن وائيءَ ۾ به قافئي سان گڏ رديف شامل آهي.

جهيڙي ۾ جُهونجهار يار، ساٿي سچ اُپار يار
مون من اوهان موهيو
چڻ ڪا ڪَني سچ جي، آه ڪُهاڙيءَ ڌار يار
مون من اوهان موهيو.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته رديف وارو تجربو انهن ٽنهي شاعرن مان سڀ کان پهريان ڪنهن ڪيو. آخر آخر ۾ ليکڪ پنهنجون لکيل چار ’وايون‘ به ڏنيون آهن ۽ انهن لاءِ اها دعويٰ ڪئي اٿائين ته انهن وائُن ۾ هُن اهڙا تجربا ڪيا آهن، جيڪي شاهه لطيف ڪان پوءِ مسودي جي آخري شاعر تائين ڪنهن به نه ڪيا آهن. جيتري قدر ليکڪ جي وائُن جو فني ۽ فڪري تعلق

آهي تہ اُهي ڏاڍيون سھڻيون ۽ جاندار آهن، جن کي جديد سنڌي شاعريءَ جي سُنين 'وايُن' ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو، البت ليکڪ جي اها دعويٰ درست ناهي تہ ڪي اهڙا تجربا اڳ نہ ٿيا آهن. سنڌس وايُن جي خاصيت اها آهي تہ اُنهن ۾ ٽلهہ ۽ مصرعن ۾ ٻٽي قافئي جو استعمال آهي ۽ پڻ ڪنهن وائيءَ ۾ قافئي سان گڏ 'رديف' جو استعمال، جڏهن تہ اِهي ٻئي خوبيون ۽ خاصيتون هن کان اڳ ٻڌايل صوفي شاعرن ۽ جديد شاعريءَ ۾ شيخ اياز، نياز همايوني ۽ نارائڻ شيام ۾ بہ آهن، جن جو ذڪر خود ليکڪ پاڻ بہ ڪيو آهي.

بهرحال وائيءَ جي صنف ۽ شاهہ لطيف جي وائيءَ جي حوالي سان هي مسودو/ٿيسز انتهائي اهم آهي، جنهن ۾ پهريون ڀيرو 'وائي' جي صنف تي ايتري محنت ڪري ليکڪ جَسُ لهڻي، البت جيڪڏهن اسان جي هن تفصيلي راءِ جي روشنيءَ ۾ ان تي وڌيڪ نظرثاني ٿي ۽ سمورن اُٿاريل سوالن ۽ بحث کي هن ۾ شامل ڪيو وڃي تہ 'وائيءَ' جي حوالي سان هي اهم دستاويز ثابت ٿيندو. بهرحال پوءِ بہ اسان سنڌس ڪوشش ۽ محنت کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نہ ٿا سگهون.

30 جولاءِ 2015ع

اختر درگاهي

روهڙي، سنڌ

## حوالا


1. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ'، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 2003ع.
2. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ'، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 2003ع.
3. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'سنڌي ٻوليءِ ادب جي تاريخ'، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 2003ع.
4. پٽي، عبدالمجيد، 'شاهه حسين (ڪلام و ترجمه) اداراه لوڪ ورثه، اسلام آباد، 1987ع.
5. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'ميين شاهه جو ڪلام'، سنڌي ادبي بورڊ، 2010ع.
6. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'ڪافيون (جلد پهريون)'، سنڌي ادبي بورڊ، 1985ع.
7. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'ڪافيون (جلد پهريون)'، سنڌي ادبي بورڊ، 1985ع.
8. سنڌي، عبدالمجيد، ميمڻ، 'سنڌي ادب جو تاريخي جائزو'، روشني پبليڪيشن، 2002ع.
9. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، 'سومرن جي دؤر ۾ سنڌي ادب'، نئين زندگي، مارچ 1972ع.
10. سنڌي، عبدالمجيد، ميمڻ، 'سنڌي ادب جو تاريخي جائزو'، روشني پبليڪيشن، 2002ع.
11. خليل، محمد ابراهيم، 'رهنماءِ شاعري'، 1948ع.
12. جهمٽ مل خوبچند، 'شاهه جي شعر جي بناوٽ تي هڪ نظر'، نئين زندگي، سيپٽمبر، 1991ع.
13. جهمٽ مل خوبچند، 'شاهه جي شعر جي بناوٽ تي هڪ نظر'، نئين زندگي، سيپٽمبر، 1991ع.
14. مائي غلام فاطمه جو ڪلام (قلمي) مملوڪ راقم الحروف.

باب پهريون

# شعر جو ڇيد ۽ ڇندوديا

دنيا ير جي لکت ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. اهي ٻه قسم آهن نظم ۽ نثر. وري لکت جي انهن ٻنهي قسمن ۾ ٻه ڌار ڌار صنفون وجود رکن ٿيون. مثال طور نثر جون صنفون مضمون نويسي، افسانا نويسي، ڪهاڻي يا آکاڻي، ناول نويسي، ڊراما يا ناٽڪ نويسي، (ناٽڪ اول اسٽيج پوءِ ريڊيو ۽ پوءِ ٽيليويزن ناٽڪ) خاڪا نويسي، مزاح و طنز نويسي ۽ سوانح نويسي اچي وڃن ٿيون. اهڙي طرح نظم جون ٻه ڪيتريون ئي صنفون سورٺو، بيت، وائي، گيت، قصيدو، مدح، ڪافي، ڇهه تارو، پنج ڪڙو، نظم (پابند)، آزاد نظم ۽ هاڻ ته نثري نظم پڻ جهجهي تعداد ۾ لکجي ۽ ڇپجي رهيو آهي.

دؤرِ قديم کان وٺي اڄ تائين سنڌي ادب ۾ جيڪي صنفون رائج آهن، اهي جيئن جو تيئن لکبيون اچن ۽ پسند ڪيون وڃن ٿيون، انهن ۾ خاص ڪري دوهو، سورٺو، بيت، وائي ۽ گيت، ڪافي لکجي به رهيون آهن ۽ ڇپجي به رهيون آهن. هونءَ نظم واري لکت جي انهن صنفن جو موسيقيءَ سان به چولي دامن وارو لاڳاپو رهيو آهي ۽ اهو اڄ سوڌو هلندو ٿو اچي.

نظماڻي لکت جي متي ڄاڻايل صنفن جي فني جوڙجڪ پڻ هجڻ جو لازمي امر آهي. هر هڪ صنف جي لکڻ جا ڪي اصول، ماڻ، ماپا ضرور ٿيندا آهن، جيڪي ان صنف جي سڃاڻ بڻبا آهن. هتي اسان جو موضوع جيئن ته 'شاهه لطيف جي وائي ۽ وائيءَ جي اوسر' آهي، تنهن ڪري اسان هتي 'وائيءَ' جي گهاڙيٽي کي واضح ڪرڻ لاءِ هن ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪائيندا سين ته جيئن ته 'وائي' اصل ۾ 'بيت' مان نڪتل آهي ۽ وري 'بيت'، 'دوهو' ۽ 'سورٺو' جي ميلاپ سان جڙيو آهي. اهي ٻئي صنفون يعني 'دوهو' ۽

’سورٺو‘ قديم زماني کان هلندو ٿو اچي. شاعريءَ جي ڄاڻن ’دوهو‘ ۽ ’سورٺو‘ جي لکڻيءَ جي فن کي ’ڇندوديا‘ ڪوٺيو آهي.

اسان هتي عام پڙهندڙن ۽ شاعريءَ سان لڳاءُ رکندڙن جي ڄاڻ خاطر ’دوهو‘، ’سورٺو‘ ۽ ’بيت‘ جا مثال ڏيڻ پسند ڪنداسون.

دوهي جو مثال:

ڪاني لاڳي پريم ڪي، ڪس سون ڪهي نہ جاءِ،
گونگي نون سپنا پيو، پڇت پڇت تن ماءِ.
(ڪبير داس)

ماترائون: 24=11+13
24=11+13

سورٺي جو مثال:

سوڍي ستي لوءِ، مون سين جا ڳالھ ڪئي،
ساجي پڌر پوءِ، تہ سرتيون ڪامَ سمهي.
(بلوچ، سُر مومل راڻو 5/12)

ماترائون: 24=13+11
24=13+11

دوهو سورٺو ميل:

راڻو رات وئو، ڪري ڳالھ ڳجهني،
تنهن سان مَن منجهي، مون پيو مامري.
(بلوچ، سُر مومل راڻو 5/10)

ماترائون: 21=10+11
21=10+11

’بيت‘ جي بيهڪ ’دوهو-سورٺو‘ يا ’سورٺو-دوهو‘ ميل سان

جوڙيو، پر ان ۾ ٻن کان وڌي پنجن ڇهن يا وڌ تڪن تائين بہ بيت ۾ آنديون ويون. پنهي گهاڙيٽن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

دوهو-سورٺو ميل بيت جو مثال:

دل ڏوتائين دک سين، ڏاڳا هڏِ نہ ڏوءِ،
لاهوتي لطيف چئي، روحان اندر روءِ،
ڪونہ ڏٺو سون ڪوءِ، سنياسي ۽ سورري. [3]
(بلوچ، سُر پورب 2/17)

هي سڄو بيت ڇيل آهي 13-11 ماترائن تي.

سورٺو-دوهو ميل جو مثال:

جوڳيءَ تي جڙاءُ، نسورو ئي نينهن جو،
پتنگ جيان پيدا ٿيو، سامي سچ وڙاءُ،
آيو ڪاڪ تڙاءُ، ڪنوارين ڪڪوريو. [4]
(بلوچ، سُر راڻو 1/11)

’ڇندوديا‘ ۾ حرفن يا آوازن جي ڳڻپ ڪي ڇئبو آهي. هڪ حرف يا آواز کي ’ماترا‘ چيو ويندو آهي. ”ڇند جا اصول هڪ حرفي ۽ ٻہ حرفي ٿيندا آهن، ان جي اڪائيءَ کي ’ڇندوديا‘ ۾ ’ماترا‘ چيو ويندو آهي.“[5] ان جا مثال هن ريت ڏنا ويندا آهن، ’ا‘ هڪ ماترا ڇئبي ۽ ’آ‘ ٻہ ماترائون ڳڻبيون آهن. ماترائون ٻن قسمن جون ٿينديون آهن: هڪڙي ’لگهہ‘ ٻي ’گر‘ يا ’ديرگهہ‘ سڏبيون آهن، انهن لاءِ جيڪي نشانيون طئي ٿيل آهن، لگهہ: ’^‘ ۽ گر ’_‘.

سنڌي ٻوليءَ ۾ جيئن تہ ’دوهو‘ يا ’سورٺو‘ سنسڪرت يا هنديءَ مان آيو آهي، تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ شروعاتي ادب ۾ ’دوهو‘ ۽ ’دوهڙو‘ يا ’سورٺو‘ ئي شاعراڻيون صنفون بڻيون.

'دوهي' ۽ 'سورٺي' ۾ ٻہ ستون يا ٽکون ٿيندڙيون آهن، هر هڪ ست ۾ ٻہ 'پد' ۽ ڪُل چار پد ٿيندا آهن. 'پد' دراصل ست يا ٽڪ جي وچ ۾ اڌ ۾ ايندو آهي، ان ڪي 'وشرام' سڏبو آهي.

سنڌ جي اوائلي شاعري اڪثر ڪري 'دوهي' ۽ سورٺي' جي صورت ۾ ملي ٿي. ٻنهي صنفن جي فني بيهڪ هڪ ٻئي جي ابتڙ آهي. دوهي جي ڇئن پدن ۾ تيرهن واڌو يارنهن ماترائون ٿينديون آهن، اهڙي طرح دوهي جي پهرئين ۽ ٽئين پد ۾ تيرنهن تيرنهن ماترائون ۽ ٻئي ۽ چوٿين پد ۾ يارنهن يارنهن ماترائون ٿينديون آهن. اهڙي ئي ابتي بيهڪ واري شعر ڪي سورٺو سڏبو آهي. دوهي جي بيهڪ هن ريت هوندي.آهي.(6)

دوهو:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 13 | + | 11 | = | ڪُل 24 ماترائون |
| 13 | + | 11 | = | ڪُل 24 ماترائون |

تيرهن واڌو يارنهن يعني چوويهہ ماترائون هر هڪ ٽَڪ ۾ ٿين، ائين پورن ڇئن پدن ۾ 48 ماترائون ٿينديون.

سورٺو:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 11 | + | 13 | = | ڪُل 24 ماترائون |
| 11 | + | 13 | = | ڪُل 24 ماترائون |

هن جي گهاڙيٽي ۾ پهريون ۽ ٽيون پد، يارنهن يارنهن ماترائن جو ۽ ٻيو ۽ چوٿون پد تيرنهن تيرنهن ماترائن جا ٿيندا آهن. هن ۾ پڻ ڪُل ماترائون 48 هونديون آهن.

ان جو مطلب اهو وجي بيهندو تہ 'دوهي' يا 'سورٺي' جي ٻنهي ٽکن ۾ ماترائن جو جوڙ 48 بيهڻ گهرجي، پر سنڌ ۾ جڏهن نظم جو اهو گهاڙيٽو وارد ٿيو تہ انهن جي ماترائن ۾ ڪجهہ گهاٽ ۽ ڪجهہ واڌ پڻ ٿيل ڏسڻ

۾ اچي ٿي. اسان شاهه لطيف جي شاعريءَ مان هڪ 'سورٺا' مثال طور پيش ڪرڻ چاهينداسون.[7]

نهائينءَ کان نينهن، سک منهنجا سپرين، (11+12) ماترائون
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري. (11+12) ماترائون

هن سورٺي جي پهرئين پد ۾ ته يارنهن ماترائون آهن، پر ٻئي پد ۾ ٻارنهن ماترائون ٿيون بيٺيون. اهڙي طرح ٻي تڪ يا ٽئين پد ۾ وري ڏهه ماترائون ۽ چوٿين پد ۾ ٻارنهن ماترائون ڪتب آندل آهن. اهڙي طرح هن سورٺي ۾ ڪُل پنجيتاليهه ماترائون ٻيهاريون ويون آهن. فني ڳڻپ موجب اٺيتاليهه ماترائون هئڻ گهربيون هيون.

ويچارا وايوڙ، سدا شاڪر سوز سين،
تاٽين مٿي توڙ، اوڙي ڪن نه آسرو.

اهڙيءَ طرح هن سورٺي ۾ به ڪُل چوئيتاليهه ماترائون ٻيهاريون اٿس.

هاڻ اسان سنڌي ٻوليءَ جي جديد شاعر نارائڻ شيام جي دوهي جو مثال پيش ٿا ڪريون.[8]

پيچ پني دل دک پني، ماڪ پنا رابيل، = (13+11)
شيام اکيون ڳوڙهن پنيون، سرس سڪڻ جي ويل. = (13+11)

نارائڻ شيام جو هي دوهو، پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ۾ بيساخته به آهي پر اهو فني لحاظ کان به مڪمل دوهو آهي ۽ ان ۾ ٽوٽل 48 ماترائون ڪتب آيل آهن.

جهڙيءَ طرح عربي ٻوليءَ ۾ شاعراڻين صنفن لکڻ لاءِ 'علم عروض' جا قائدا قانون ٺيندا آهن ۽ انهن قائدن قانونن ۾ مٿاسٽا يا گهاٽي واڌاري سان مختلف قسم جا ماپا يا گهاڙيٽا جوڙي سگهبا آهن، انهن کي ارڪان ڪوٺبو آهي. اهڙي قسم جي عروض ۾ ڪُل اٺ ارڪان آهن، تهڙيءَ طرح ''ڇندوديا' ۾ وري رڪن کي 'گڻ' چيو ويندو آهي. هر 'گڻ' ٽن ٽن

ورنت (اصولن) جو مجموعو هوندو آهي، پر انهن جي ترتيب هڪ جهڙي نہ هوندي آهي. 'ورنڪ گن' انهن قسمن جا ٽيندا آهن."(9) اهي اصول ڏهن قسمن جا آهن.

سنڌ ۾ جڏهن 'دوهو' وارد ٿيو تہ اسان جي ڪلاسيڪي شاعرن ان جي ماترائن ۾ واڌارو يا گهاٽو ڪري لکيا جو سنڌي ٻوليءَ ۽ سنسڪرت يا هندي ٻولي لپيءَ جا اصول پاڻ ۾ سؤ سيڪڙو هڪجهڙائي نٿا رکن. شاهہ لطيف جو هي دوهو ڏسو.(10)

ڪڏهن پئجي ڪن ٿي، ڪڏهن ٿيجي وات،
ڪڏهن ٿيجي ٻڪرو، ڪڏهن ٿيجي ڪات.

هن دوهي جي پهرئين ۽ ٽئين پد ۾ ٻارنهن ٻارنهن ماترائون ۽ ٻئي چوٿين پد ۾ يارنهن يارنهن ماترائون ڪتب آندل آهن، يعني دوهي جي هر هڪ تڪ ۾ ٽيويهہ ٽيويهہ ماترائون آيل آهن، تنهن ڪري دوهي ۾ ڪُل ڇائيتاليهہ ماترائون ٻيهن ٿيون.

حرفن ۾ ماترائون ڳڻپ ويل ڪجهہ اهڙا حرف آهن جيڪي ڪيرايا ويندا آهن، جيئن، "حرف 'ر' لفظ جي وچ ۾ يا آخر ۾ اچي تہ اهو ڪرايو ويندو آهي. حرف 'ل' متحرڪ حرف کان پوءِ اچي تہ اهو اڪثر ڇندن ۾ ڳڻيو نہ ويندو آهي. حرف 'و' جڏهن ڪنهن ٻئي متحرڪ حرف سان ملي اچي تہ ان کي شمار نہ ڪيو ويندو. حرف 'ي' ڪنهن اڳئين نصف حرف سان گڏجي استعمال ٿئي تہ ان کي ڪيرايو ويندو آهي. ڪڏهن 'ڪش' کي اُچار جي لحاظ کان 'لگهو' ماترا ڳڻيو ويندو. (سنڌيءَ ۾ اهڙي صورت ڪانهي)."(11)

'دوهي' يا 'سورٺي' جي پدن کان پوءِ جيڪو اڌ دم ٿو اچي، ان کي 'وشرام' چيو ويندو آهي، پر جنهن شعر جي چرنن ۾ 'وشرام' آيل نہ هوندو آهي تہ، "ان کي 'ڪويتي'، 'ينگ' ۽ 'دوش' چيو ويندو آهي. ان کي شعر

جو عيب ڇيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ ڪري شعر جو رسُ رچاءُ ختم ٿي ويندو آهي."[12] ڇند جا 36 قسم اصل آهن ۽ وري انهن ۾ ماترڪ گهٽ وڌائيءَ ۽ چرنن جي گهٽ وڌائيءَ سان انيڪ قسم جوڙي سگهجن ٿا.

'دوهي' ۽ 'سورٺي' جي سڃاڻ پڻ پدن ۾ قافئي جي بيهڪ مان پئجي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ تہ دوهي جي ٻئي ۽ چوٿين پد ۾ قافيو ٿيندو آهي، پر سورٺي ۾ وري ڪافيو پهرئين ۽ ٽئين پد ۾ ايندو آهي، جن جا مثال شاهہ لطيف جي شاعريءَ مان هيٺ ڏجن ٿا.

سامي مڙهي سنڌياءِ، سامهين مونِ سِيل تي،
اي تان ڪوهہ اڏياءِ، جان نانگا وڃيين نڱئو.[13]
(بلوچ، سُر پورب 2/10، ص: 306)

نارائڻ شيام سنڌي ٻوليءَ جو رڄُ شاعر آهي، سندس شاعريءَ مان مثال ڏجي ٿو.

مثال دوهو:

پيڇ پني، دل دک پني، ماڪ پني سُرهاڻ،
پاند پڇايان ڪانڌ جو، جيڪر لڙڪن ساڻ.[14]
(نارائڻ شيام)

هن دوهي ۾ ستيتاليهہ ماترائون آنديون اٿس، صرف هڪ ماترا جي ڪوٽ اٿس.

اهڙيءَ طرح شروعاتي دؤر ۾ وائي بہ متين ٻنهي صنفن جي سهاري لکي ويندي هئي، جنهن ۾ شاهہ لطيف 'گائن وديا' جي لحاظ کان ماترڪ ڦير گهير ڪري مختلف گهاڙيتا ناهيا. جيڪي سنڌي شاعريءَ ۾ اڄ تائين مشهور آهن. هاڻ تہ عام جام وائيون لکيون ٿيون وڃن، پر هاڻ انهن ۾ موضوع جي تبديليءَ سان گڏوگڏ فني فقدان پڻ ڏسڻ ۾ ايندو. باقي بيهڪ جي لحاظ کان اهي وايون ضرور ڪونبيون.

## حوالا


1. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهه جو رسالو (مستند)، ڇاپو پهريون، سُر راڻو، داستان 5، بيت 12، ص: 261، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2009ع.
2. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهه جو رسالو (مستند)، ڇاپو پهريون، سُر راڻو، داستان 5، بيت 10، ص: 261، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2009ع.
3. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهه جو رسالو (مستند)، ڇاپو پهريون، سُر پورب، داستان 2، بيت 17، ص: 307، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2009ع.
4. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهه جو رسالو (مستند)، ڇاپو پهريون، سُر راڻو، داستان 1، بيت 11، ص: 254، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2009ع.
5. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، ڇاپو پهريون، ص: 31، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.
6. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، ڇاپو پهريون، ص: 45، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.
7. شاهه جو رسالو، ساڳيو.
8. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، نارائڻ شيام (پيچ پني)، ص: 500، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.
9. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، نارائڻ شيام (پيچ پني)، ص: 33، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.
10. شاهه جو رسالو، ساڳيو.
11. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، ڇاپو پهريون، ص: 35، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.
12. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، ڇاپو پهريون، ص: 36، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.
13. لغاري، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهه جو رسالو (مستند)، ڇاپو پهريون، سُر پورب، داستان 2، بيت 10، ص: 306، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2009ع.
14. سنڌي، ميمڻ، عبدالمجيد، ڊاڪٽر، بيت (سٽاءُ ۽ اوسر)، نارائڻ شيام (پيچ پني)، ص: 500، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع.

باب پيو

# ادب ۾ شاعريءَ جي اهميت

هن ڪائنات ۾ انسان جي اوسي پاسي جو ڪجهه جُڙي ۽ ڊهي ٿو، جو ڪجهه انسان سان وهي واپري ٿو، جو ڪجهه انسان ڏسي وائسي ٿو، اجا به ڪٿي ايئن چئجي ته انسان سان پاڻ به جو ڪجهه لاڳو ٿئي ٿو، اهو هر حساس انسان جي دل ۽ ذهن تي اثرانداز ٿئي ٿو، جيئن غم، خوشي، سونهن، منظر، مختلف طور طريقن سان زندگي گهارڻ جو ڍنگ ۽ رنگ، پيار، پنهنجائپ، ڏک، ظلم ستم، پوءِ اهي پنهنجي ذات سان لاڳاپيل هجن چاهي ڪائنات جي ڪنهن به ڪنڊڪڙڇ ۾ هم ذات تي وهندڙ هجن. حساس دل رکندڙ انسان پنهنجي سمجهه ۽ ڄاڻ مطابق انهن احساسن ۽ اُڌمن کي پنهنجي هم ذات سان ونڊڻ چاهيندو آهي. انهن جي ڄاڻ ۾ اضافو ڪرڻ لاءِ جا به تحرير لکي ٿو ۽ ان کي لفظن جو اهڙو جامو پهرائي ٿو، جنهن کي هر پڙهندڙ پنهنجي دل جو آواز سمجهي ٿو. سندس مشاهدي ۾ آيل ڪي وارداتون، ڪي ڏٺل منظر بيان ڪري ته اهڙي لکت ادب جي دائري ۾ اچي ٿي.

”ادب اهو علم آهي (علم ادب) جنهن ۾ لغت، تاريخ، فلسفي وغيره عموماً ۽ نثر توڙي نظم ۽ انهن جا قائدا ۽ قانون (خصوصاً بيان، معاني، بليغ، عروض، قوافي) سڀ اچي وڃن.“(1)

مٿي ڄاڻايل حوالي جي لحاظ کان ادب اهو علم آهي، جيڪو پاڻ ۾ نه صرف لطيف جذبات پر تاريخي واقعات، علم عروض يا ڇندوديا کي سليس، سلوڻو ۽ سهل ڪري پيش ڪري ٿو، جنهن مان زندگي ڪيئن آهي؟ ڪيئن گهارجي؟ زندگيءَ کي ڪيئن هئڻ گهرجي؟ زندگي ڪيئن هليي رهي آهي؟ ان ۾ نياءُ آهي يا انياءُ آهي، سونهن آهي يا بدنمائي. اهڙي ڪنهن وارتا

کي کولي بيان ڪرڻ کي ادب جي علم جي دائري ۾ آڻي سگهجي ٿو.

ادب کي انگريزي ٻوليءَ ۾ Literature چيو ويندو آهي. ان لفظ کي هيئن واضح ڪيو ويو آهي:

"A body or written works. The name is often applied to those imaginative works of Poetry and Prose distinguished by the intentions of their author and the excellence of their execution. Literature may be classifying according to variety of systems, including language, national, origin, historical period, genre and subject matter."(2)

علم ادب پنهنجو پاڻ ۾ هن ڪائنات ۾ هر جُزي کي سمائي ٿو سگهي، جنهن ۾ تاريخي واقعات، ٻولي، ثقافت، قومي اصليت ۽ انهن سان لاڳاپيل ڳالهين کي سهٽي پيرائي ۾ پيش ڪرڻ جي ڏانءَ کي ۽ ان ڏانءَ کي ٻين تائين پهچائڻ، جيئن جو تيئن پهچائڻ، ان جي پسمنظر ۽ پيش منظر تائين پڙهندڙن جي رسائي ۽ هن تائين پهچ ادب جو علم آهي. دنيا ۾ اهڙي ڪابہ قوم ڪانهي، جنهن کي پنهنجي ٻولي ۽ پنهنجي ٻوليءَ جو اِدب، پوءِ اهو لکت ۾ هجي يا سيني در سيني ياد ٿوٽڪا ۽ نظير بہ ادب جي دائري ۾ اچي وڃن ٿا. "نسليت جي اعتبار سان ڪنهن بہ گروهہ جي نظرين، جذبن ۽ احساسن ذريعي زندهہ رهي ٿي، پر نفسياتي توڙي ظاهري لحاظ سان اها انهن ڳالهين ۽ ڪهاڻين، نقلن ۽ نظيرن رستي محفوظ رهي ٿي، جيڪي ان گروهہ ۾ رائج آهن. اهي آکاڻيون ۽ ٽوٽڪا ساڳئي وقت علم ادب جو حصو آهن. انهيءَ لحاظ سان جيڪڏهن علم کي جيارڻو آهي، پوءِ ضروري آهي تہ قومي ياداشت جو اهو سرمايو محفوظ ڪيو وڃي."(3)

مٿئين حوالي ۾ چيو ويو آهي تہ قومون پنهنجي نسل جا ٽوٽڪا ۽ نظير نسل در نسل ياد رکنديون آهن، جيئن اهي محفوظ رهي سگهن، پر انهن وسيلي سندن نسلي تاريخ ۽ ادبي تاريخ جو دارومدار رهي سگهي.

ادب جون ٻه وڏيون شاخون آهن، هڪڙو نثر ٻيو نظم. دنيا جي هر خطي، نسل ۽ قوم وٽ پنهنجو ادب انهن ٻنهي شاخن ۾ ورهايل آهي، جڏهن ته ”سنڌي جي حالت نظم کان بلڪل مختلف آهي، ڪيس اجا حال ۾ ترقي حاصل ٿي آهي ۽ منجهس انگريزي نثر جهڙي صفائي ۽ بي تڪلفي پيدا ڪانه ٿي آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌ لکندڙن سادي ۽ بي تڪلف نثر لکڻ کان احترار (پاسو) ڪيو ۽ پنهنجي سڄي طاقت اهڙي مذهبي شاعريءَ ۾ ضايع ڪيائون، جا زبان جي خوبي ۽ لطافت کان خالي آهي.“(4)

انهيءَ حوالي جي لحاظ کان نثر جي تاريخي تمام ويجهي ماضيءَ کان شروع ٿئي ٿي، جنهن جو وڏو خالق مرزا قليچ بيگ (1929ع-1853ع) آهي، جنهن جا جهوني ۾ جهونا نثر جا نمونا اسان جي موجوده عربي لپيءَ ۾ ملن ٿا. پر نظم جي تاريخ ڪافي پراڻي آهي، جا شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ (944ع-1032ع) کان ملي ٿي.

شاعريءَ جي دائرو ڪافي وسيع آهي، جنهن ۾ اسان کي ڪيترين ئي صنفون ملن ٿيون، جيئن نثر ۾ جيڪي لکڻيون شامل آهن، انهن ۾ قصا، ڪهاڻيون، ناول، مضمون ۽ ادب لطيف جا نمونا موجود آهن، سوانحي ادب پڻ نثر جي مقبول شاخ آهي. خط ۽ تقرير جو فن به نثر ۾ شامل آهي. تهڙيءَ طرح وري نظم يا شعرن جون به ڪيترين ئي صنفون رائج آهن، انهن ۾ دوهو، سورٺو، بيت، وائي، ڪافي، غزل، نظم، مناجات، مدح، نوحو، مرثيو، مولود يا نعت، قصيدو، مثنوي، مسدس، مخمسي، ترائيل، هائيڪو، سينگار، بيت، نڙبيت، ڏٺ، ڏهس، ٽيهه اکري، آزاد نظم ۽ نثري نظم چيا وڃن ٿا.

سنڌي شاعريءَ ۾ به آڳاٽو شعر ئي مليو آهي، ان حد تائين جو مخدوم ابوالحسن (1165هه)، مخدوم ضياءُ الدين (1171هه) جي مذهبي لکت به

شاعريءَ ۾ آهي ۽ ان کان پوءِ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي (1739ع-1778ع) ڪيترائي طويل نظم الف اشباء سان لکيا. سنڌي شاعري سمن ۽ سومرن جي دؤر کان ٿيندي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤرن ۾ عروج تي پهتي. هن دؤرن يعني سمن ۽ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ هڪ اهڙو شاعر پيدا ٿيو، جنهن پنهنجي شاعريءَ يعني سنڌي شاعريءَ کي اهڙو عروج بخشيو، جنهن جي خيال جي پرواز کي دنيا ڀر جي شاعرن کي پار ڪرڻ جي جرئت ٿي نہ ڪئي. اهو هو اسان جو شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي تارڪ ڀٽائي جو 1690ع کان 1752ع ۾ ٿي گذريو، جنهن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي سمورين حسناڪين کي پنهنجي شاعريءَ ۾ جاءِ ڏني.

"منجهس سنڌ جي زمين ۽ آسمان جو قدرتي حسن چمڪي ٿو ۽ پڻ سرزمين جا ڇلڪندڙ درياءَ موجون ماريندا نظر اچن ٿا. اهو ڪٿي روماني، ناصحانہ ۽ روحاني بہ آهي. شاهہ جي شاعري اخلاقي آهي، پر سندس ترنم ۽ تشبيهات منجهان ذهني سُرور حاصل ٿئي ٿو. شاهہ لطيف ڏوهيڙي جي صنف ڪمال درجي تي پهتل آهي. شاهہ لطيف هڪ ٻي صنف ايجاد ڪئي، جا آهي 'وائي' يا 'ڪافي'."(5) شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ ان وقت مروج شاعراڻين صنفن يعني دوهو، سورٺو، بيت ۽ وائي لکي، هو پنهنجي شاعريءَ کي پاڻ ئي ڪا ڪوشش نہ ٿو ڪري پر "هن پنهنجي شعر کي 'نياپو' ڪري سڏيو ۽ سندس شعر جي هر هڪ مصرع بنا ڪنهن خاص تنقيد جي ڳائجي رهي آهي."(6)

دنيا ڀر جي ادب جي شروعات نظم سان ٿئي ٿي، اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ادب جي شروعات نظم يا شعر سان ئي ملي ٿي. نثر تہ اسان وٽ گهڻو پوءِ يعني انگريزن جي دؤر ۾ متعارف ٿيو. "هيءَ ڳالهہ بہ پڌري آهي تہ ڪنهن بہ ملڪ جو ادب Literature يا علم ادب شعر سان ئي شروع ٿيل

آهي ۽ اهو شعر سادو ۽ قصي جي نموني ۾ هوندو هو، جنهن کي انگريزيءَ ۾ بلئڊ (Ballad) ڪري سڏيندا آهن. انهيءَ جو سبب هي آهي جو شعر ۾ ڏنل مضمون وڻندڙ، ياد ڪرڻ ۾ سولو لڳندو آهي."[7] اڳتي هلي ساڳيو ليکڪ لکي ٿو ته، "شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي وقت ۾ ڪئين شاعر ٿيا هوندا پر انهن جو ڪلام ڪتابي صورت ۾ نه آيو. سنڌ جا حاڪم سومرا ۽ سما ته صفا سنڌي ٻٽجي ويا هئا، انهن حاڪمن ۽ اميرن جي ڪچهرين ۾ پٽ ۽ پان فقير سادي سنڌي شعر ۾ جهونيون تاريخي ڳالهيون ۽ نقل نظير ڳائيندا هئا."[8]

حاصل مقصد ته ادب ۾ شاعريءَ جي اهميت ان ڪري وڌيڪ چئي وڃي ٿي جو نثر جي ڀيٽ ۾ نظم يا شعر انساني ذهن تي ترت اثرانداز ٿي سندس يادگيرين ۾ گهر ڪري ويهي ٿو رهي. شعر جيترو سادو سلوڻو، سهل ٻوليءَ ۾، خوبصورت تشبيهات ۽ محاورن سان سينگاريل هوندو، اوترو گهٽ کان گهٽ ماڻهن جي يادگيريءَ ۾ سمائجي سگهندو، اهو ئي سبب آهي جو ڪيترائي ڳائڻا تمام ٿورو پڙهيل ۽ ڪي ته اصل پڙهيل نه به هئڻ جي باوجود شعر جيڪو سندس ذهن ۽ دل تي گهرو اثر ڪندو آهي، اهو ڪين جيئن جو تيئن ياد ٿي ويندو آهي ۽ اهو ڪڏهن به وساري نه سگهندا آهن. اهڙا مثال اسان اڳيان ڪيترائي موجود آهن. ادب ۾ شاعريءَ جي اهميت آهي ئي ان ڪري جو شاعري هر خاص ۽ عام ماڻهوءَ تي هڪ جيترو ۽ هڪجهڙو اثرانداز ٿي، سندس شعور مان اُڪري لاشعور ۽ تحت شعور ۾ گهر ڪري ويهي رهندي آهي ۽ ڪڏهن گفتگو يا هيڪلائيءَ ۾ انساني ذهن ۽ دل کي سُرور بخشيندي آهي.

## حوالا

1. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، سنڌي لغات، جلد پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1995ع، ص: 154.

2. The New Encyclopedia Britannica, Vol. 7, Ed. 15, 1988, p. 398.
3. قاضي، علامہ آءِ. آءِ.، 'علم ادب جي ترقيءَ جا طريقا'، تقرير، سنڌي لازمي 11 ۽ 12 ڪلاس لاءِ، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو، 2010ع، ص: 70.
4. دائود پوٽو، عمر بن محمد، ڊاڪٽر، 'سنڌ جون اڳوٽيون روايتون ۽ علم ادب'، سنڌي لازمي 11 ۽ 12 ڪلاس لاءِ، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو، 2010ع، ص: 34.
5. دائود پوٽو، عمر بن محمد، ڊاڪٽر، 'سنڌ جون اڳوٽيون روايتون ۽ علم ادب'، سنڌي لازمي 11 ۽ 12 ڪلاس لاءِ، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو، 2010ع، ص: 31.
6. قاضي، علامہ آءِ. آءِ.، 'دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر شاهہ لطيف'، سنڌي لازمي 11 ۽ 12 ڪلاس لاءِ، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو، 2010ع، ص: 79.
7. ميمڻ، محمد صديق، خانبهادر، 'سنڌي ادبي تاريخ'، ڇاپو ٻيو، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2005ع، ص: 31.
8. ميمڻ، محمد صديق، خانبهادر، 'سنڌي ادبي تاريخ'، ڇاپو ٻيو، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2005ع، ص: 31.

باب ٽيون

# شاهہ لطيف جي شاعريءَ جون صنفون

سنڌي ٻوليءَ کي هڪ اهڙو شاعر نصيب ٿيو، جنهن سنڌي شاعريءَ کي معراج تي رسائي ڇڏيو. اهو آهي اسان جو مهاڪوي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي. سندس شاعريءَ جو پورو بياض 'شاهہ جو رسالو' جي نالي اڄ بہ موجود آهي. سندس رسالي ۾ هزارين بيت ۽ سوين وائيون تہ ضرور آهن، پر ڪيترن ئي يادگيري جي پختن ماڻهن جو چوڻ آهي، تہ شاهہ لطيف جي شاعري اڃا بہ گهڻي آهي، جيڪا ڇاپي يا دستخطي رسالن ۾ اچڻ کان رهجي وئي آهي. اهڙن ماڻهن ۾ رزاق آباد جا سيد، خاص ڪري سيد عبدالغفور شاهہ ۽ بدين جا ڪيترائي جَت قوم جا فرد آهن، جن جو چوڻ آهي تہ اهي نسل در نسل شاهہ لطيف جي شاعري ياد ڪندا ايندا آهن. اهي واقعي اهڙا بيت ٻڌائيندا آهن، جيڪي اسان ڪنهن بہ ڇاپي يا دستخطي رسالي ۾ ڏسي نہ سگهيا آهيون، يعني اهي بيت رسالي ۾ موجود ئي ناهن. اهڙا بيت محققن کي هٿ ڪرڻ گهرجن ۽ انهن جي پرک ڪرڻ گهرجي تہ انهن ۾ ڪيتري سچائي آهي، باقي رهي ڳالهہ تہ هنن وٽ اهڙا بيت آيا ڪٿان؟ جنهن جي جواب ۾ هنن جو چوڻ آهي تہ ڪين پنهنجي وڏڙن پاران اهو چيو ويو هو تہ اهي بيت ڪين پاڻ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ٻڌايا هئا.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي محققن جي چوڻ مطابق تہ هن سڄي سنڌ گهمي هئي ۽ مختلف وٿاڻن تي مختلف وقتن تي ويندو رهيو آهي ۽ اُتي جي ماڻهن سان ڏينهن ۽ راتيون گذاريون هئائين تہ انهن سان ڪچهرين دوران شاعري پڻ ٻڌائي هوندائين، جا ٽڙيل پکڙيل يعني مختلف ماڻهن جي سينن ۽ ذهن جي يادگيرين ۾ رهجي وئي، جيڪي گنج گڏ ڪندڙن کي حاصل ٿي نہ

سگھيا ھئا. بھرحال اھي بيت حاصل ڪري ۽ انھن کي پرک جي ڪسوٽيءَ تي آٽي طئہ ڪرڻ گھرجي، پوءِ جيڪڏھن انھن ۾ حقيقت نظر اچي تہ اھي بيت بہ رسالي جي نئين سڌاريل ڇاپي ۾ شامل ڪجن.

شاھ عبداللطيف ڀٽائي بہ پنھنجي ٻولي ۽ ڌرتيءَ جي ماضيءَ جي ھڪ مضبوط ڪڙي آھي، ڇاڪاڻ جو شاھ لطيف کان اڳ وارن دؤرن ۾ بہ سنڌي شاعريءَ جا اھڃاڻ اسان کي ملي چڪا آھن، جنھن جو وڏو مثال شاھ لطيف جو تڙڏاڏو شاھ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو (944ھ-1032ھ) جو مستند رسالو اسان وٽ موجود آھي، جنھن جو ڪلام سندس ھڪڙي مريد محمد رضا ٺٽويءَ پنھنجي ڪتاب 'بيان العارفين و تنبيح الغافلين' ۾ قلمبند ڪري محفوظ ڪري ڇڏيو ھو. انھيءَ کان پوءِ بہ اسان جي سنڌي زبان ۾ شاعرن جي ھڪڙي کيپ آھي، جيڪا شاھ لطيف کان اڳ يا سندس دؤر ۾ ھلندي پئي آئي آھي.

جيئن تہ مٿي چيو ويو آھي تہ ھر دؤر جو ڏاھو يا شاعر پنھنجي ماضيءَ جي ھڪڙي ڪڙي ٿيندو آھي، تيئن شاھ لطيف بہ پنھنجي ماضيءَ جي شاعراڻي زنجير جي ھڪ مضبوط ڪڙي آھي، پر ھن پنھنجي شاعريءَ ۾ ماضيءَ جي زنجير جي صورت ئي بدلائي ڇڏي.

”سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري (944ھ-1032ھ) جي شاعريءَ جو دامن ايترو تہ وسيع نہ ھو، رڳو ايڪانوي بيت، ۽ مثلث ۽ ھڪ نظم آھن، منجھن جن جذبات، خوبصورتيءَ ۽ صوفيانا رنگ جون سڀ شيون موجود آھن. انھن مان بيت يا ڏوھيڙا جن جي وڌيڪ ترقي ۽ تڪميل ھڪ سؤ سالن کان پوءِ شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ ھٿان ٿي، سي پنھنجي ڪامل صورت ۾ ملن ٿا.“[1]

شاھ لطيف کان اڳ وارن شاعرن وٽ اڪثر دوھو ۽ سورٺو جي صنف وڌيڪ ملي ٿي، پر شاھ لطيف پنھنجي شاعريءَ ۾ جيڪي صنفون استعمال ڪيون آھن، انھن ۾ دوھو، سورٺو، دوھو-سورٺو ميل (پر ھن صنف

ڪي الڳ عنوان نہ ڏنو ويو ۽ ان کي بہ بيت ئي سڏيو ويو) بيت ۽ 'وائي' لکي آهي. سندس واين جو 'شاهہ جو رسالو' ۾ تعداد ٽي سؤ کان مٿي آهي، پر محترم جي. ايم. سيد پاران 'شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ ڪافيون' جي عنوان سان سهيڙيل ڪتاب ۾ 463 وايون ۽ ڪافيون ڏنل آهن. هتي اول اسان شاهہ لطيف جي رسالي ۾ ڪتب آندل صنفن جا مثال ڏيڻ پسند ڪنداسون جيئن خبر پوي تہ شاهہ لطيف ڪهڙيون ڪهڙيون صنفون پنهنجي رسالي ۾ ڪتب آنديون آهن.

## دوهو ۽ سورٺو:

دوهو شعر جو اهڙو قسم آهي، جنهن ۾ بہ مصراعون/سٽون يا چار پَد يا چرن ٿيندا آهن. دوهو دراصل هندي ڇندوديا تي آڌاريل ٿيندا آهن، جن جا بہ ڪيترائي قسم آهن، پر عام طور تي دوهو ماترڪ لحاظ کان پهريون ۽ ٽيون پَد تيرهن ماترائن جا ۽ ٻيو ۽ چوٿون پَد يارنهن يارنهن ماترائن جو ٿيندو آهي. هتي ڇندوديا جي ٿوري ۾ وصف بيان ڪجي ٿي تہ اها هيئن آهي.

"ڇندوديا، شعر جوڙڻ جو علم آهي، جيڪو قديم زماني کان برِصغير پاڪ و هند جي مختلف ٻولين ۾ شاعريءَ ۾ موجود هو. ڇندوديا جي لفظي معنيٰ آهي شعري ويس، هڪ شاعريءَ جو ويس، هڪ شاعريءَ جو فن، هڪ شاعريءَ جو سٽاءُ."[2]

دوهي جا 23 قسم ٿيندا آهن، پر اسان جي شاهہ لطيف دوهي جي اها ڳٽپ ضروري نہ ڄاتي ۽ هن ان ۾ تبديليءَ اها آندي تہ سنڌي دوهي کي آواز ۽ سُرن جي لحاظ کان گهٽ وڌ ڪري ڇڏيو. سندس دوهن جو مثال:

ڏمر پاسو ڏک سين، ڪاندِ ڪتوري هوءِ،
والله مع الصابرين، آگهہ ايهين هوءِ.

(عثمان علي انصاري، سُر يمن ڪلياڻ، داستان 8، بيت 13، ص: 112)

وڏي تــي وايــون كــري، كــنــل كــوكــاري،
هن پَن پنهنجا ساريا، هوءِ هنجون هڏن لئي هاري.
(سرود سسئي، بيت 1، گنج، ص: 1)

هي بيت ٻن مصراعن يا ستن ۾ چئن پَدن يا چرڻن جو آهي. هن جي پهرئين ۾ ٽئين پَد ۾ قافيو آهي، باقي هن ۾ دوهي کي ئي ڦيرائي رکبو تہ سورٺو ٿي پوندو.

”سورٺي جي پهرئين ۽ ٽئين پَد ۾ يارنهن ۽ ٻئي ۽ چوٿين پَد ۾ تيرهن ماترائون ٿين ٿيون.“(3)

شاهہ لطيف سورٺو بہ چيو آهي، جنهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

كـوجـو وڏي وَڏُ، جيـئـن وڻ وڍيـائيـن وڍسيـن،
ڏک ڏکيءَ کي ڏَڏُ، جـن ڏنـي سـي ڏکـيـا ٿـيـا.
(گُنج، سُرود سسئي، بيت 3، ص: 1)

***

پـنـيـور جـن سـكـن، مـون کـي سـا ٿـا گـهـاريـو،
هـاڻـي سـاڻ ڏکـن، تـان کـيـن ڏونـگـر ڏاريـان.
(گنج، سرود سسئي، بيت، 9، ص: 3)

***

ڏکـن ڏک وسـار، سـيـج ڦـٽـي کـر سـسـئـي،
پَـتـيـيـن پـيـرُ نـهـارِ، تـہ آريـاڻـي اتـان لـهـيـن.
(گنج، سرود سسئي، بيت 18، ص: 5)

## دوهو_سورٺو ميل:

هيءَ صنف عجيب آهي، هن جو کو خاص عنوان ناهي، پر هن صنف ۾ ٻہ ستون يا مصراعون جو شعر هجي ٿو ۽ هن ۾ بہ اهي ئي ٻ دوهي ۽ سورٺي جيان چار پَد يا چرڻ ٿين ٿا، جن مان پهرئين قسم ۾ شعر جي پهرئين

مصرع جي پهرئين ۽ مصرع جي ٻئي پَد ۾ قافيو ٺئي ٿو، يا پهريون ۽ چوٿون پَد هم قافيہ هوندا آهن. ٻئي قسم ۾ وري پهرئين قسم جي بلڪل ابتڙ پد هم قافيہ ٿيندا آهن، يعني شعر جو ٻيو ۽ ٽيون پَد همر قافيہ هوندا آهن. انهن ٻنهي قسمن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

کيئن مائيندا من ۾، خودي ۽ خدا،
ٻن ترارين جا، ڪا آهي هڪ مياڻ ۾.
(بلوچ، سُر ڪلياڻ، بيت 2، داستان 3، ص: 53)

***

توکي رَسيْ تو ڏٺي، جملوئي جمال،
ڪونهي ٻيو خيال، جي شارڪ شڪ وڃائيين.
(بلوچ، سُر ڪلياڻ، بيت 6، داستان 3، ص: 53)

مٿين ٻنهي شعرن جي پهرئين سٽ دوهي جي آهي ۽ ٻي سٽ سورٺي جي آهي، يعني ٻنهي شعرن ۾ ٻيو ۽ ٽيون پد هم قافيہ آهن. تنهن ڪري اهڙي شعر کي 'دوهو-سورٺو ميل' سڏبو. رسالي ۾ اهڙا ڪيترائي بيت/شعر موجود آهن. اسين شاهہ جي اهڙن شعرن کي بيت ٿا ڪوٺيون، جيڪي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ سٽن يا مصرعن وارن ۽ اجا بہ گهڻ پداوان آهن، انهن جا مثال هن ريت آهن.

ٽہ سٽو يا ڇهہ پدائون بيت:

بي شرڪ يائين پاڻ کي، عين شرڪ ايءُ،
وڃائين وجود کي، پاڻ پاسي ٿئيءُ،
هڏهن ڪونهي هيءُ، 'هو' پڻ ڪونهي هن ري.
ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ،
هندو هڏ نہ آهين، جٽيو تو نہ جڳاءِ،
تلڪ تني کي لاءِ، سچائي جي شرڪ سين.
(بلوچ، سُر ڪلياڻ، بيت 10، 13، داستان 3، ص: 54)

هي متي ڄاڻايل ٻئي تہ سٺا بيت آهن، پر انهن جو گهاڙيٽو هن ريت رکيو اٿس تہ، پهرئين ۽ ٻي سٽ تہ اصل دوهو ٿو لڳي، پر ٽئين سٽ وري سورٺي جي پٺئي پاسي، يعني اهي ڇهہ پدن وارا بيت آهن، جن جي ٻئي، چوٿين ۽ پنجين پد کي هم قافيہ رکيو اٿس. وري هي گهاڙيٽو ڏسو:

نابودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو،
مورت ۾ مخفي ٿئا، صورت پڻ سيئي،
ڪبي اٽ ڪيهي، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي.

***

عاشق ائين نہ هُونِ، جيئن تون سَجي آڳڙين،
وڃئو در دوستن جي، رت ڏيهاڙي رُونِ،
ٻيءَ پر ڪنهن نہ پوُنِ، ماڪُر محبوبن سين.

(بلوچ، سُر ڪلياڻ، بيت 22 ۽ 7، داستان 3 ۽ 4، ص: 55)

هن گهاڙيٽي ۾ وري پهرئين، چوٿين ۽ پنجين پد کي هم قافيہ بڻايو اٿس، جڏهن تہ پهرين ۽ ٽين سٽ بلڪل سورٺو آهي ۽ ٻي سٽ دوهي جيان پٺئي پاسي. وري ڇئن سٽن ۽ اٺن پدن وارن بيتن جو مثال ڏجي ٿو، ڏسو انهن جا گهاڙيٽا ڪيئن آهن.

اڱڻ آيا نہ سهان، ويني گهر گهُرانِ،
من مقابل سپرين، پسؤ تي پچانِ،
وار نہ سهان وچ ۾، ايجان درميان،
ڳرا منجهہ ڳُٽانِ، پرين وجهان پيٽ ۾.

***

ڪٺي نيڻ خمار مان، ڪيائون ناز نظرُ،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمرُ،

تارا ڪتيون تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبرُ،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين.
(بلوچ، سُر ڪنيات، بيت 10 ۽ 23، داستان 1، ص: 81 ۽ 82)

مٿي ڄاڻايل ٻئي بيت چؤسٽا يا اٺ پداوان آهن، پر انهن جو گهاڙيٽو هيئن گهڙيو اٿس تہ پهريون ٽئي سٽون دوهي نما آهن ۽ چوٿين سٽ سورٺي جي جوڙي اٿس. ٻي صورت ۾ ٻئي، ٽئين، ڇهين ۽ ستين پدن کي هم قافيہ ڪري رکيو اٿس. اهڙي گهاڙيٽي جا پڻ ڪيترائي بيت رسالي ۾ آيل آهن. وري بہ ڇڄڻ سٽن ۽ اٺن پدن وارو هي گهاڙيٽو ڏسو.

چانگي چئي چڪياس، مٿان اڪَ نہ الهي،
چوڏاري چنندن وڻ، پچي پوڄ پياس،
جنهن وَلِ گهٽا وهاتيا، ان سين آر لڳياس،
راڙي رت ڪياس، هن ڪڏاتوري ڪرهي.

***

ميي ماڳائي، وڏو وات ولين کي،
خبر کيت ڏٺين تي، وِڏوڻا واهي،
ڪرهي ڪاڄت ڇڏئي، وريس نہ وائي،
چانگي چربائي، ويئي ويچاري وِسري.
(بلوچ، سُر ڪنيات، بيت 8 ۽ 11، داستان 5، ص: 88)

هي مٿي ڄاڻايل بيت آهن تہ چؤسٽا يا اٺ پداوان پر انهن جي گهاڙيٽي ۾ ٻيائي سائينءَ تبديلي آندي. اها هيءَ آهي تہ بيت جي پهرئين ۽ ستين پد کي هم قافيہ ۽ وري چوٿين ۽ پنجين پد کي پهرئين پد سان هم قافيہ بڻايو اٿس. ان گهاڙيٽي جا بہ ڪيترائي بيت رسالي ۾ شامل آهن.

اهڙيءَ طرح شاهہ لطيف بيتن جي گهاڙيٽي ۾ سٽن ۽ پدن ۾ اضافو ڪندو ويو، جنهن جا ڪجهہ مثال هن ريت آهن.

**پنجن سٽن وارو يا ڏهہ پدائون بيت:**

جاڳائي جتن، جي گورا گس هلائيا،
پهتي رَءَ پهاڙ ۾، شال ان مَر اگهاتجن،
سونهان جي سردار جا، سي توڏ مَر ترتجن،
لطف ساڻ لطيف چئي، لنگهئو بر بوتن،
تن کهڙو غم گنگن، هوت هماتي تن جو.

(بلوچ، سُر ديسي، بيت 9، داستان 2، ص: 210)

**ڇهن سٽن ۾ ٻارنهن پدن وارا بيت:**

ڏاگهنئون ڏيرن، جي آندا ٻڙڏ ٻنيور ۾،
هٽي چيلهہ چرا ڪئا، وهہ پٽي وهڙن،
ڪري ڪڙڪو ان جو، هوند ستي سئو سين،
جن جو پير نہ لڳي پٽيين، تن آيم ساڻ ائن،
گنگن ۾ جنگن، منڌ اَسونهين ميڙئين.

(بلوچ، سُر ديسي، بيت 10، داستان 1، ص: 208)

**ستن سٽن وارو چوڏهن پدائون بيت:**

سيا سياهي، آهي آري ڄام ري،
ڪڏهن پسي ڪانہ ڪا، رءَ لالڻ لالائي،
ڏُود دل تان دور ڪري، ساجن صفائي،
من لا شيخ له فشيخه الشيطان، ان رءَ اونداهي،(*)
هوءِ جا هلي هيڪلي، سا گيرب گمائي،
مَن بهشي في الطريق بلا، شيخ ڪَمن يهشي،(*)
في البحر بلا سفينة، اهڙي اوائي،

* جنهن جو روحاني رهبر (شيخ) ڪونهي، تنهن جو رهبر شيطان آهي.
* جيئن ڪا راهہ وٺي رواني ٿئي ٿي، سا ايئن آهي جيئن ڪو ٻيڙيءَ سوا سمنڊ ۾ گهڙي. (بلوچ، ص: 210)

تنهن رءِ لقائي، ڪوڙين ٿين ڪيتريون.
(بلوچ، سُر ديسي، بيت 7، داستان 2، ص: 210)

هيترين سٽن وارا بيت تمام گهٽ آهن، پر آهن ضرور.

شاهہ لطيف سُر سارنگ ۾ بہ اهڙا بيت چيا آهن، جن تي نظم جو گمان ٿو گذري، پر بيت جي گهاڙيٽي ۾ لکيا ويا آهن. اهي بيت هن ريت آهن.

حڪم ٿيو بادل کي، سارنگ ساڻ ڪجن،
وڄون وسڻ آئيون، ٿهہ ٿهہ مينهن ٿمن،
جن مهانگي لئہ ميڙيو، سي ٿا هٿ هڻن،
پنجن مان پندرنهن ٿيا، ايئن ٿا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيهہ مان، موذي سڀ مرن،
مينهون پاڻ مراديون، ٿڏا ٿر چرن،
وهُڪي جن ورهيہ ٿيا، موڙنئو سي مڙن،
وري وڏي وس جون، ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چئي سين، آهي توهہ تنهن جو آسرو.
(سُر سارنگ، بيت 15، داستان 3، ص: 409)

هي بيت نون سٽن يا ارڙهن پدن جو آهي. هن جي پهرين سٽ جي بئي پد ۾ آيل قافئي سان باقي هر سٽ جي بئي پد ۾ آخري يعني نائين سٽ جي پهرئين پد کي هم قافيہ رکي، بيت جي صورت گري يا گهاڙيٽو جوڙيو اٿس، جيتوڻيڪ هن بيت جي پهرين سٽ دوهي نما ۽ آخري سٽ سورٺي نما رکي، هن کي بيت جي زمري ۾ آندو اٿس.

وري ساڳئي سُر سارنگ جو هي بيت پڙهي ۽ پرجهي ڏسو:

موتي ماندڻن جي، واري ڪئائين وار،
وڄون وسڻ آئيون، چوڏسين چوڏار،
ڪي اُنيون استنبول تي، ڪي لهن سمرقندن سار،

ڪي رمي ويبيون روم تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌار،
ڪي دلي، ڪي دکن، ڪي گُڙن متي گرنار،
ڪي جنبيون جيسلمير ڏي، ڪي بيڪانير بڪار،
ڪي پريون پنجاب ڏي، ڪي هلن متي هالار،(٥)
ڪني پيچ پچائيو، ڪني ڍٽ تي ڍار،
ڪن اچي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سائين سدائين ڪرين متي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

هن بيت ۾ ٻارنهن سٽون ۽ چوويهہ پد آهن. هن بيت ۾ بہ گهاڙيٽو ساڳيو متي آيل بيت وارو ئي رکيو اٿس، پر اهڙا بيت رسالي ۾ بس اهي بہ ئي آهن، انهن کان وڏيڪ ٻيا ڪي بہ ان پيرائيءَ جا بيت شاهہ لطيف پاڻ بہ نہ چيا آهن.

شاهہ لطيف جي شاعريءَ جي رسالي مان سندس دوهن، سورٺن، دوها-سورٺا ميل ۽ بيت جا مثال ڏنا ويا. هاڻ باقي هڪڙي صنف بچي ٿي، اها آهي 'وائي'. هن ليک ۾ 'وائي' جو صرف نمونو ڏيڻ تي اڪتفا ڪبي، ڇاڪاڻ جو اسان ڪي 'وائي' متعلق جدارو ليک لکڻو آهي.

شاهہ لطيف کان اڳ ۾ اها صنف يعني وائي صرف شاهہ عنات رضويءَ لکي آهي، جنهن جو شاهہ لطيف ننڍو همعصر هو. شاهہ لطيف جي شاهہ عنات رضويءَ سان وڏي ڄمار ۾ (90 ورهين ۾) ملاقات جو ذڪر پڻ ملي ٿو. شاهہ لطيف ان کان اڳ بہ شاهہ عنات رضويءَ سان ملاقاتون ڪيون هجن ۽ سندس ئي واتان وايون ٻڌيون هجن، ڇاڪاڻ تہ شاهہ عنات رضوي نصرپور جو وينل هو ۽ شاهہ لطيف پيت شاهہ وسائڻ کان پوءِ تہ سندس شهر ڪي ويجهو هو. شاهہ لطيف وٽ وائيءَ جا ڪافي گهاڙيٽا آهن، جن جو ذڪر اڳتي هلي ڪيو ويندو. هتي نموني طور اسان فقط بہ وايون پڙهندڙن جي يادگيريءَ

* هيءَ سٽ بلوچ صاحب جي رسالي ۽ ڀانهي خان شيخ جي رسالي کان سواءِ ممتاز مرزا واري مرتب ڪيل گنج ۾ بہ آهي، باقي ٻئي ڪنهن بہ ڇاپي رسالي ۾ نہ آهي.

لاءِ لکنداسون.

1. آئي مند ملار،

آءُ کنهنبا کنديس کپڙا.

1. وسڻ جا ويس ڪئا، اڄ منهن جي يار.
2. لٿي ڪس قلوب تان، تاڙي ڪي تنوار.
3. اتران تي آئيو، ڪڪر ڪارونيار.
4. روضي پاڪ رسول جي، اتو آب اپار.
5. تر بر وچون وتيون، سرها ٿيا سنگهار.

(بلوچ، سُر سارنگ، وائي 1، داستان 4، ص: 412)

***

2. نيئي پريان کي ڏيج، تان ڪو نيه نياپو

1. ڪڏهن مون سين ڪين ڪئو، سيٹن سياڪو.
2. ڪڏهن مڪائون ڪونہ ڪو، ڏکئان ڏوراپو.
3. اتم گهٹو ان جو، اندر اولاڪو.
4. وجي ڏجان مئيءَ جو، پانڌيان پاراپو.

(بلوچ، سُر رپ، وائي 1، داستان 3، ص: 302)

3. ٿلهہ: سيٹن جي سنيار، جڏڙو جيءُ جيارئو
پرين جي پچار، جڏڙو جيءُ جيارئو
جيءُ جياريو، سو ڪين منهنجو هارئو.

بند: 1. اجيو تن عميق مان، مون کي پرين پوچ پيارئو
2. مرض مريضن تان، اَئين اشاري ساڻ اٿيارئو
3. ڪرم ڪريمن جي، مون کي اهکيءَ مان اڪارئو
4. سئون منهن ڪري سپرين، ائين نرمل نور نهارئو
5. سائل جئن سڏ ڪري، ائين طالعن جئن تـوارئو.

(سُر جمن ڪلياڻ)

هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ شاهہ لطيف ڇهہ پد رکيا آهن، ٿلهہ هي پهرئين ۽

ٽئين پد ۾ قافيو آندو اٿس، ٻيو ۽ چوٿون پد ڇڻ رديف ڪري رکيو اٿس ۽ وري ٽلهہ ۾ ٿي بہ ٻيا پد جوڙيا اٿس، جن ٻنهي پدن جو قافيو ٻئي ۽ چوٿين پد سان هم قافيہ بيهاريو اٿس، باقي بند اهي ٿي بہ پدا رکيا ويا آهن ۽ انهن جو قافيو بہ ٻئي پد ۾ آندل آهي. هيٺين وائي سڄي رسالي ۾ اها هڪڙي ئي آهي.

مٿي ڄاڻايل شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ آيل اهي صنفون جيڪي شاهہ لطيف چيون آهن. اسان هتي بيتن يا واين جو ڳاڻاٽو ڄاڻائڻ نٿا گهرون جو شاهہ جي مختلف مرتبن پنهنجي پنهنجي ڪتابن ۾ شاهہ لطيف جي بيتن ۽ وائين جو تعداد گهٽ وڌ ڄاڻايو آهي. تنهن کان سواءِ ڪيترائي اهڙا ماڻهو موجوده وقت ۾ بہ موجود آهن، جن جو چوڻ آهي تہ ڪين شاهہ لطيف جا اهڙا بيت ۽ وايون بہ ياد آهن، جيڪي ڪنهن بہ رسالي ۾ موجود ناهن. اهي پڻ هٿ ڪرڻ لازم آهن. وايون تہ محترم جي. ايم. سيد سهيڙي گڏ ڪيون آهن، جن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، باقي اهڙا بيت سهيڙڻ جي ضرورت آهي، ورنہ اهڙي قسم جي شاهہ لطيف جي حافظن کي جيڪڏهن ازل جو سڏ ٿيو تہ اسين هٿ مليندا رهجي وينداسون.

## حوالا


1. دائود پوٽو، عمر بن محمد، ڊاڪٽر، سنڌي لازمي، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو، 2010ع، ص: 30.
2. سنڌي، عبدالمجيد، ميمڻ، 'بيت سٽاءَ ۽ اوسر'، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع، ص: 31.
3. سنڌي، عبدالمجيد، ميمڻ، 'بيت سٽاءَ ۽ اوسر'، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2002ع، ص: 50.

باب چوٿون

# شاهه لطيف جي وائيءَ جي صنف کان اڳ ۾ وائي

شاهه لطيف جي رسالي ۾ جيڪا شاعري موجود آهي، انهن ۾ جيڪي صنفون شاهه لطيف استعمال ڪيون آهن، انهن جو ذڪر گذريل ليک ۾ ٿي ويو آهي. هي ليک شاهه لطيف جي شاعراڻي صنف 'وائيءَ' بابت آهي. شاهه لطيف جي ڇاپي توڙي قلمي رسالن ۾ بيتن وانگر واين جو تعداد به گهٽ وڌ شامل آهي، انهيءَ جي باوجود به شاهه جو رسالو ۾ ٿي سؤ کان ڪجهه وڌ وايون شامل آهن.

اسان جي آڏو شاهه لطيف جي رسالي مان صرف وائين جي چونڊ ڪري ڇپرايل ٻن محققن جا ڪتاب آهن. پهريون ڪتاب محترم جي. ايم. سيد جو 'شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ ڪافيون' آهي. هي ڪتاب پهريون ڀيرو 1968ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ڇپيو. هن ڪتاب ۾ 414 وايون ۽ ڪافيون شمار ڪيون اٿس، جن ۾ وايون 231 ۽ ڪافيون 183 شامل آهن. محترم جي. ايم. سيد نه ڄاڻ ڪهڙي سبب کان شاهه لطيف جي هر مرتب ڪيل رسالي ۾ 'وائيءَ' کي 'ڪافي' ڪري، ڌار عنوان ڏيئي ڌار ڳاڻيٽو ڪيو آهي، جنهن جو سبب هيئن ڄاڻائي ٿو، "هن مجموعي ۾ جيڪي ڪافيون پيش ڪيل آهن، اهي سنڌ ۾ شاهه عبداللطيف عليه رحمة جي نالي ۾ جهرجهنگ ڳايون وڃن ٿيون. انهن مان سواءِ ٿورين ڪافين جي، ٻين جو معيار ادبي توڙي معنوي اعتبار کان ڪافي اوچو آهي."[1]

ٻيو ڪتاب 'شاهه جون و ايون مڪمل' پروفيسر ڪلياڻ بولچند آڏوانيءَ جو آهي، جيڪو 1988ع ۾ شري آسنداس پارواڻيءَ سرسوتي ايم. بجاڻيءَ بمبئيءَ مان ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي، ان ۾ ڪل واين جو تعداد 198

آهي. ان جو سبب آهي تہ ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي مرتب ڪيل شاهہ جو رسالو جا ڪل ٽي جلد ڇپجي پڌرا ٿيا ۽ ان جو چوٿون جلد، جنهن جي ڇپجڻ ڪري سندس رسالو مڪمل ٿئي ها، اهو منظرعام تي اچي نہ سگهيو، تنهن ڪري ڇپجڻ کان بہ رهجي ويو، جنهن ڪري سندس ٽن ڀاڱن واري مرتب ڪيل شاهہ جو رسالو ۾ واين جو تعداد پڻ ايترو گهٽ آهي.

شاهہ لطيف جي واين بابت هن ڪتاب جو مصنف هيئن ٿو لکي،

”شاهہ جون وايون درد، سور، سوز ۽ سلاست جي لحاظ کان بي مثل آهن ۽ سنڌ جا ڪي ڳائيندڙ اهي نهايت پُرگداز آواز ۾ ڳائيندا آهن. انهن کي مطالع ڪرڻ مان ئي هڪ حيرت انگيز لطيف ۽ فيض حاصل ٿو ٿئي، جيئن رسالي جي واين مان روشن آهي.“[2]

هاڻ اچون ٿا تہ ’وائيءَ‘ جو مطلب ڇا آهي.

وائي: ڳالهائڻ جي شڪتي، ٻولي، واڻي، سخن، ڪلام، گفتگو، بات چيت، واءُ، شعر جو هڪ قسم جنهن جي هر هڪ سٽ (مصرع) علحدي، پر سڀ سٽون هم قافيہ هونديون آهن.[3]

وائي: واءُ، بادي، سَنڌُن جو سور، وائي سور، سخن، علت، ڪلام، ڪافي، راڳ، وائي صنف، جنهن جو شاهہ لطيف موجد آهي.[4]

”وائئ درد جي دانهن آهي، وائي آهي عاشق کي صحت جو سڏ. وائيءَ جي معنيٰ وارتا، يعني عشق جي اگهائيءَ جي وارتا. پارسيءَ ۾ ’واي‘ جو مطلب آهي ’هاءِ‘. وائي عاشق جي اندر جي واويلا آهي، وائيءَ جو مطلب آهي آلاپ. شاهہ جي واين ۾ پريم جي پياسيءَ جون آهون ۽ صدائون ٿا ٻڌون. وائيءَ ۾ هر هڪ مصرع هڪ تڪي آهي ۽ پهرين مصرع (ٿل) يا ان جو اڌ بي هر ڪنهن مصرع جي پڇاڙيءَ ۾ ايندو آهي. پٺيان ٿو اچي.“[5]

شاهہ عنات رضوي، جيڪو شاهہ لطيف جو وڏو همعصر هو، هن جي

ڪلام ۾ بہ وائيءَ جي صنف ملي ٿي. اجا بہ اڳتي راجستان جي مشهور ڪوشڻ ڀڳتياڻي، ميران ٻائيءَ جي گيتن يا پدن ۾ پڻ وائيءَ جي گهاڙيٽي سان ميل کائيندڙ صنف يا ڀڄن ملي ٿو. جيئن تہ سنڌ جون سرحدون ٿر واري طرف کان راجستان سان ملن جلن ٿيون ۽ شاهہ لطيف جوڳين، سامين ۽ ساڌن جي سنگت ۾ جيڪي سفر ڪيا ۽ انهن جا تيرٿ ڏٺا، اتي ضرور هن ميران ٻائيءَ جي شاعري ڀڳتن جي واتان ٻڌائيندي ٻڌي هوندي. ان کان پوءِ هن شاهہ عنات رضوي، جيڪو نہ صرف سندس همعصر هو، پر نصرپور جو رهواسي هئڻ ڪري، ساڻس ڪچهريون بہ ڪيون هونديون، تنهن ڪري هن پنهنجي شاعريءَ ۾ وائيءَ جو گهاڙيٽو رکيو آهي. باقي 'وائي' ۽ 'ڪافي' ڳائڻ جي لحاظ کان ڳايون وينديون آهن، تنهن هوندي بہ وائيءَ کي ڪافي چوڻ بنهہ غلط آهي، ڇو جو فني لحاظ کان ٻئي مختلف صنفون آهن. وائي حقيقت ۾ دوهي يا سورٺي جي پدن تي آڌاريل هجي ٿي. وائيءَ جي بندن ۾ ٻن يا ٽن کان وڌيڪ پد نہ ٿيندا آهن.

مٿي ٽن شاعرن جي وائي لکڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هاڻ انهن جا مثال ڏيئي ڳالهہ جي پڌرائي ڪبي. هاڻ ميران ٻائيءَ جي پدن يا ڀڄنن مان وائيءَ جو مثال ڏجي ٿو.

ٿلهہ: دو دن ڪي مجمان، بگاڙون ڪس سي،

بند: 1. اب تم سو وت سيج پلنگ پر، ڪل تم آؤگي مسان

بگاڙون ڪس سي،

2. مات پتا ست ناري ڇوڙ ڪي، آڪر هووت حيران.

بگاڙون ڪس سي،

3. راج ڀي چل گئي پرڌان ڀي چل گئي، ڪهني ڪرن بلوان.

بگاڙون ڪس سي.

4. کيت پتنگ اور برهما پي چل گئي، ڪوئي نہ رهيگو اوسان
بگاڙون ڪسي سي،
5. بائي ميرا ڪهي گرڌر ناگن، رک کي تو رام ڪا ڌيان
دو دن ڪي مجمان، بگاڙون ڪس سي.
ميران بائيءَ جي هڪ ٻي وائي ڏسي ۽ پڙهي وٺو.
ٿلهہ: تم آجيو راما! آوت اسيان آما
بند: 1. تم مليا مين پوسک پاؤن، سرين منورٿ ڪاما،
تم آجيو راما!
2. تم بچ هم بچ انتر ناهين، جيسي سورج گهاما،
تم آجيو راما!،
3. ميرا من ڪي اور نہ مانِ، چاهي سندر سياما،
تم آجيو راما! آوت اسيان آما.(6)

مان سمجهان ٿو تہ سنڌي پڙهندڙ، جن جي سنڌي شاعراڻين صنفن تي نظر هوندي، اهي مون سان ضرور متفق ٿيندا تہ اهو ئي سنڌي وائيءَ جو گهاڙيٽو شاهہ عنات رضوي، شاهہ لطيف ۽ ان کان پوءِ اڄ سوڌو سنڌي شاعريءَ ۾ رواج پذير آهي. مٿيون ٻئي وايون، دوهو ڇند مطابق آهن.

هاڻ اسان شاهہ عنات رضويءَ جي وائي، جيڪا سورٺي ڇند تي آڌاريل آهي، تنهن جو مثال اوهان آڏو پيش ڪنداسون.(7)

ٿلهہ: منهنجي سيد سار لهندو، مون کي آهي اميد الله ۾.
بند: 1. امت ڪارڻ احمد اچي، پرمل پاک پسندو.
2. سجدي ۾ پئي سپرين، زاري زور ڪندو.
3. جڏهن صور ڌهڪاءُ ڏيندو، اکيون سڄ ڪيندو.
4. مهت ڏيندو مومنين، اُت محمد مير ملندو.

5. نفسي نفسي سڀ ڪو ڪري، داتا ڏي ڏڪندو.

6. اڇي ات عنات چوي، بديون بخشائيندو.

منهنجي سيد سار لهندو، مون کي آهي اميد الله ۾.

شاهہ لطيف پنهنجي رسالي ۾ 32 کان 36 سُرن تي شاعري ڪئي آهي، وري سندس رسالي جي هر سُر ۾ مختلف داستان آهن ۽ اڪثر شاهہ لطيف هر سُر جي هر داستان ۾ بيتن کان پوءِ وايون رکيون آهن، تنهن ڪري اهي وايون بہ اڪثر انهن ئي سُرن جي لحاظ کان چيل آهن. مثال طور شاهہ لطيف جي مرتب ڪيل رسالن ۾ پهريون سُر 'ڪلياڻ' آهي. "ڪلياڻ" لفظ جي معنيٰ آهي سُک يا خير. 'ڪلياڻ' هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا سج لهڻ کان پوءِ ڳائبي آهي."[8]

شاهہ جي رسالي ۾ هي سُر سڀ کان پهرين ان ڪري رکيو ويو آهي جو، "جنهن ۾ الله تعاليٰ جي صفت، پيغمبر پاڪ جي نعت، اصحابن سڳورن جي تعريف بعد سلوڪ جو سبق پڙهايو ويو آهي."[9]

هن سُر ۾ ڪُل ٽي داستان آهن ۽ انهن ۾ واين جو تعداد پڻ ٽي آهي ۽ ٽنهي واين جو ٿلهہ سورٺي ڇند تي رکيل آهي. مثال طور هيءَ وائي ڏسو.

ٿلهہ: تيندو تن طبيب، دارون منهنجي درد جو.

بند: 1. بکي ڏيندم باجهہ جي، اچي شال عجيب،
دارون منهنجي درد جو.

2. پرينءِ اچي پاڻ ڪيو، سندو غور غريب،
دارون منهنجي درد جو.

3. ڏکندو سيوئي ڏور ڪندو، منجهؤن تن طبيب،
دارون منهنجي درد جو.

4. اديون عبداللطيف چئي، هاتڪ آهہ حبيب،

دارون منهنجي درد جو.

(شاهہ جو رسالو، شاهواڻي، سُر ڪلياڻ)

ٻوهي ڇند تي جوڙيل ٿلهہ واري وائيءَ جو هي مثال ڏسو:

ٿلهہ: سپريان جي سونهن جي، ڳالهہ ڪين وڃي.

بند: 1. وڃي در دوستن جي، سوريءَ سِر هڃي.

2. عاشق انگن چڙهيا، پيو سڀ ڪو پڃي.

3. پيچ پوءِ پريتڻون، پهرين سِرُ سَڃي.

4. عاقل ٿي اوچون ٿيا، پوزي ڪين پڃي.

هيءَ وائي سُر يمن ڪلياڻ جي 'داستان' ستين ۾ آيل آهي، "لفظ 'يمن' جي معنيٰ آهي: مَن کي روڪڻ، يمن ڪلياڻ هڪ راڳڻيءَ جو قسم آهي، جو رات جي وقت ڳائبو آهي. هن سُر ۾ حقيقي عشق ۽ تصوف جا ڪئين راز ۽ رمزون عمدي نموني بيان ڪيون ويون آهن."[10]

هن سُر ۾ ڪُل 8 داستان آهن ۽ 9 وايون آيل آهن.

ٻوهي ڇند تي آڌاريل ٿلهہ واري هيءَ وائي بہ پڙهي ڏسو:

ٿلهہ: سڏين سيڻ نہ هُونِ، نينهن نياپي نہ ٿئي.

بند: 1. ڪاري رات رت ڦڙا، جان جان نيڻ نہ رُونِ،

نينهن نياپي نہ ٿئي.

2. موٺڻ جنين ميهڻو، پڙ تي سيئي پُونِ،

نينهن نياپي نہ ٿئي.

3. جن مسافر سپرين، سي مر رويو رُونِ،

سڏين سيڻ نہ هُونِ، نينهن نياپي نہ ٿئي.

شاهہ لطيف جون اڪثر وايون ٻوهو ڇند تي ٿلهہ جي لحاظ سان لڪيل/ڇيل آهن، پر هر وائيءَ جا بند اهي ٿي وڃي ٻوهي وارا بيهن ٿا، سواءِ

ان جي تہ وراڻي، ٽلھ جو ہيو پد رکيو اٿس، يعني وائيءَ جي ٽلھ جي ہئي پد سان ہر مصرع جو ہيو پد ہم قافيہ آهي، پوءِ ڪڏهن اها وائي سورٺو ڇند جي ٽلھ تي آڌاريل آهي تہ ہر بند جو ہيو پد ٽلھ جي پھرئين پد سان ہم قافيہ آهي.

اهو آهي اصل ۾ وائيءَ جي صنف جو گھاڙيٽو. باقي شاهہ لطيف وائيءَ جي گھاڙيٽي ۾ ڪھڙي ڪھڙي تبديلي آڻي، گھاڙيٽي کي وڌيڪ رچاءَ ۽ چَس وارو بڻايو. ان جو ذڪر ايندڙ باب ۾ ڪيو ويندو. هونءَ تہ شاهہ لطيف جي رسالي ۾ ٽن سَون جي لڳ ڀڳ وايون آهن. انهن مان تہ ڪيترائي مثال ڏئي سگھجن ٿا.

## حوالا


1. سيد، جي. ايم.، ’شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ ڪافيون‘، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1991ع، ص: 28.
2. آڏواڻي، ڪلياڻ بولچند، پروفيسر، ’شاهہ جون وايون مڪمل‘، سرسوتي ايم. بجاڻي، 1988ع، ص: 16.
3. سترام داس، سويا سنگھ، پروفيسر، ’سائل ڪوش‘، راشٽريا سنڌي ٻولي وڪاس پرميش، بڙودا، پارت، ص: 536.
4. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، سنڌي لغات، جلد 5، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1988ع، ص: 2906.
5. آڏواڻي، ڪلياڻ بولچند، پروفيسر، ’شاهہ جون وايون مڪمل‘، سرسوتي ايم. بجاڻي، 1988ع، ص: 13 ۽ 14.
6. جعفري، سردار، ’پرِيم دواني ميرا بائي‘، آج پبليڪيشن ڪراچي.
7. شاهواڻي، غلام محمد، شاهہ جو رسالو، ڇاپو ٻيو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع، ص: 63.
8. شاهواڻي، غلام محمد، شاهہ جو رسالو، ڇاپو ٻيو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع، ص: 63.

9. شاهواڻي، غلام محمد، شاهه جو رسالو، سُر يمن ڪلياڻ، ڇاپو پيو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع، ص: 64.
10. شاهواڻي، غلام محمد، 'شاهه جو رسالو'، سُر يمن ڪلياڻ، ص: 83.

باب پنجون

# شاهه لطيف کان اڳ وائيءَ جي گهڙت

شاهه لطيف جڏهن شاعري پئي ڪئي، تڏهن بہ اسان جي سنڌ ۾ شاعري اڳ ئي موجود هئي. سنڌ ۾ شاهه لطيف جي دؤر ۽ ان کان اڳ وارن دؤرن ۾ اول جيئن تہ سنڌ ۾ جيڪو مڪتبي نصاب پاڙهيو ويندو هو، اهو گهڻو ڪري عربي ۽ فارسيءَ جو مستند ادب هو. تنهن هوندي بہ جڏهن شاهه لطيف پڙهڻ جي قابل ٿيو آهي تہ عام چوٽي آهي تہ سائنس ٽي ڪتاب ساڻ هوندا هئا. اهي ٽي ڪتاب هئا قرآن شريف (عربي)، مثنوي مولانا روم (فارسي) ۽ شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو سنڌي ڪلام. پر انهن ٽنهي ٻولين ۾ جيڪا شاعري هئي، ان مان شاهه لطيف سنڌي ٻوليءَ جي چونڊ ڪئي، يعني پنهنجي تڙڏاڏي جي جاري ڪيل روايت کي اهميت ڏيندي، پاڻ بہ پنهنجي اظهار جي ٻولي سنڌي رکيائين، جڏهن تہ انهن ئي ڏينهن ۾ اهو پهاڪو جڙيو هو تہ 'فارسي گهوڙي چاڙهسي'، پر شاهه لطيف ان جي ڪليل لفظن ۾ مخالفت ڪندي هي بيت لکيو:[1]

جي تو فارسي سکيو، گولو توءِ غلام،
جو ٻڌو ٻن ڳالهين، سو ڪيئن ڄاڻي ڄام،
اُجو تان آب گهري، ٻکيو تان طعام،
اي عامن سندو عام، خاص منجهان نہ ٿئي.
(شاهوائي، سُر آسا، بيت 23، داستان 4، ص: 725)

هن بيت ۾ بہ اهم ستون آهن، اهي آهن پهرين ۽ چوٿين، جنهن ۾ شاهه لطيف پنهنجي مادري زبان جي اهم هجڻ جي ڳالهه ڪئي آهي، باقي ٽئين ۽ چوٿين سٽ جو تہ تشبيهه ۾ شمار ٿئي ٿو.

شاهہ لطيف کان اڳ جيڪي بہ شاعر سنڌي ٻوليءَ جا ٿي چڪا آهن، انهن وٽ سورٺو، دوهو ۽ وڏ ۾ وڏ بيت جي صنف ملي ٿي. سواءِ ڪن ٿورن جي جن انهن ٿنهن صنفن کان قدم اڳتي وڌايو هجي. ابوالحسن سنڌي، مخدوم ضياءُالدين ۽ پوءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ تہ رڳو مذهبي، اجا بہ ڪٿي ايئن چئجي تہ قرآن شريف ۽ شريعت جون ڪي ڳالهيون سنڌي نظم ۾ ان ڪري آنديون جو هنن کي ڄاڻ هئي تہ هر سنڌي ماڻهو فارسي ۽ عربي نہ ٿو پڙهي سگهي. عربي ۽ فارسي شاعري جيڪا عرب ۽ ايرانين جي سنڌ مٿان تسلط جي ڪري آئي ۽ اهي ٻوليون مڪتبي نصابن ۾ شامل هئڻ ڪري سنڌ ۾ انهن ڌارين ٻولين ۾ نہ صرف شاعري ڪئي ويندي هئي پر انهن ٻولين جي صنفن کي سنڌ ۾ بہ رواج پذير ڪيو ويو.

شاهہ لطيف پاڻ بہ جيئن تہ راڳ ۽ ساز مان چڱيءَ پر واقف هو، تنهن پنهنجي شاعريءَ ۾ 'وائي' شامل ڪئي.

شيخ اياز لکيو آهي تہ "وائي، جنهن جو گهاڙيٽو بلها شاهہ جي پنجابي شاعريءَ تان پٽائيءَ ورتو هو ۽ پٽائيءَ تان مون وٺي ان ۾ جان پيدا ڪئي."[2] پر شيخ اياز، بلها شاهہ جي اهڙي ڪنهن گهاڙيٽي جو حوالو نہ ڏنو آهي.

ٻئي طرف ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ چوي ٿو تہ، "ميون شاهہ عنات رضوي پهريون شاعر آهي، جنهن جي ڪلام ۾ سنڌي 'وائي' هيئت تـوڙي مضمون جي لحاظ کان نظر اچي ٿي. ميين شاهہ عنات جي ڪلام ۾ سنڌي شعر جا مکيہ قالب بيت، مولود ۽ وائي پهريون ڀيرو پنهنجي گوناگون خوبين سان چمڪندا نظر اچن ٿا."[3]

ان مان مراد اها ٿي بيهي تہ شاهہ عنات رضوي 1025-1030هہ کان 1120 کان 1125 هہ شاهہ لطيف جو وڏي عمر وارو همعصر هو. امڪان اهو آهي تہ بلها شاهہ کان متاثر ٿيڻ بدران شاهہ لطيف، شاهہ عنات کان متاثر ٿيو هجي،

پر شيخ اياز جيئن تہ ذڪر ڪيو آهي تہ شاهہ لطيف وائيءَ جو گهاڙيٽو، بلها شاهہ جي ڪلام مان ورتو آهي. اسان هتي بلها شاهہ جي ڪلام مان 'وائيءَ' جي صنف جي تصديق ڪندي، ان جي شاعريءَ مان ڪجهہ مثال ڏيڻ پسند ڪنداسون.

بلهي شاهہ جي والد جو نالو شاهہ محمد هو ۽ سندس پاڙو گيلاني سيدن مان هو. شاهہ محمد انهن ڏينهن ۾ "اُچ گيلانيان ۾ پيدا ٿيو، جو علائقي سنڌ ۾ هو. سندس ڄمڻ ويل سندس والد نالو عبدالله شاهہ رکيو هوس."(4) بلهي شاهہ جي ڄمڻ جو سال سندس هڪ بئي سوانح حيات لکندڙ مسٽر آسبورن 1680ع ۾ سندس وفات جو سال 1785ع ڄاڻايو آهي، جنهن مطابق بلها شاهہ جي عمر 105 ورهيہ بيهي ٿي ۽ سندس ڄم جو هنڌ پنڌ پاندوڪ ڄاڻايو اٿس."(5)

ان حساب سان جيڪڏهن بلها شاهہ 1680ع ۾ پيدا ٿيو آهي تہ ان لحاظ کان شاهہ لطيف 1689ع ۽ شاهہ عنات 1030-1035هجري سن ۽ عيسوي سال 1620ع کان 1625ع ۾ پيدا ٿيو تہ شاهہ لطيف انهن ٻن شاعرن جو ننڍو همعصر آهي، پر شاهہ لطيف، بلها شاهہ کان فقط نَو يا ڏهہ ورهيہ ننڍو آهي. جڏهن تہ شاهہ لطيف، شاهہ عنات رضويءَ کان سٺ يا چوهٺ ورهيہ ننڍو آهي.

مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ جڏهن هڪ ڀيري شاهہ لطيف،شاهہ عنات رضويءَ سان ملاقات لاءِ ويو آهي تہ هُو ان وقت نوي ورهين جي عمر کي رسي چڪو آهي ۽ بيماريءَ جي حالت ۾ لٺ جي سهاري شاهہ لطيف سان ملڻ لاءِ آيو آهي.

بلها شاهہ ۽ شاهہ عنات رضويءَ کان اڳ اسان کي راجستان جو هڪ ٻيو ڪوي دادو ديال (وڪرمي 1601 کان 1660 سنبت) يعني عيسوي سن 1544ع کان 1602ع وٽ پڻ وائيءَ جي شروعاتي صنف ملي ٿي، جنهن جي

شاعريءَ کي 'واڻي' چيو ويو آهي. هن جي ڪجهہ شاعري سنڌيءَ ۾ بہ آهي. ”دوهاچند واري وائيءَ جو مثال سوامي دادو ديال جي واڻيءَ ۾ ملي ٿو. ان کان آڳاٽو ڪو مثال اڃا هٿ نہ آيو آهي. وائي ان وقت ضرور موجود هوندي، جنهن کي ڏسي دادو ديال پاڻ بہ چئي هوندي. هُو مبين شاهہ عنات کان هڪ صدي اڳ ٿي گذريو آهي.“[6] ان جي تيڪا لاءِ هڪڙو ٻيو حوالو هن ريت آهي، ”سنڌ جي وڏي عالم، عارف، صوفي قاضي قادن جي ڪلام جو راجستان جي درويش دادو ديال تي وڏو اثر پيو ۽ دادو ديال نہ فقط قاضي قادن جي بيتن کان متاثر ٿي، پاڻ سنڌي وايون چيون.“[7]

هاڻ دادو ديال جي وائيءَ جا ڪجهہ مثال ڏيڻ پسند ڪنداسون، جنهن مان مٿين حوالن جي تصديق ٿيندي. اسان ان راءِ جا آهيون تہ شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ لطيف راجستان جي ڪوين جو ڪلام ضرور پڙهو هوندو. شاهہ لطيف تہ سامين ۽ جوڳين سان سنگت سات ۾ جيڪا سندن تيرٿ ياترا ڪئي هئي، ان ۾ هُو ضرور راجستان ۾ ڪانئن اڳ وارن ڪوين جو ڪلام پڙهو هوندو. دادو ديال جي وائيءَ جو نمونو:

تلهہ: ڪو ميڙيندو سڄڻان، سَنهاري سرت ڪي،
الا! لڳا ڏينهن گهڻا

بند: 1. پريان سندي ڳالهڙي، الا! پانڌيئڙا پڇان.
2. ڪڏهن ايندو مون گهرين، الا! ڏيندو ٻانهن اسان.
3. آهي سڪ ديدار جي، الا! پرين پور پسان.
4. ايءَ دادوءَ جي جيئندي، الا! سڄڻان ساڻ وهان.[8]
(راڳ رامڪلي)

هيءَ وائي سورٺو ڇند تي آڌاريل آهي. هن وائيءَ جي تلهہ ۾ ٽي پد آهن، هن وائيءَ جو قافيو تلهہ جي پهرئين پد ۽ ٽئين پد ۾ آندو ويو آهي، باقي

هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيل آهي.

”وائي اسان جو پهريون گيت جو فارم آهي. دوها ۽ وائي جي وچ ۾ پيو ڪو فارم ڪونه ٿو اچي. (وائي) دوها سان جُڙي نڪرڻ ڪري ٻنهي جو چندميل پڻ آهي. وائي لرڪ (Lyric) يا گيت: پالگريو (T. F. Palgrave) جي لرڪ لاءِ ڏنل تعريف Poem shall turn on some single thought, feeling a situation.) (شعر جنهن جو مدار ڪنهن هڪ ئي خيال، احساس يا حالت تي هجي.) وائيءَ سان تز ٺهڪي ٿو اچي.“[9]

دادو ديال جي هڪ بي وائي پڙهي ڏسو:

ٿلهه: حال اسان جو لال ري! توکي سب معلوم ري!

بند: 1. منجهين ڪا مان منجهين پران، الا! منجهين لڳي باهه ري!

2. منجهين مون ري مچ ٿيو الا!، ڪنهن در ڪريان دانهن ري!

3. ورهه ڪسائي مون گهرين الا! منجهين پري باهه ري!

4. سيخون ڪري ڪباب جيئن الا! ائن دادوءَ جي هنيانءَ ري.[10]

(راڳ ڪيڏارو)

هيءَ وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ چيل آهي، هن وائيءَ ۾ ڪوبه قافيو نه رکيو ويو آهي. قافيو نه ٿلهه ۾ رکيو اٿس ۽ نه ئي وري ڪنهن بند يا مصرع ۾ آهي، ايئن ٿو لڳي ته هيءَ بي قافيہ وائي آهي، جڏهن ته ’ري‘ ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ رکي اٿس ته اهائي ’ري‘ هر مصرع ۾ به رکي اٿس، جڏهن ته اهو لفظ واڌارو ٿو لڳي، جيئن شاهه لطيف به ڪنهن وائيءَ ۾ ’الا‘، ’وو‘، ’جيڏيون‘ واڌارو لفظ آڻي، وائيءَ ۾ ’درد‘، ’سڏ‘ يا ’صلاح‘ جا تاثر پيدا ڪيا آهن ۽ انهن لفظن نه هئڻ ڪري ’وائي‘ جي صحت ۽ موضوع يا مضمون تي ڪوبه اثر نه هوندو آهي. هن وائيءَ مان به اوهان اهو لفظ هر جاءِ تان ڪڍي به ڇڏيو ته وائيءَ جي ٿلهه توڙي بندن ۾ سمايل ڳالهه ايئن ئي واضح آهي. ايئن هر بند

جي پهرئين پد ۾ لفظ 'الا!' صرف 'اوساري' جي طور ڪتب آندو اٿس.

ٻي صورت ۾ اسان جي راءِ آهي تہ هن وائيءَ جي لکڻ جي وقت کي نظر ۾ رکندي جيڪڏهن بندن ۾ قافئي کي هن ريت چاڻجي تہ پوءِ قافيہ پورا ٿين ٿا. اهي لفظ هن ريت هوندا، 'باهہ'، 'دانهہ'، 'باهہ'، 'هانءِ' چاڪاڻ تہ نارائڻ شيام تہ اها وائي موجوده صورتخطيءَ ۾ ڪري لکي آهي. سندس هڪ ٻي وائي ڏسو، جيڪا هن سرائڪي ٻوليءَ ۾ چئي آهي.

تلهہ: عرش الاهي رب دا، اِتان ئي رحمٰن، وي!

بند: 1. مڪا وچ مسافري، لا! مدينا ملتان، وي!

2. نبي نال پيغمبري لا! پِيرون هُندا تان، وي!

3. جن تنهن هڪ مان، لا! اِتان ئي پست مقام، وي!

4. اتان آب زمزمان لا! اِتان ئي سبحان وي!

5. تخت رباني ڪنگري لا! اِتان ئي سلطان، وي!

6. سي اِتان اندر آوَ وي، اِتان ئي ايمان، وي!

7. دادو آپ وجاءِ وي لا! اِتان ئي آسان، وي![11]

دادو ديال جي هيءَ وائي، صوفين ۽ ساڌن جي متي تي پوري پئي لهي، جن جو خيال آهي تہ جو ڪجهہ آهي، هتي ئي آهي ۽ اجا بہ تنهن جي اندر ۾ آهي. شاهہ لطيف بہ اهڙي پچار، اهڙو ڏس، سسئيءَ کي ڏيندي چوي ٿو:

وڃين چو وڏڪار، هت نہ ڳولين هوت کي،
لکو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار،
تي سَتي، ٻڌ سَندرو، پرت پنهونءَ سين پار،
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.[12]

مٿين ٻنهي حوالن ۾ اهو ثابت ٿيو تہ 'وائي' جو موجد نہ شاهہ عنات رضوي آهي ۽ نہ ئي شاهہ لطيف پٽائي آهي. سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين ۾

’وائي‘ جي شروعات دادو ديال ڪئي، جيڪو راجستان جو رهاڪو (وڪرمي 1601 کان 1690 سنبت مطابق 1544 کان 1603ع) يعني شاهہ عنات رضويءَ کان لڳ ڀڳ هڪ صدي اڳ جو شاعر ٿي گذريو آهي. هن جي اڪثر شاعري تہ ’دوها‘ ڇند ۾ چيل آهي، پر قياس آهي تہ هن تي قاضي قادن جي خيال ۽ شاعريءَ جو ڪجهہ اثر هو، پر قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ ’وائي‘ تہ نہ ملي آهي. دادو ديال جو اصل وطن راجستان آهي، جتان جون ٻوليون بہ راجي، مارواڙي، ڍاٽڪي، گجراتي ۽ سنڌي بہ هيون. راجستان سان جيئن تہ سرائڪي پٽيءَ جو لڳ لاڳاپو هو، تنهن ڪري سنڌس پوئين وائي سرائڪي ٻوليءَ ۾ چيل آهي.

هاڻ اسان هتي بلها شاهہ ۽ شاهہ عنات رضويءَ جي ڪلام مان ’وائيءَ‘ جي گهاڙيٽي جا ڪجهہ مثال ڏينداسون.

بلها شاهہ جي ڪلام ۾ بہ اڪثر ڪافي چيل آهي. پنجاب وارا پيل ڪٽي سرائڪي ٻولي ڳالهائيندڙ هجن، پر انهن وٽ بہ اها صنف ’وائي‘ جيئن تہ رواج پذير ڪانہ آهي، تنهن ڪري اتان جي شاعرن يا شاعريءَ تي ڳوڙهي نظر رکندڙ پارکن جي لاءِ اها صنف چوڻ يا لکڻ ڪافي مشڪل ٿو لڳي، پر بلها شاهہ جيئن تہ سنڌ جي هڪ ڳوٺڙي اچ گيلانيان ۾ پنهنجا ٻال جتيءَ جا ڪجهہ ورهيہ گذاريا آهن، تنهن ڪري هن لاءِ ’وائي‘ لفظ بنهہ اوپرو نہ ٿو ٿي سگهي.[13] هيءَ وائي ڪليات ۾ چوٿين نمبر تي آهي.

سندس ’وائيءَ‘ جا ڪجهہ مثال:

ٿلهہ: اب هم گم هوئي، پريم نگر ڪي شير (شهر)

بند: 1. اپڻي آپ نون سو بدهہ رهيا هون، نہ سر، هاٿ نہ پير.

2. خودي کوئي، اپڻا پي چتيا، تب هوئي گل خير.

3. لتي پگڙي، پهلي گهر تين، کون ڪري نِرِ ويرِ.

4. بلها شوه هي دوهين جهانين، ڪوئي نہ وسندا غير.

هڪ ٻي وائي، بلها شاهہ جي، جا ڪليات ۾ ستين نمبر تي آيل آهي، اها بہ پڙهي ڏسو.[14]

تلهہ: اٿ گئي گواهڊون يار، ربا! هڻ ڪيا ڪريئي؟

بند: 1. اٿ گئي هڻ رهندي ناهين، هويا سات تيار،
ربا! هڻ ڪيا ڪريئي.
2. واهب ڪليجي بل بل اٿ دي، پڙڪي برهون نار،
ربا! هڻ ڪيا ڪريئي.
3. بلها شوه پياري باجهون، رهي اُدار نہ پار،
ربا! هڻ ڪيا ڪريئي.

بلها شاهہ جي ڪليات مان سندس تين 'وائي' ڏسو. اهو پڻ وائيءَ جو گهاڙيٽو آهي، موضوع جي حوالي سان تنهي ۾ پاڻ پٽو وجائڻ تي وڏيڪ زور ڏنل آهي. بلها شاهہ، شاهہ عنات رضوي توڙي شاهہ لطيف پنهنجي ذات کي گُم ڪرڻ، الاهي امر کان سواءِ پاڻ کي پالهو نہ سمجهڻ ۽ الاهي امر مطابق زندگي بسر ڪرڻ کي ترجيح ڏني آهي. بلها شاهہ جي هيءَ وائي ڏسو ڪيئن آهي. هن وائيءَ جو تلهہ هڪ پدو آهي، جڏهن تہ اڳين ٻن واين جو تلهہ بہ پدائون هو.[15]

تلهہ: التي هور زماني آئي.

بند: 1. ڪان لگڙ نون مارن لڳي، چڙيان جري ڪائي،
التي هور زماني آئي.
2. عراقيان نون پئي چابڪ پوندي، گدون خود پوائي،
التي هور زماني آئي.
3. بلها حڪم حضورون آيا، تس نون ڪونہ هٽائي،
التي هور زماني آئي.

هتي هڪڙي ڳالهہ جي ضرورت پئي محسوس ٿئي ٿي تہ وائيءَ جو گهاڙيٽو اصل ۾ تہ دوهي ڇند ۽ سورٺي ڇند تي آڌاريل آهي. هاڻ مان شاهہ عنات رضويءَ جي اهڙي وائيءَ جو مثال ٿو پيش ڪرڻ گهران، جيڪا سورٺي ڇند تي آڌاريل آهي. شاهہ عنات رضوي عمر جي لحاظ کان شاهہ کان بہ وڏي عمر جو آهي.[16]

ٿلهہ: منهنجي سيد سار لهندو، مون کي آهي اميد الله ۾.

بند: 1. سجدي ۾ پئي سپرين، زاري زور ڪندو.

2. امت ڪارڻ احمد اچي، پرمل پاڪ پسندو.

3. جڏهن صور ڏهڪاءَ ڏيندو، اڪيون سج ڪيندو.

4. مهت ڏيندو مومنين، اُت محمد مير ملندو.

5. نفسي نفسي سڀ ڪو ڪري، داتا ڏي ڊڪندو.

6. اچي ات عنات چوي، بديون بخشائيندو.

منهنجي سيد سار لهندو، مون کي آهي اميد الله ۾.

شاهہ عنات رضويءَ ئي 'وائي' جي گهاڙيٽي ۾ ڪجهہ هن طرح بہ نواڻ آندي، جيتوڻيڪ وري بہ اهو ئي سورٺي ڇند تي آڌاري اٿس.[17]

ٿلهہ: چونديس حال پنوهار، ٿر وڃان، پاٿر وڃان، آءٌ اڃان.

بند: 1. چال مَ تيان ڪڏهين، ويڙهچنئان ڏار،
چونديس حال پنوهار.

2. منان مور نہ وسرين، ساٿيهہ جا سنگهار،
چونديس حال پنوهار.

3. وڃي آءٌ وطن ۾، واسيان پنهنجا وار،
چونديس حال پنوهار.

4. الاهي عنات سين، سيل لنهندم سار،
چونديس حال پنوهار.

هن وائيءَ جو ٿلهہ سورٺي ڇند تي ڇيل آهي. سورٺي ڇند جي ڳالهہ اِها آهي تہ، هن وائيءَ جي ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيو اٿس ۽ هر بند جي ٻئي پد يا چرڻ ۾ قافيو بہ آندو اٿس ۽ وراڻيءَ طور بہ ٿلهہ جو پهريون پد استعمال ڪيو اٿس، پر هن وائيءَ جا جيڪا نواڻ يا تجربو آهي، اهو ٿلهہ جي ٻئي پد ۾ هڪ ئي وقت تي ٽيرا قافيو رکيو اٿس، ”ٿر وجان، پاٽر وجان، آءٌ اجان.“ ان ڳالهہ مارئيءَ جي قيد مان ڇوٽڪاري ملڻ ڪان پوءِ، پنهنجي وطن ’ٿر‘ ۽ علائقي ’پاٽر‘ ۾ پهچي سرتين سان گڏجي هار سينگار ڪري تہ انهن جي هوندي ۽ انهن جي وچ ۾ ٿي سونهين ٿي، هوءَ تيسين وار بہ نہ ٿي ڌوئي نہ ٿي ڳنڍي، مارن کي منان نہ ٿي وساري، هنن پاران سندس سنيال لهڻ جي سڌ رکي ٿي ۽ پوءِ جڏهن اُتي پهچندي تہ ڏک ڏور سک اور ٿيندا ۽ سندس سونهن ۾ نکار ايندو، سنگهارن ۾ بہ سرهائي ٿيندي.

شاهہ عنات رضويءَ جي هيءَ وائي، جا دوهي ڇند تي آڌاريل آهي، انهيءَ کي پڙهي ڏسو. هن وائيءَ ۾ سواءِ دوهو ڇند جي ٻي ڪا نواڻ ناهي.[18]

ٿلهہ: دولهہ دل درياءَ، شاهہ سخي پير لکي.
بند: 1. جن، دءِ، ماٺهو، پريون، پَيرين پُونِ پکي
دولهہ دل درياءَ.
2. جي آيا سي اگهيا، تيڙا سي آکي
دولهہ دل درياءَ.
3. اسان هن در جي، اصل آهي چکي
دولهہ دل درياءَ.

شاهہ عنات رضوي هن وائيءَ ۾ ’پير لکي‘ يعني ’لکي شاهہ صدر‘ کي سنياريو آهي. سندس شان ۽ مرتبي جي تعريف ڪئي ٿو ڏسجي، جڏهن تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هيءَ وائي نسخي ’ن‘، يعني نبي بخش شاهہ ۽ نسخي ’ق‘ ميان غلام قادر شاهہ وٽان هٿ آيل، ٻنهي نسخن ۾ اها وائي، شاهہ لطيف

ڏانهن منسوب ٿيل ٿو ڄاڻائي، جڏهن ته ڪيترن ئي محققن جو چوڻ آهي ته 'گنج' ۾ آيل ڪلام ۾ جيڪو ڏاريو ڪلام شامل ٿي ويو آهي، 'سُر ڏناسري' به انهن مان هڪڙو آهي.

شاهہ عنات رضوي 'وائيءَ' جو جيئن ته پهريون سنڌي شاعر آهي، تنهن ڪري هن وٽ اڪثر ٻن قسمن يعني دوهوچند ۽ سورٺوچند تي آڌاريل وايون آهن، پر تنهن هوندي به هن جا ڪي نه ڪي وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ تجربا ڪيا ٿا ڏسجن. سندس هيءَ وائي پڙهي ڏسجي ته هن ۾ ڪهڙي قسم جو تجربو ڪيو اٿس.[19]

ٿلهہ: اوڏا آهين آري، تون ٿي مَ ڪَهاري،
اتي هل هاڻ، ملندين هوت ڪي.

بند: 1. جاڳيءَ تان نہ جتن لٿي، اٿئين تان نہ اساري،
تون ٿي مَ ڪهاري.

2. هٿڙا ٻاروچن جا، چوڏاري ٿو چاري،
تون ٿي مَ ڪهاري.

3. آڏا اَڪ لَڪ لَڪِيون، ڪهہ ڏونگرين ڪاري،
تون ٿي مَ ڪهاري.

4. ويهہ مَ واٽڙين ٿي، وسائي واري،
تون ٿي مَ ڪهاري.

هن وائيءَ جي به ٿلهہ ۾ تبديلي آندي اٿس. هن وائيءَ جو ٿلهہ عام وائيءَ جي ٿلهہ کان نرالو آهي، يعني عام وائيءَ ۾ ٻہ يا ٽي پد ٿيندا آهن، پر هُن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ چار پد، يعني پويون ٻہ مصراعون آهن، پر باقي وائيءَ جي بندن جي هر ٻئي پد ۾ ٿلهہ جي ٻئي پد ۾ ڪتب آيل قافيو رکيو اٿس. ٿلهہ جي ٽئين ۽ چوٿين پد ۾ ٿلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد جي ڪنهن به قافيي سان نہ

صرف ميل آهي، پر اهي ٻئي پد وراڻيءَ طور بہ استعمال ٿيل ناهن. وري ٿلهہ جو پهريون ۽ ٻيو پد هم قافيو رکيو اٿس، وراڻيءَ طور ٿلهہ جي ٻئي پد کي ئي استعمال ڪيو اٿس.

سندس هڪڙي ٻي وائي بہ آهي، جيڪا مٿي ذڪر ڪيل وائيءَ واري گهاڙيٽي ۾ لکي اٿس، پر هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ قافيو ۽ رديف ٻئي ڪتب آندا اٿس. باقي بندن ۾ رڳو قافيو روا رکيو اٿس ۽ ٿلهہ ۾ جيڪو رديف جوڙيو اٿس، بندن ساڻ وراڻيءَ طور ڪتب آندو آٿي. اها وائي هتي ڏجي ٿي اوهان جي هنداڻ واسطي.[20]

ٿلهہ: تون تان منهنجا پير!، متان ڏنگر ڏيلي ڇڏئين،
ونهيان ونهيل پيرا!، متان ڏنگر ڏيلي ڇڏئين.

بند: 1. تون پير آهين پنجاب جو، اسين سنڌ فقير،
متان ڏنگر ڏيلي ڇڏئين.

2. رهيو آهين روح ۾، شاهہ رڪن سڌير،
متان ڏنگر ڏيلي ڇڏئين.

3. مدد ڪري مريد جي، دليئون دستگير،
متان ڏنگر ڏيلي ڇڏئين.

4. عنات جي اولاد جو، پردو رکج پير،
متان ڏنگر ڏيلي ڇڏيئن.

اسان سنڌ ۾ وائيءَ جي ابتدائي شاعر شاهہ عنات رضويءَ جي وائيءَ جا مثال ڏنا ۽ انهن مثالن سان گڏو گڏ اسان شاهہ عنات رضويءَ پاران ڪيل تجربن جا پڻ مثال ڏنا آهن.

”وزن جي لحاظ کان وائي ۽ بيت ۾ ڪو فرق ڪونهي. وائي هڪڙي قسم جو گيت آهي، جيئن تہ بيت موسيقيءَ جي مقابلي ۾ شاعريءَ جي تمام

ويجهو آهي، ساڳي طرح وائي شاعريءَ جي مقابلي ۾ موسيقيءَ جي ويجهو آهي، ڇو جو وائي راڳ جي مڪمل صنف آهي. پڄنن ۾ ساڪين وانگر وائي بہ راڳن ۾ لکي ويندي آهي، فرق رڳو ايترو آهي تہ هندي صنفون ڪلاسيڪي راڳن ۾ ۽ وائي سنڌي راڳن ۾ ناهي ويندي آهي.“[21]

”لفظ وائي، واڻيءَ مان نڪتو آهي. (پراڪرت: واڻي، سنسڪرت: واڻي) جي معنيٰ آهي ٻول ۽ سخن. وائيءَ کي ڏسجي ٿو تہ ان جو گهاڙيٽو بہ ٻاٽين وارو ئي آهي، صرف فرق هي آهي تہ وائيءَ جو ٿلهہ بہ ٻہ اڌ (پد) ٿئي ٿو، يعني پهرئين اڌ ۾ قافيو ۽ ٻيو اڌ بنا قافئي جي هوندو آهي. ياندجي ٿو تہ ’واڻيءَ‘ جو ’ڻ‘ ’ءَ‘ ۾ بدلجي وائي ٿي ويو.“[22]

وائي ۽ واڻي يا ٻاڻي اصل ۾ ساڳيا لفظ آهن، جي پنهنجي پنهنجي لهجي مطابق لکت ۾ ايئن ٿا اچن. ”منهنجي راءِ آهي تہ وائيءَ جو تعلق واءِ واءِ يعني ’هاءِ هاءِ‘ سان آهي. ’واءِ واءِ ڪرڻ‘ محاورو آهي، يعني دانهون ڪرڻ، روئڻ ۽ پٽڻ. ڪافي ۽ وائي موضوع ۽ مواد جي حيثيت سان چيز آهي، پر فني ۽ فارم ۾ فرق آهي. وائيءَ جو ٿلهہ ٻہ اڌ ٿئي ٿو، پهرئين اڌ ۾ قافيو ۽ ٻيو اڌ بنا قافيي جي ٿئي ٿو.“[23] پر تاجل بيوس پنهنجي مضمون ۾ لکيو تہ: ”پنجاب ۾ وائيءَ کي بہ ڪافي چيو ويندو آهي، جتي ٻنهي صنفن کي ڳائڻ جو ڍنگ ساڳيو آهي، پر وائي ۽ ڪافيءَ کي ساڳي صنف چوڻ قطعي غلط آهي.“[24]

اسان جو پنهنجو رايو بہ ان سان سهمت آهي تہ ’وائي‘ ۽ ’ڪافي‘ جا گهاڙيٽا بنهہ ڌار ڌار آهن، جن جو ذڪر اڳتي هلي ’وائي ۽ ڪافيءَ جو تقابلي جائزو‘ ۾ ڪيو ويندو.

هاڻ شاهہ لطيف کان ٿورو اڳ مان ميران ٻائيءَ جي ٻاٽين، پدن يا گيتن مان پڻ وائيءَ جو گهاڙيٽو لڌو آهي، ان جا ڪجهہ مثال ڏيڻ ضروري ٿو

سمجهان. مان متي اهو ذکر بہ ڪري آيو آهيان تہ جيئن اسان جي شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ لطيف جي سورٺن، دوهن ۽ بيتن کي ملائي صرف 'بيت' چيو ۽ لکيو ويو آهي، تئين ئي ميران ٻائيءَ جي شاعريءَ سان بہ ٿيو آهي. ميران ٻائي 1498ع ۾ ڪڙڪي، ميڙتا پرڳڻي، راجستان ۾ ڄائي هئي. سندس ڀڳتياڻي ٿي، يڪتارو کڻي، ڀڄن (ڪرشڻ جي درد ۾ ميلاپ) واسطي جو ڪجهہ چوندي ۽ ڳائيندي پئي وئي، پر سندس انهن شاعراڻين صنفن کي صرف ڀڳتي ڀاءَ ڪري ڀڄن جو نالو ڏنو ويو ۽ سندس مختلف صنفن جو احاطو ڪري، انهن جدا جدا صنفن ۾ نہ رکيو ويو آهي. اسان جي راءِ موجب ميران ٻائيءَ، وائي، گيت ۽ نظم جي صنفن تي شاعريءَ جو سمورو تاڃي پيٽو اڻيو آهي. هند جي محققن کي بہ اها ڳالهہ ذهن ۾ نہ آئي آهي تہ اهي ميران ٻائيءَ جي اصناف سخن جي چنڊڇاڻ ڪن ها ۽ سندس ڀڄنن مان مختلف صنفن کي ڌار ڌار سنواري سڌاري رکيو ۽ ڇپرايو وڃي ها.

هاڻ مان هتي ميران ٻائيءَ جي ڀڄنن مان هڪ بہ مثال ڏيئي ثابت ٿو ڪرڻ گهران، سنڌي پڙهندڙن خاص ڪري سنڌي صنفن تي گهري نظر رکندڙ ضرور مون سان متفق ٿيندا يا منهنجي فني ۽ گهاڙيٽي جي لحاظ کان رهنمائي ڪندا. ميران ٻائيءَ جي وائيءَ جو مثال.[25]

ٿلهہ: دو دن ڪي مجمان، ٻگاڙون ڪس سي.
بند: 1. اب تم سو وت سيج پلنگ پر، ڪل تم آؤگي مسان،
ٻگاڙون ڪس سي.
2. مات پتا ست ناري ڇوڙ ڪي، آڪر هووت حيران.
ٻگاڙون ڪس سي.
3. راج ڀي چل گئي پرڌان ڀي چل گئي، ڪمپ ڪرن بلوان.
ٻگاڙون ڪس سي.

4. ڪيٽ پتنگ اور برهما ييِ چل گئي، ڪوئي نہ رهيگو اوسان.
بگاڙون ڪسي سي.
5. بائي ميرا کهي گرڌر ناگن، رک لي تو رام ڪا ڌيان.
دو دن ڪي مجمان، بگاڙون ڪس سي.

ميران ٻائيءَ جي هن ڪتاب ۾ اهڙا ڪيترائي پڇن موجود آهن، جيڪي اسان جي خيال مطابق اسان جي وائيءَ جو اصل گهاڙيتو آهن. ميران ٻائيءَ بہ هن صنف ۾ ٽہ - پديون وايون بہ آهن، پر اسان هتي هڪ ٻي وائي پڙهندڙن لاءِ ڏيڻ پسند ڪنداسون، اها وائي بہ ٻہ - پدي آهي.[27]

ٿلهہ: تم آجيو راما! آوت اسيان آما
بند: 1. تم مليا مين پوسک پاؤن، سرين منورٿ ڪاما.
تم آجيو راما!
2. تم بچ هم بچ انتر ناهين، جيسي سورج گهاما.
تم آجيو راما!،
3. ميرا من ڪي اور نہ مانِ، چاهي سندر سياما.
تم آجيو راما!آوت اسيان آما.[28]

جيڪڏهن اسان جو موضوع صرف ميران ٻائيءَ جا پڇن هجن ها تہ مان سندس ڪتاب مان ڪيتريون ئي وايون چونڊي، پڙهندڙن کي پيش ڪري سگهان ها.

هاڻ تہ اسان پنهنجي اصل مقصد شاهہ لطيف جي چيل وائيءَ ڏانهن اچڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون، ڇاڪاڻ جو سنڌي ادب جي تاريخن ۾ اها ڳالهہ مڃي وئي آهي تہ 'وائي' جو موجد شاهہ عنات رضوي آهي، جنهن جون ڪل 40 کن وايون آهن، رسالي جي هر داستان ۾ بيتن جي پوري ٽيڻ کان پوءِ رکيون آهن، جڏهن تہ شاهہ لطيف جون وايون لڳ ڀڳ ٽن سَون تائين ۽ اجا بہ

محترم جي. ايم. سيد جي سهيڙ 'شاهہ جون وايون ۽ ڪافيون' ڪتاب ۾ 414 آيل آهن. شاهہ لطيف بہ پنهنجي رسالي ۾ جيترا بہ سُر چيا آهن (گنج ۾ 36 سُر ۽ باقي مرتبن جي رسالن ۾ 30 سُر آيل آهن). شاهہ لطيف بہ وائي 'دوهوچند' ۽ 'سورنوچند' تي لکيون آهن، پر انهن ۾ نواڻ ۽ تجربا بہ پاڻ ئي ڪيا اٿس، هر وائيءَ جي ٿلهہ ۾ ئي اها نواڻ يا تجربو ڪري ڏيکاريو اٿس. (اصل ۾ دوهوچند آهي تيرنهن يارنهن ماترائون ۽ سورنوچند آهي ابتو دوهو.) شاهہ لطيف وائيءَ جو ٿلهہ ۽ بند اهڙي ڳُٽپ ڪان مبرا رکيا، سندس سورنوچند تي ٿلهہ واري هيءَ وائي جا ٿلهہ ۾ بہ بہ پدائين ۽ بندن ۾ بہ بہ پدائين آهي. ان جو مثال ڏسو.[29]

ٿلهہ: منڌ پيئندي مونہ سڄڻ سهي سڃاتو.
بند: 1. پي پيالو عشق جو، سيڪي سمجهو سون.
2. پريان سندي پار جي، اندر آڳ اٿون.
3. جئڻ ناهي جڳ ۾، ڏينهن مڙيئي ڏون.
4. الا! عبداللطيف چئي، آهين تون ئي تون.

هيءَ وائي 'سورنوچند' جو بهترين مثال آهي. ٿلهہ ۾ 12+11 ماترائون آهن ۽ بندن ۾ ماترائن جو ڳاٽيتو پڻ لڳ ڀڳ ساڳيو رکيو اٿس. ٿلهہ جي پهرئين پد ۽ بندن جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس. هاڻ اسان هڪ اهڙي وائي پڙهندڙن آڏو رکنداسون، جيڪا 'دوهوچند' تي آڌاريل آهي.[30]

ٿلهہ: سپريان جي سونهن جي، ڳالهہ ڪين وڃي.
بند: 1. وڃي در دوستن جي، سوريءَ سرهڃي.
2. عاشق انگن چڙهيا، ٻيو سيڪو ٻڃي.
3. ٻجج ٻوءِ پريتڻو، پهرين سِر سڃي.
4. عاقل ئي اوچون ٿيا، ٻورو ڪين ٻڃي.

هن وائيءَ جي ٽلهہ جي ماترڪ ڳُٽپ 11+10 ماترائون تين ٽيون ۽ باقي بند بہ انهيءَ ڳُٽپ سان ملندڙ جلندڙ اٿس.

هي ڪجهہ مثال هئا شاهہ لطيف کان اڳ وارن شاعرن وٽ وائيءَ جا گهاڙيٽا، جن کان شاهہ لطيف بہ متاثر ٿي پنهنجي شاعريءَ ۾ وائيءَ جي صنف کي روا رکيو، نہ تہ سندس دؤر ۾ تہ فارسي ٻوليءَ جون صنفون عام جام لکيون وينديون هيون، جن کان شاهہ لطيف بنهہ نابري واري ۽ شاعريءَ ۾ اهي صنفون لکيون يا چيون، جن جو سڌو سنئون واسطو سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ سنڌي ماحول اجا بہ سنڌي ماڻهوءَ جي ڪن رس موسيقيءَ سان ٺهڪي پيو بيهي. شاهہ لطيف تہ انهن ڳالهين کان بہ گهڻو اڳتي نڪري ويو.

## حوالا


1. شاهوائي، غلام محمد، مرتب: شاهہ جو رسالو، سُر آسا، بيت 23، داستان 4، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، ص: 725.
2. اياز، شيخ، ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1993ع، ص: 139.
3. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'ميين شاهہ عنات جو ڪلام'، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1963ع.
4. فقير، فقير محمد، ڪليات بلها شاهہ، الفيصل ناشر ۽ تاجر ڪتب، لاهور، ص: 19
5. ساڳيو، ص: 17.
6. شيام، نارائڻ، 'وائي ۽ ڪافي'، ماهوار ڪينجهر، جنوري 1993ع، ص: 53.
7. گهانگهرو، عابده، سنڌي شاعريءَ تي ڀڳتي تحريڪ جو اثر، ڪارونجهر جرنل، جون 2014ع.
8. شيام، نارائڻ، 'وائي ۽ ڪافي'، ماهوار ڪينجهر، جنوري 1993ع، ص: 53.
9. ساڳيو، ص: 52.
10. ساڳيو، ص: 52.
11. ساڳيو، ص: 54.
12. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهہ جو رسالو (مستند)، سُر آبري، بيت 12، داستان 3،

ص: 178.

13. فقير، فقير محمد، ڊاڪٽر، ڪليات بلها شاهہ، الفيصل ناشر و تاجر ڪتب، لاهور، ص: 45.
14. ساڳيو، ص: 53.
15. ساڳيو، ص: 63.
16. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، ميين شاهہ عنات جو ڪلام، سُر ڪلياڻ، وائي 1، فصل 1، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1963ع، ص: 3.
17. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، ميين شاهہ عنات جو ڪلام، سُر مارئي، وائي 1، فصل 1، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1963ع، ص: 55.
18. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، ميين شاهہ عنات جو ڪلام، سُر ڌناسري، وائي 1، فصل 4، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1963ع، ص: 106.
19. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، ميين شاهہ عنات جو ڪلام، سُرود ديسي، وائي 2، فصل 4، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1963ع، ص: 181.
20. ڪتاب ساڳيو، اضافي شاعري، سُرود پرڀات، وائي 2، ص: 226.
21. عشقي، الياس، 'وائي نج سنڌي راڳ ۾ ٺاهي وچي ٿي'، مهراڻ، نمبر 3-4، سال 1969ع، ص: 187.
22. طالب المولىٰ، مخدوم، وائي، ٿماهي مهراڻ نمبر 3-4، 1969ع ص: 47.
23. گرامي، غلام محمد، وائي، ٿماهي مهراڻ نمبر 3-4، 1969ع ص: 48.
24. بيوس، تاجل، ماهورا پيغام، جلد 5، شمارو 4، سال 2003ع.
25. جعفري، سردار، پريم ديواني ميرا بائي، آج پبليڪيشن، ڪراچي، 2006ع، ص: 130.
26. ساڳيو، ص: 214.
27. آڏواڻي، ڪلياڻ، پروفيسر، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، سُر ڪلياڻ، 1988ع، ص: 19.
28. آڏواڻي، ڪلياڻ، پروفيسر، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، سُر يمن ڪلياڻ، داستان 7، 1988ع، ض: 28.

باب ڇهون

# شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ وائيءَ جا گهاڙيٽا ۽ موضوع

اسين اڳ به ٻڌائي ۽ لکي آيا آهيون ته سنڌي ٻوليءَ ۾ شاعراڻي فصل جا ڪيئي سهڻا گل، پنهنجي پنهنجي سڳنڌ سان، ٻاجهه ڀريل ٻوٽن تي صدين کان لهرائي، پنهنجي سونهن ڀري سڳنڌ پکيڙيندا رهن ٿا. اهڙن سڳنڌ واس گلن مان شاهه لطيف هڪ اهڙو گل آهي، جنهن جي نه سڳنڌ ۾ ڪو گهاٽو پيو آهي ۽ نه ڪڏهن ڪنهن تتي هوا جي جهوٽي هن کي ڪومايو آهي ۽ نه ڪنهن خزان جي وَر چڙهي سگهيو آهي. جيتوڻيڪ شاهه لطيف کي هي جهان ڇڏئي 272 ورهيه گذري ويا آهن، تڏهن به هن جو رسالو کولي پڙهڻ ويهبو ته اوهان کي ايئن محسوس ٿيندو ته هي ته مون کي اڳ ۾ سمجهه ۾ نه آيو هو، اهو مون کي هاڻ ٿو سمجهه ۾ اچي، يعني جيئن جيئن پڙهندڙ جي ذهني سطح وڌندي ويندي، تيئن تيئن شاهه لطيف جي شاعريءَ جي سڳنڌ ۾ نکار ايندو ويندو. اها اوهان جي سنگهڻ ۽ محسوس ڪرڻ جي حس تي حاوي ٿيندي ويندي. سندس هن بيت جي ڪيفيت طاري ٿيندي ويندي.[1]

ڪامان، ڪپاران، ڀڄران، ليڪان ۽ لوچان،
تَن ۾ تؤنس پريںءَ جي، پيان نه ڍاپان،
جي سمنڊ منهن ڪيان، توءِ سر ڪيائي نه ٿئي.

شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ جيڪي صنفون آيل آهن، اسان کي هن ليک ۾ صرف سندس 'وائيءَ' جي صنف ۽ ان ۾ ڪيل ڪن تجربن بابت ئي ڪجهه لکڻو آهي. "سنڌي وائي لوڪ گيتن 'سهرو' مان نڪتي آهي ۽ ارتقائي منزلون طئي ڪندي پنهنجي الڳ صورت اختيار ڪري وئي آهي.

وائيءَ جو تعلق جيئن تہ موسيقيءَ سان آهي، ان ڪري اها ڪنهن نہ ڪنهن راڳ ۾ لکي ويندي آهي. وائي، غزل جيان مسلسل بہ هوندي آهي ۽ ان جو هر بند الڳ معنيٰ تي بہ ٻڌل هوندو آهي، هر بند کان پوءِ ٽلهہ جو ٻيو (پد) ٽڪرو، جو ٻي قافيہ هوندو آهي، اهو دهرايو ويندو آهي."(2) مان هن حوالي سان اتفاق نہ ٿو ڪريان، ڇاڪاڻ جو 'سهرو يا لاڏو' جيڪو عام شادين مرادين ۾ ڳايو ويندو آهي، اهو ڪنهن بہ شاعراڻي اصول تي ٻڌل نہ هوندو آهي، پر وائي تہ، بيت مان نڪتل ڇنجي تہ ان ۾ ڪو وڏاءُ نہ ٿو ڇئي سگهجي. "بيت ۽ وائيءَ ۾ اهو فرق آهي جو وائيءَ ۾ ٽلهہ جو اضافو ڪيل هوندو آهي ۽ ٽلهہ جو هڪڙو پد هر هڪ مصرع کان بعد وراڻيءَ طور ورجائبو آهي."(3)

دراصل وائي آهي ئي هندي ڇند مطابق جوڙيل، يعني هڪڙي وائي 'سورٺوڇند' تي ۽ ٻئي قسم جي وائي 'دوهي ڇند' تي آڌاريل هوندي آهي. هنن ٻنهي قسمن ۾ پڻ سورٺي ۽ دوهي جيان ٽلهہ جي جڙت ٿيل هوندي آهي، جنهن لاءِ اهو ٻڌائڻ ضروري تہ نہ آهي تہ سورٺي جي پهرئين ۽ ٽئين پد ۾ قافيو ٿيندو آهي، اهڙي قسم جي وائيءَ ۾ پڻ قافيو، ٽلهہ جي پهرئين پد ۾ رکيو ويندو آهي، جنهن جي ماترڪ ڳڻپ يارنهن ٿيندي آهي، پر هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيو ويندو آهي. دوهي ڇند واري وائيءَ جي قسم ۾ وري قافيو ٽلهہ جي ٻئي پد ۾ رکيو ويندو آهي، جنهن جي ماترڪ ڳڻپ تيرنهن ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ جو دوهي جي ٻئي ۽ چوٿين پد ۾ قافيو رکيو ويندو آهي. باقي هن قسم جي وائيءَ ۾ بہ بندن جي هر ٻئي پد ۾ قافيو رکيو ويندو آهي.

شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ اڪثريت سورٺي ڇند وائيءَ جي آهي، پر هن پنهنجي شاعريءَ ۾ دوها ڇند وائي پڻ ڇئي آهي. شاهہ لطيف پنهنجي رسالي ۾ جيترا بہ سُر لکيا آهن ۽ انهن ۾ جيترا بہ داستان شامل ڪيا اٿس، ان هر داستان جي آخر ۾ ڪنهن ۾ هڪ تہ ڪِنهن ۾ ٻہ يا ٽن کان بہ وڌيڪ وايون

لکيون اٿس. جيئن تہ هتي اسان جو موضوع ئي شاهہ لطيف جي وائي آهي، تنهن ڪري اسان هن ليک ۾ شاهہ لطيف جي واين جا مثال ڏينداسون تہ انهن جو گهاڙيٽو ۽ انهن ۾ موضوع ڪهڙو آهي.

شاهہ لطيف جي سڄي شاعري راڳ ۽ راڳڻين جي حساب سان چيل آهي. سندس رسالن ۾ 30 کان 36 سُر يا سُرود شامل آهن. جيڪي هندستاني راڳن جي ٺاٺن ۽ انهن مان ڦٽي نڪتل راڳڻين تي ٻڌل آهن. تنهن کان سواءِ سندس شاعريءَ ۾ عشقيہ داستان، تصوف جون ڪي رمزون ۽ ڪن منزلن جا ڏس ۽ گس، انساني غم، ڏک، درد، همدردي، وڻ ٽڻ، جيت جڻيا، تاريخ، جاگرافي، ثقافت، معاشي خوشحالي ۽ بدحاليءَ جون وارتائون، مطلب تہ انسان جي اک، دل ۽ دماغ سان لاڳاپيل هر موضوع کي پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيو آهي. سندس شاعريءَ ۾ ٻوليءَ جون خوبيون، ٻوليءَ ۾ لفظن جو اضافو، لفظن جي جوڙجڪ سان گڏو گڏ سلاست، بلاغت، فصاحت ۽ جدت جا سيئي نمونا موجود آهن. ايئن سندس واين ۾ بہ اهي خوبيون شامل آهن. ”شاهہ لطيف ڏوهيڙي جي ترتيب ۾ ڪجهہ ڦيرگهير ڪري ’وائي‘ يا ’ڪافيءَ‘ جو بنياد وڌو، جا باقاعده هڪ خاص راڳ يا راڳڻيءَ ۾ ڳائجڻ جي قابل ٿي وئي.“[4]

هاڻ اسان شاهہ لطيف جي هن صنف وائيءَ جا اُهي مثال ڏينداسون، جن جو ذڪر ڪري آيا آهيون.

ٿلهہ: منڊ پيئندي مون، ساجن صحيح سڃاتو.

بند: 1. پريان سندي پار جي، اندر آڳ اٿون.

2. جيئڻ ناهي جڳ ۾، ڏينهن مڙيئي ڏون.

3. الا! عبداللطيف چئي، آهين تون هين تون.[5]

هيءَ وائي ٿلهہ جي لحاظ کان ’سورٺوچند‘ يا ’سورٺو وائي‘ چئي

تي سگهجي. هن وائيءَ ۾ ڪنهن به قسم جي نواڻ ناهي، هن وائيءَ جي ٽلهہ ۾ يارنهن پهرئين پد ۾ ۽ تيرنهن ٻئي پد ۾ ماترائون رکيون اٿس. سڄو سنئون ٽلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيو اٿس ۽ ٻئي ٽلهہ جو پد بي قافيو رکيو اٿس، جيڪو هر بند جي ٻئي پد کان پوءِ وراڻيءَ طور استعمال ٿئي ٿو. هن وائيءَ جي هر بند جي هر ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس. موضوع جي لحاظ سان هيءَ وائي صوفين جي ان ڳالهہ تي جوڙيل آهي تہ مٺخاني مان مڌ پيئڻ کان پوءِ مون 'سڄڻ' يا 'پرينءَ' کي صحيح نموني سڃاڻي سگهيس. ان ساڳئي گهاڙيٽي يعني 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل هيءَ وائي بہ ڏسو:

ٽلهہ: تيندو تن طبيب، دارون منهنجي ڏرد جو.

بند: 1. ٻُڪي ڏيندم ٻاجهہ جي، اچي شال عجيب.

2. پرينءِ اچي پاڻ ڪيو، سندو غور غريب.

3. ڏکندو سيئي ڏور ڪيو، منجهئون تن طبيب.

4. اديون عبداللطيف چئي، هاتڪ آهہ حبيب.(6)

هيءَ وائي بہ مٿي ڄاڻايل گهاڙيٽي تي ڇيل آهي. هن وائيءَ ۾ بہ ٽلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيل آهي ۽ هر بند جي ٻئي پد کي هم - قافيہ رکيو اٿس ۽ ٽلهہ جو ٻيو پد بي قافيہ وراڻي طور ڪتب ٿو آڻي. هن وائيءَ جي ٽلهہ ۾ يارنهن پد پهرئين پد ۾ ۽ تيرنهن ٻئي پد ۾ ماترائون رکيون اٿس.

هن جو موضوع سندس اهڙي ڏکندي جي درد جي دوا آهي ٿي سندس 'حبيب' يا دوست يا رهبر جي وس ۾، سندس هي مرض اهڙو آهي، جيڪو ڪنهن عام طبيب جي سڃاڻپ کان مٿاهون آهي، جنهن لاءِ هڪ بيت ۾ بہ اشارو ڏئي آيو آهي تہ:

انڌا اونڌا ويڄ، ڪل ڪچاڙيو ڪانئين،

اسان ڏکي ڏيل ۾، تون پيئاريندين پيڄ،

سوري جنين سيڄ، مرڻ تن مشاهدو.(7)

شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ وائيءَ جا مختلف گهاڙيٽا موجود آهن، اهي گهاڙيٽا بہ هن پاڻ ٺاهيا هوندا، ڇاڪاڻ جو سندس سامهون سنڌي شاعريءَ ۾ وائي صرف شاهہ عنات رضويءَ جي هئي، جنهن لاءِ چيو ٿو وڃي تہ شاهہ عنات رضوي وائيءَ جو پهريون شاعر آهي، جڏهن تہ اسان شاهہ لطيف کان اڳ وائيءَ جا ڪجهہ مثال پهرين بابن ۾ ڏيئي آيا آهيون.

شاهہ لطيف جي هيءَ وائي ڏسو:

تلهہ: جيءُ جياريو، جيءُ جياريو، ڪين منهنجڙو هاريو.
پرينءَ جي پچار، سيڻن جيءَ سنپار، جڏڙو جيءُ جياريو.

بند: 1. اچيو تن عميق مان، پري ن پُوچ پياريو.
2. مرض مريضن تان، اشاري ساڻ اتاريو.
3. ڪرم ڪريمن جي مون ڪي، اُهڪي مان اُڪاريو.
4. سنئون منهن ڪري، سپرين! ائن نرمل نور نهاريو.
5. سائلن جئن سڏ ڪري، ائن طالحن ڪي تاريو.[8]

حقيقت ۾ هيءَ وائي 'دوهي ڇند' يا 'دوها وائي' چيل آهي. هن وائيءَ جي تلهہ ۾ هونءَ تہ قافيو سٽ جي ٻئي پد ۾ رکيل آهي ۽ تلهہ ۾ چار پد رکيا اٿس، پر هيءَ وائي شاهہ لطيف جي تجرباتي وائي پڻ آهي، جو هن وائيءَ جي پهرئين ۽ ٻئي يعني ٽئين ۽ چوٿين پدن ۾ قافيو رکيو ويو آهي، وري تلهہ جي پهرئين پد ۾ ٻنو قافيو ڪتب آندو اٿس، باقي هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو استعمال ڪيو اٿس، تنهن ڪري هيءَ وائي هڪ بيت جيان ٿي لڳي. هيءَ وائي بہ اهڙي موضوع تي چيل آهي، جنهن ۾ 'پرين' ٿي اچي، مرض بہ دفع ڪري سگهي ٿو، جڏڙي جيءَ کي سگهہ بہ بخشي سگهي ٿو، صرف هن کي سنئين منهن نرمل نهار ڪرڻ جي دير آهي.

شاهہ لطيف، هڪ وائيءَ جو عجيب گهاڙيٽو جوڙيو آهي. اهڙي وائي نہ

صرف پاڻ ئي بيهر لکي اٿس نہ ئي ٻئي ڪنهن اهڙي وائي لکڻ جي سگهہ ساري آهي. اوهان پڙهندا تہ ان تي وائيءَ جو گمان نہ ٿيندو، اها وائي هن ريت آهي:

تـلـهہ: وِرسـيـا ويـچ ويـچـارا، دل ۾ درد پـريُـنِ جـو.

بـنـد: 1. اٿــو ويــچــا، مَر وِهــو، وجــو ڏيپ ڪــٽــي،

2. ٻــڪــي ڏيــنــدا ٻــاجــهہ جــي، آيــا ســور ڏٽــي،

3. آيــا جــيءَ جــيــارا، دل ۾ درد پــريُــنِ جــو.(9)

هن وائيءَ جو گهاڙيٽو عجيب آهي. ٿلهہ جا ٻئي پد الڳ الڳ رکيل اٿس، پر پهرئين ۽ ٻئي پد جا قافيا ٿلهہ جي ٻنهي پدن سان هم قافيا ناهن. وري ٽئين بند جي پهرئين پد جو قافيو ٿلهہ جي پهرئين پد سان هم وزن آهي ۽ ان بند جو ٻيو پد وري ٿلهہ جو ٻيو پد ساڳيو ئي رکيو اٿس. ٻئي طريقي سان ڏسو تہ ٿلهہ ۽ ٽيون بند چڻ تہ 'سورٺو' آهي ۽ پهريون ۽ ٻيو بند وري 'دوهي' جي ڏِک ڏئي ٿو. وري اهي ٻئي بند پڙهڻ سان سؤ سيڪڙو 'دوهي' جي موضوع تي پورو ٿو لهي. هن وائيءَ ۾ بند بہ فقط ٽي رکيا اٿس، باقي موضوع اهوئي اٿس، تہ جنهن جي مرض جو علاج ظاهري ويچ وٽ آهي ئي ڪونہ، تنهن ڪري پنهنجا ڏيپ ڪٽي روانا ٿي وڃو.

شاهہ لطيف جي وائيءَ جو هي گهاڙيٽو ڏسو، هن ۾ بہ شاهہ لطيف نواڻ آندي آهي. وائي هن ريت آهي:

تـلـهہ: مـون ۾ تـون مـوجـود! آئـون اڳـاهـيـن آهـيـان.

آئـون اَسُـوهـيـن آهـيـان.

بـنـد: 1. اڪـيـون اڪـڙيـن ڪـي، سـڪـيـو ڪـن سجُـود.

2. تيلانه رسيون بـود ڪـي، جيلانـه ٿـيـون نـابـود.

3. مـاڙهـن جـي مـوٽـڻ جـو، صـاحـب هـٿ سُجُـود.

4. ان دَرِ سـيـئـي اگـهـيـا، جـن وڃـايـو وجـود.(10)

هن وائيءَ ۾ هي تجربو ڪيل اٿس تہ هن ڪان اڳ جن بہ واين جا مثال ڏنا ويا آهن، اهي ٽلهہ ۽ بندن ۾ بہ پديون وايون آهن، سواءِ هڪڙيءَ جي، پر هيءَ وائي، جنهن جي ٽلهہ ۾ ٽي ٽي پد رکيا اٿس. ٻيو ۽ ٽيون پد جيتوڻيڪ هم وزن ۽ هم قافيہ بہ آهي، پر تنهن هوندي بہ بندن ڪي ٽلهہ جي پهرئين پد جي هم قافيہ رکيو اٿس. تنهن ڪان سواءِ قافئي سان گڏ 'آهيان' رديف بہ آندو اٿس. موضوع جي لحاظ ڪان پاڻ ڪي پرينءَ جي پهچڻ يا پائڻ لاءِ، انهيءَ وات جي 'اَسونهين' جنهن ڪي ڄاڻ ٽي ڪانهي يا جنهن جي راهہ جو رهبر ٿي ڪونهي، تنهن ڪري پنهنجي منزل، پنهنجي مقصد ڪي رسڻ ياپائڻ ڪيس اوکو پيو پائنجي. ٻئي طرف پنهنجي منزل پائڻ وارن جي ڄاڻ اٿس تہ 'تيلانہ رسيون بود ڪي، جيلانہ ٽيون نابود.' پاڻ وڃائڻ ڪان پوءِ پرينءَ ڪي پائڻ جي ڪيس پڪ آهي. سندس وائيءَ جو هي تجربو ڏسو ڪيئن آهي:

ٽلهہ: ساٿين ننڊا بار، ووا تن پانڊين ننڊا بار،
مون ڪي آرس اکڙين ۾!

بند: 1. پاتا پاڙي وارين، پڳهہ منجهہ پاتار.
2. پتڻ ٽو پور ڪري، آئي تنهنجڙي وار.
3. سڄيون راتيون شمهين، ڪيو منجهہ خمار.
4. ڪِ ٽو ڪنين نہ سُئي، هلڻ جي هاڪار.[11]

هيءَ وائي 22 بندن جي آهي، تنهن ڪري سڄي لکڻ نہ ٿو گهران، باقي هن وائيءَ ۾ جا نواڻ آندي اٿس، اها اِها آهي تہ ٽلهہ نہ صرف تہ پدائون آهي، پر ٽلهہ جو پهريون ۽ ٻيو پد هم قافيہ رکيو اٿس ۽ ٽلهہ جو ٽيون پد ٽلهہ جي ٻنهي پدن سان هم قافيہ ناهي، سواءِ ان جي وراڻي طور ڪتب آندو اٿس. هيءَ وائي ٻنهي ڇندن يعني 'ڏوهو ڇند' ۽ 'سورٺي ڇند' تي بہ پوري لهي ٿي، باقي سڀ بند ٽلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد سان هم قافيہ آهن. موضوع جي

لحاظ سان هيءَ وائي سامونڊين، واپارين جي ونين پاران اوسارو آهي، جنهن ۾ وڻجاري جي وَني پنهنجي وَر ۽ سندس ساٿين جي سفر تي سنبهڻ جو ذڪري ڪندي چوي ٿي تہ هُو هلڻ جي تياري بہ ڪري چڪا ۽ پڳهہ ڇوڙي، ٻيڙن کي پار ۾ لاهي بہ چڪا، پر منهنجي سُستي، اکين ۾ ننڊ جا خمار لهن ئي نہ ٿا، جو مان وڃي کين وداع ڪري سگهان يا کين وڃڻ کان پلي سگهان، ڪيس سرتيون ان هاڪار جي سڌس نہ پوڻ تي طعنا ٽيون ڏين تہ ڇا تو هلڻ جي هاڪار نہ ٻڌي هئي؟ تون سڄي رات ننڊ جي خمار ۾ خمازي پئي هئينءَ، پوءِ تنهنجو پتار ڪيئن نہ ساٿين جي هاڪار اونائي سفر تي روانو ٿئي ها.

شاهہ لطيف جي وائيءَ جو هي گهاڙيٽو ڏسو:

ٿلهہ: پرين جي پنڌا، مون کي جي جهلينديون،
سي نہ پڇنديون.

بند: 1. پلي ڪري آئيو، ناٿارو ڏيها.
2. پڳي ڪُٽِ سڄي تي، لٿي جاڪِ گهرا.
3. سرتيون سُور پرائيا، هاٿي هن هندا.
4. تان ڪين واس وهائيان، پاروچي مُلا.
5. تان ڪين ڏونگر ڏوريان، جان ڪُڙهہ اندر ساهہ.
6. متيون مونڻ سنديون، تون هڏ آچ مَر ماءُ.[12]

هيءَ وائي بہ سورٺو ڇند وائي آهي، پر هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ اُها نواڻ آهي تہ هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ ٽي پد آهن، پيو ۽ ٽيون پد هم قافيہ آهي، پر بندن جي هر ٻئي پد کي ٿلهہ جي پهرئين پد جي هم قافيہ رکيو اٿس. هيءَ وائي ڪلياڻ آڏواڻيءَ سُر سامونڊيءَ جي داستان پهرئين ۾ رکي آهي. حقيقت ۾ هن وائيءَ جو موضوع ئي سسئيءَ جي پنهل کي ڳولا سان تعلق ٿو رکي نہ ڪي سامونڊيءَ جي موضوع سان، هيءَ وائي، سسئي جڏهن پنهل کي ڳولهڻ لاءِ

ينيور ڪي وندر جي وٽن ۽ جبلن جي لاهن ۽ چاڙهن تي چڙهڻ لاءِ سنيري تہ سرتين جي سمجهائڻ تي بہ نہ ٿي مُڙي، جنهن لاءِ هن جو اهو ئي جواب ڪين بس ڪرائڻ لاءِ ڪافي هو تہ، 'تيسين ڏونگر ڏوريندس جيسين جان ۾ ساهہ اٿم، تنهن ڪري موٽڻ جون متيون ئي نہ ڏيو.

شاهہ لطيف جي وائيءَ جو هي گهاڙيٽو ڏسو:

تلهہ: تڙ نهاريان تي، منهنجا بند رويا جي،
مان سڙهہ سجاڻان سجڻين.
بند: 1. ايي اوسَهِہ پائيان، ڪارڻ وڻجاري.
2. گهڻو اڪنڊي آهيان، پرينءَ پنهنجي ڪي.
3. آسائتي آهيان، الا! ڪانڌ اچي.

هيءَ وائي 'دوهو وائي' آهي، جيڪا 'دوها ڇند' تي آڌاريل آهي، پر هن وائيءَ جي تلهہ جي ٻنهي پدن ۾ قافيو رکيو اٿس، تيون پد الڳ رکيو اٿس. موضوع جي لحاظ کان هيءَ وائي آهي ئي سُر سامونديءَ جي، تنهن ڪري وڻجارن جي وهن پاران سندن وَرن جي عميق ۾ ڪاهي ڏيساور ڏورڻ لاءِ وڃي چڪا آهن، اهي پنهنجي ڪانڌن جي ٻيڙين اچڻ جو انتظار ڪري رهيون آهن، جن جو چوڻ آهي تہ اسين پنهنجي ڪانڌن جي ٻيڙن جا سڙهہ بہ سڃاڻون ٿيون، پر اهڙين ونين لاءِ شاهہ لطيف هيئن بہ چوي ٿو:

جا جر جاڻون نہ مٽي، ڏيئا نہ موهي،
سڏون ڪوهہ ڪري، سا پنهنجي ڪانڌ جون.[14]

جل پوڄا جو هڪڙو مثال آهي. ان زماني ۾ جل پوڄا ڪئي ويندي هئي، درياهہ شاهہ ۾ اکا وڏا ويندا هئا، باسون باسيون وينديون هيون، وَرن جي وَرڻ ۽ خير سان وَرڻ يا سندن خير خبر ٻڌڻ لاءِ وڻجارن جون وهون دعائون گهرنديون هيون. هن دؤر ۾ بہ سنڌ ۾ هندو توڙي مسلم عورتون پنهنجي وَرن

۽ اولاد، جيڪي ڪنهن ڪم سانگي ڏيساور ڏورڙ ويا آهن، انهن جي خير ۽ خوبيءَ سان واپس ورڻ لاءِ دعائون گهرنديون ۽ باسون باسينديون رهنديون آهن. سندس هيءَ وائي ڏسو، هن وائيءَ جو گهاڙيٽو ڪيئن گهڙيو اٿس.

تلهہ: آيل ڪريان ڪيئن، جيجل ڪريان ڪيئن؟

منهنجو نينهن، پليو نہ رهي.

بند: 1. سامونڊيءَ جي سنگ کي، رئان راتون ڏينهن.

2. مادر پائي منڊيون، وڃان ساجن سيئن.

3. ويو وڻجارو اوهري، مون کي چاڙهي چيئن.

4. گوندر متان جندڙي، وريا ولين جيئن.

5. اڏوهيءَ جئن ڏکڙا، چڙهئا چوتيءَ سيئن.(15)

هتي هڪڙي وضاحت جي ضرورت پيش آئي آهي. اها ساڳي وائي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري ڪتاب ۾ بہ آهي، پر هن جي وائيءَ ۾ بندن ۾ ڪجهہ اڳ پوءِ بہ ٿيل آهن ۽ لفظ 'اَپليو' آيل آهي، جڏهن تہ ڊاڪٽر بلوچ صاحب اهو لفظ 'پليو' لکيو آهي. لفظ 'اَپليو' معنيٰ نہ پلڻ جوڳو ۽ 'پليو' معنيٰ جهلڻ سان بہ نہ مُڙي. هيءَ ساڳي وائي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وٽ سورٺو وائي ۽ ڊاڪٽر بلوچ وٽ دوهو وائيءَ جي ڏمري ۾ اچي ٿي. جيئن تہ اسان مثال طور ڊاڪٽر بلوچ جي مرتب ٿيل رسالي مان ڪنئي آهي، تنهن ڪري هيءَ وائي، دوهو وائي ڪري ليکينداسون، پر هن وائيءَ جو تلهہ تہ ٽہ پدو رکيو اٿس، پر هن وائيءَ جي تلهہ جي ٽئين پد جي وچ ۾ پڻ قافيو رکي وائيءَ جي حسن ۽ بيهڪ ۾ واڌارو ڪيو اٿس. باقي موضوع جي لحاظ سان هن وائيءَ ۾ بہ مٿين وائيءَ وارو سوز ۽ گداز آهي. سندس وائيءَ جو هي گهاڙيٽو ڏسو، ڪيئن آهي.

تلهہ: مون کي ڪامَ جهلي، سيڪا پاڻ پلي،

آءٌ وڏڙي نينهن اڇلي.

بند: 1. ويندي آءٌ پار پريان ڏي، مون کي ڪامُ جھلي،
2. پسيو دونهيون دوست جيون، جيءُ منهنجو جلي.
3. ڏمر ڏيهاڻي ڪيترو، پَرَ ۾ تو پلي.
4. محبتي ميهار جو، سُور مون کي سلي.(16)

هيءَ وائي 'دوهو ڇند' تي جوڙيل آهي، هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ ٽي پد رکيا اٿس. ٿلهہ جي پهرئين سٽ جي ٻنهي پدن ۾ قافيو بہ رکيو اٿس ۽ وري ٽئين پد يعني وراڻيءَ ۾ پڻ قافيو رکيو اٿس، جيئن 'جھلي'، 'پلي' ۽ 'اجلي'، باقي هر بند جي ٻئي پد کي هم قافيہ رکيو اٿس. شاهہ لطيف جي وائيءَ ۾ هر بند جا پد ٿلهہ جي هم قافيہ تہ آهن پر هم وزن بہ آهن. هن وائيءَ جو موضوع سهڻيءَ جي سڪ آهي، جيڪا کيس ميهار سان ملڻ کان سواءِ ماني ئي نہ ٿي ٿئي، ڇاڪاڻ جو هن جي حالت هيءَ آهي، جنهن ڏانهن شاهہ لطيف اشارو ٿو ڪري تہ:

اديون سڀ اندام، چڙن منهنجا چوريا،
لارن جا لنؤن لائيي، سا ڪئن آڇيان عام،
لڳيس جنهن جي لام، سو دلاسا دوست ڏئي.(17)

شاهہ لطيف تہ سهڻيءَ جي سڪ، سوز ۽ ساز کي هنن لفظن ۾ سندس اهميت اجاگر ڪئي آهي، جنهن مان لڳي ٿو تہ هتي لطيف مجاز جي منزل طئي ڪري حقيقت ۾ پير پائي چڪو آهي. سندس هيءُ بيت ان جي شاهدي ڏئي رهيو آهي:

سياري سيہ رات ۾، جا گھڙي وسندي مينہ،
هلو تہ پڇون سهڻي، جا ڪر ڄاڻي نينہ،
جنهن کي رات و ڏينہ، ميهار ئي من ۾.(18)

شاهہ لطيف جي مٿين وائيءَ جو گھاڙيٽو ڏسو، هن گھاڙيٽي ۾ بہ نواڻ يا تجربو ڪيل آهي. شاهہ لطيف وائيءَ جي ٿلهہ ۾ ئي اڪثر تجربا ڪيا

آهن، پر بند ۾ مصراعون اهي ٽي ٻہ پديون، دوهي ڇند جيان ۽ قافيو هر بند جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس. تمام گهڻ اهڙا تجربا آهن، جن جي بندن ۾ ٽيون پد رکيو هجيس. وائي هن ريت آهي:

ٿلهہ: هُو جي هليا هوت سوارا، مون نہ وهيٽا، پنهل سگهيٽا.

بند: 1. سسئي پڇي سات جا، اوطاقون اوتارا.

2. ٿليون ٿؤنر هلويون، مين سِر موچارا.

3. آن کي ويندي گڏيا، آرياڻيءَ ان پارا.

4. مون کي نيندا پاڻ سين، ڪامل ڪُر ڪرارا.[19]

هيءَ وائي 'سورٺي ڇند' تي ڇيل يا 'سورٺو وائي' سڏبي، پر هن وائيءَ جي ٿلهہ جي ٻئي پد ۾ وري ٻتو قافيو 'وهٽيا' ۽ 'سگھٽيا' استعمال ڪيا اٿس. هيءَ وائي سسئيءَ جي داستان ۾ آيل آهي. سسئي پنهل جي ڀائرن يا ساٿين جي لاءِ چوي ٿي تہ هو، پنهونءَ جا مائٽ آهن، جڻ منهنجا سيڻ ٿي ناهن، مان سندن سڱ ۾ ٿي ناهيان جو نہ مون سان صلاح ڪيائون نہ ٿي مون کي ساڻ وٺي ويا. جيتوڻيڪ هن پنهل سان رسم رواج موجب وواهہ رچايو هو، تنهن هوندي پنهل جا ڀائر، سندس ڏير ۽ انهن جا ساٿي، سسئيءَ کي پنهنجو ڪرڻ کان انڪار ڪندي ۽ پاڻ ۾ ٻاروچي ٻوليءَ ۾ ڳالهائي، صلاح مشورا ڪري، ننڊ لاءِ نشو ڪارائي پنهل کي پاڻ سان ڪٽي روانا ٿي ويا، جنهن لاءِ شاهہ لطيف سسئيءَ واتان هيئن ٿو چوائي:

نڪي ٿيانِ سڱ ۾، نڪين سگهيٽي،

آهيان ڪميٽي، ذات ٻاروچي نہ جڙان.[20]

اهڙيءَ طرح شاهہ لطيف پنهنجي ڪلام ۾ وائيءَ جي گهاڙيٽي جي ٿلهہ ۾ ڪيترائي تجربا ڪيا آهن. شاهہ لطيف کان اڳ وائيءَ اجا شروعاتي پير ڪنيا، جنهن کي شاهہ لطيف باقاعدي صنف طور پنهنجي شاعريءَ ۾

پيش ڪيو ۽ اها وائي راڳن ۽ راڳڻين ۾ پاڻ بہ ڳايائين ۽ اڄ تائين سنڌي راڳ ۽ سنڌي شاعريءَ جي مقبول عام صنف طور سنڌي موسيقيءَ توڙي سنڌي شاعريءَ ۾ موجود رهندي پئي آئي آهي ۽ موجود رهندي. وائيءَ جو مستقبل روشن آهي.

## حوالا


1. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، شاهہ جو رسالو، سُر سهڻي، بيت 1، داستان 6، ثقافت ۽ سياحت کاتو، ڪراچي، 2009ع، ص: 390.
2. ڪناسرو، منظور، 'شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، حيات و افڪار'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2009ع، ص: 95.
3. سوڍر، شاهنواز، ڊاڪٽر، 'سنڌي ثقافت ۽ شاهہ لطيف'، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ، حيدرآباد، 1991ع، ص: 444.
4. عقيلي، الهہ بخش، حاجي، 'شاهہ لطيف ۽ سنڌي موسيقي'، شاهہ لطيف جي موسيقي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، 1992ع، ص: 147.
5. سيد. جي. ايم.، 'شاهہ جون وايون ۽ ڪافيون'، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1991ع، ص: 2.
6. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، سُر ڪلياڻ، داستان 3، ص: 20.
7. انصاري، عثمان علي، شاهہ جو رسالو، سُر ڪلياڻ، بيت 2، داستان 2، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ، 1997ع، ص: 69.
8. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، سُر يمن ڪلياڻ، داستان 3، ص: 23.
9. ساڳيو، سُر يمن ڪلياڻ، وائي 1، داستان 1، ص: 21.
10. ساڳيو، سُر سريراڳ، وائي 1، داستان 1، ص: 38.
11. ساڳيو، سُر سريراڳ، وائي 1، داستان 3، ص: 41.
12. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهہ جو رسالو ۽ رسالي جو ڪلام'، سُر آبري، وائي 2، داستان 7، ثقافت کاتو، سنڌ، 2009ع، ص: 187.
13. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، سُر سامونڊي، داستان 1، ص: 48.

14. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر ساموندي، بيت 8، داستان 3، ص: 107.
15. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر ساموندي، بيت 8، داستان 3، ص: 109.
16. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر سهڻي، وائي 1، داستان 5، ص: 389.
17. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر سهڻي، بيت 1، داستان 3، ص: 388.
18. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر ساموندي، بيت 22، داستان 4، ص: 388.
19. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر آبري، وائي 2، داستان 2، ص: 177.
20. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو جامع'، سُر حسيني، بيت 13، داستان 11، ص: 249.

باب ستون

# شاهہ لطيف جي رسالي ۾ وائيءَ جو اوج

سنڌي ادب ۾ شاهہ لطيف جي ذڪر اچڻ سان ئي، سندس رسالي ڏانهن ڌيان ڇڪجي ٿو وڃي. 'رسالو' لفظ نڪتو آهي، رسالة يا رسائل، جيڪو عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. لغت سنڌيءَ 'رسالت' هن نياپو مُوڪليو، پيغامبري، سفارت، نبوت، آيل آهي، پر 'رسالو' يعني ننڍو ڪتاب، خط، ڪنهن مضمون تي مشتمل ڪتابڙو، مضمونن جو مجموعو، مخزن، بيتن جو ڪتاب.[1] تہ شاهہ لطيف جي رسالي ۾ پڻ شاعراڻيون صنفون آهن، جن ۾ گهڻائي تہ 'بيت' جي آهي، پر ان ۾ جيڪي ٻيون صنفون آهن، انهن مان 'وائي' بہ هڪڙي صنف آهي. ڪجهہ محققن جي خيال مطابق شاهہ لطيف ئي وائيءَ جو موجد آهي، پر اسين هن ڪان اڳ وارن بابن ۾ 'وائيءَ' بابت اهو ثابت ڪري آيا آهيون تہ وائيءَ جو موجد نہ شاهہ لطيف آهي، نہ ميون شاهہ عنات رضوي آهي، پر اها صنف شاهہ لطيف ۽ شاهہ عنات رضويءَ ڪاڻ هڪ صدي اڳ ۾ راجستان جي شاعر دادو ديال (داؤد) ۽ ميران ٻائيءَ جي پچنن ۾ پڻ ملي ٿي، باقي سنڌي ٻوليءَ جي لحاظ ڪان بہ 'وائيءَ' جو موجد .دادو ديال ئي آهي، جنهن جو تعلق پل ڪٽي راجستان سان آهي، پر جنهن دؤر ۾ دادو ديال هو، تنهن دؤر ۾ سنڌ جون سرحدون راجستان سان لڳولڳ هيون ۽ سنڌي ماڻهن جو راجستان اچ وڃ تہ هوندو ئي هوندو هو.

'وائي' دادو ديال، بلهي شاهہ ۽ ميران ٻائيءَ ڪان ٿيندي جڏهن سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿي تہ ان صنف جو سنڌ ۾ پهريون شاعرّ ميون شاهہ عنات رضوي، نصرپوري هو، پر 'وائيءَ' جي صنف ڪي شاعريءَ جي صنف ۾ اوج تي رسائڻ وارو شاهہ لطيف پتائي آهي.

شاهہ لطيف جي رساليَ جي ڪجهہ مرتبن جي رسالن ۾ لڳ ڀڳ ٿي

سڄي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي مستند رسالي ۾ ٻه سؤ نَو وايون درج ڪيل ملن ٿيون ۽ اهي سُر يا شاعري، جنهن کي بلوچ صاحب رسالي جو ڪلام ٿو سڏي، ان ۾ ٽيهه وايون آيل آهن. شاهه عنات رضويءَ جي رسالي ۾ ڪُل پنجيتاليهه وايون آهن. ٻنهي شاعرن جي وائي لکڻ يا چوڻ جو اهو طريقو آهي جو هنن هر سُر جي هر داستان جي آخر ۾ وايون رکيون آهن.

هتي اسان جو موضوع آهي شاهه لطيف جو وائيءَ کي اوج ڏيارڻ. ڳاڻاٽي جي لحاظ سان سنڌي اساسي شاعرن سڀ کان وڌيڪ موضوعن تي وايون شاهه لطيف ئي لکيون آهن. شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ جا جيڪي موضوع جوڙيا، تن ۾ تصوف، انساني ٻي وسي، سنڌ جي ثقافت، سنڌي ٻوليءَ، سنڌ ۾ رائج عشقيه داستان، جيڪي هن اُن وقت جي پڻن، پانن ۽ مڱڻهارن جي واتان ورجائبا ٻڌا، انهن کي هڪ نئين رنگ ۽ ڍنگ ۾ پيش ڪيائين. شاهه لطيف سنڌ جي عوام جي اهنجن، ايذائن کي، ڏکن ۽ سڪن کي پنهنجي شاعريءَ جي ذريعي هڪ علائقي کان ٻئي علائقي جي عوام کي روشناس ڪرايو. شاهه لطيف ان دؤر جي پنڻي پيل، ڌڪاريل، گهٽ درجي جي شهرين جي دانهن ٻڌجي، وقت جي حاڪم طبقن کي پنهنجي شاعريءَ جي ذريعي سندن اهنجن ۽ ايذائن جي ازالي لاءِ وس آهر ڪوشش ڪئي. ڏسو شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ ساٿين ۽ مڇي ماري زندگيءَ جو گذران ڪندڙ ان دؤر جي ڏتڙيل انسان جي زندگيءَ گذارڻ جي ڍنگ ۽ ساڻن سنڌ جي عام ماڻهوءَ جي رويي کي ڪيئن ٿو چٽي.

کاريون، ڇاريون، ڇڄ ڇپريون، جن جي محبت مڇيءَ ساڻ،
رهن وهن سر ٻانڌيين، سيئي بدبوءِ هاڻ،
لڌڙن جئن لطيف چئي، پاڻيءَ وجهن پاڻ،
تن ملاحن جو ماڻ، سمي سِر ڪئو پانهنجي.[2]

يا وري ساڳئي عوام جي رهڻي ڪهڻي، ويس ورن ۾ سندن وصف هيئن بہ بيان ٿو ڪري:

ڪاريون ڪوجهيون ڪُوڙيون، منهن نہ موچاريون،
وني وينيون وات تي، ڪکيءَ جون ڪاريون،
انين جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.

تنهن هوندي بہ ڄام تماچي، نوريءَ تي مورچا هڻندي ٿو ڏيکاري، جنهن جي حرم ۾ اڳ ڪيتريون ئي ڏاڏي پوٽيون، سهٽيون، سيبتيون، هار سينگار ڪري، تماچيءَ جي مَن کي موهڻ جا جتن ٿيون ڪن، تنهن هوندي بہ تماچي، هن نوريءَ جي نوڙت، سندس نهٺائي، پاڻ کي گهٽ پائيندڙ، نہ گيرب نہ گاءُ جي هوڏ ڪندڙ کي پنهنجي ويجهو ٿو رکي، جڏهن تہ نوري ڪيس بار بار اها ڳالهہ هيئن تي ياد ڏياريندي رهي، ڏسو هن 'وائيءَ' ۾ نوريءَ پنهنجي گهٽ هئڻ جو اقرار هن ريت ٿي ڪري:

ٿلهہ: تو در آيس سام، سما ڄام! سام تنهنجي.
بند: 1. نہ سمي نہ سومري، آهيان گندري غلام.
2. آهي منهنجي منهن ۾، ميجيءَ بوءِ مدام.
3. سمي بنان سرتيون، ڪينجهر پانيان قيام.
4. الله، عبداللطيف چئي، مون تان لاهہ ملام.[3]

هن وائيءَ ۾ نوري پنهنجي اصليت جو اقرار ڪندي نظر تي اچي. پاڻ ئي ان ڳالهہ ڏانهن اشارو پئي ڏئي تہ منهنجي بدن مان ميجيءَ جي ڄَٽَ پئي اچي. مان نہ سمي آهيان نہ سومري آهيان، مان تہ گندري غلام آهيان، تنهن جي محل ماڙين جو مَرڪ ئي نہ آهيان ۽ الله تعاليٰ کي وينتي تي ڪري تہ اها گندريءَ، ميجيءَ مارڻ، پاٽيءَ ۾ تڙ ڳندڙ، لڏڙن جيان پاٽيءَ ۾ پاڻ اچلائيندڙ، ڪکيءَ جون ڪاريون ڪٽي، واتن تي ويهندڙ واري ملامت لاهہ، ان ڪري تہ ڄام

تماچي مهڻي هاب نہ ٿئي.

شاهہ لطيف جي وائيءَ جا موضوع دراصل سندس سُرن ۾ ڪتب آندل موضوعن جي مناسبت سان آهن، جڏهن تہ ”شاهہ جون وايون درد، سوز ۽ سلاست جي لحاظ کان بي مثل آهن.“[4]

شاهہ جي وائي ڪيتري سليس آهي، ان جو مثال تہ ان مان ثابت آهي تہ شاهہ لطيف جي شاعري هر عام ۽ خاص، گهڻ پڙهيو، ٿورو پڙهيل يا بنهہ نہ پڙهيل، جڏهن شاهہ لطيف جي شاعري، بيت يا 'وائي' ٻڌي يا پڙهي ٿو، ڪيترائي شاهہ لطيف ڪي ڳائڻ وارا اڻ پڙهيل ٿي ناهن، پر هن جي ڪن رس جي معرفت شاهہ لطيف ڪي جيئن جو تئين سمجهن ٿا، حض حاصل ڪن ٿا، پوءِ پل ڪٿي ڪين ان 'وائيءَ' جو راڳ جنهن ۾ اها ڳائي وڃي ٿي، اِهو ٻڌندڙ ڪي سمجهہ ۾ نہ ايندو هجي. سندس 'وائي' رڳو لس پڙهي وڃڻ سان، پڙهندڙن ڪي نہ صرف ڪاٿين ڪا رندڪ ٿي محسوس ٿئي ۽ ان ۾ ڪتب آيل هر لفظ ڪي پوريءَ ريت سمجهي سگهي ٿو. اهڙي وائيءَ جو هي مثال ڏسو:

تلهہ: وسارج مَ ڀِويڻ، جوين ٻہ تي ڏينهڙا.

بند: 1. لوتيون سهن لوڪ جا، وهاٽيءَ تيون ويڻ.
2. اصل اَسارين جا، ستي ويڙا سيڻ.
3. جيڏيون! جي مان وسهو، ننڊ نہ هيريو نيڻ.
4. راتڙيون جاڳن جي، سي آئون ڪندڙي سيڻ.
5. آڌيءَ رات اٿي ڪري، جهل تون ننڊان نيڻ.[5]

هن وائيءَ ۾ ڪتب آيل هر لفظ ڪي جاچي ڏسو، سنڌي ٻولي ڄاڻندڙن لاءِ هڪڙو بہ لفظ ڏکيو ناهي سواءِ 'اَسارين' جيڪو عام طور استعمال نہ ٿيندو آهي، پر اهو لفظ جنهن لفظ مان شاهہ لطيف جوڙيو آهي، اهو آهي 'سارڻ' فعل مصدر 'سارَ' ۽ 'اسارين' جيڪي ساري نہ ٿا سگهن يا

ان جو متبادل لفظ آهي 'ويسارو' جيڪو ڪا ڳالهه ياد نه ٿو رکي سگهي. هن وائيءَ جو موضوع ته آهي پنهنجي پرينءَ جي ياد ۾ رهڻ. اُتئي ويئي سندس نانءَ کي ذهن ۾ رکڻ ۽ شاهه لطيف ته ان حد تائين ڏَس ۽ گس ٿو ٻڌائي ۽ چوي ٿو ته 'جيڏيون جي مان وسهو، ننڊ نه هيريو نيڻ' يعني پنهنجي پرينءَ جي ياد ۾ ايئن مَحو ٿي وڃو جو پنهنجي ننڊ به وساري ويهو. انهيءَ ڪري شاهه لطيف مارئيءَ کي صلاح ڏيندي چيو:

مَر ڪين روءُ، مَر رڙ ڪين، مَر ڪين ڪر دانهون،
ستي لوڪ لطيف چئي، ٻيئي ڪڻ ٻانهون،
لڏئي جت لائون، سو ماڳ پسنديںءَ مارئي.[6]

شاهه لطيف، مارئيءَ کي اها صلاح ٿي ڏني ته ستي لوڪ ٻئي ٻانهون ڪٽج، ٻاڏاءِ ته تنهنجون اگهامن ۽ جنهن ڏيهه جي توکي تانگهه آهي، جنهن ماڳ پسڻ جي توکي خواهش آهي، اهو تڏهن ئي توکي پسڻ جي آس پوري ٿيندي.

هن 'وائيءَ' ۾ شاهه لطيف صوفين، سنتن ۽ سامين سان سفر تيرٿ ۽ تڪيا پيتڻ ڪان پوءِ هن راءِ تي اچي بيٺو:

تلهه: مون ۾ تون موجود، آئون اڳاهين آهيان!
آئون اَسونهين آهيان!

بند: 1. اکيون اکڙين کي، سکيو کن سجودُ.
2. تيلان رسيون بودَ کي، جيلان ٿيون نابود.
3. ماٿهن جي موتڻ جو، صاحب هٿ سجود.
4. ان دَرِ سيئي اگهيا، جن وڃايو وجود.[7]

هن 'وائيءَ' مان صاف ظاهر آهي ته شاهه لطيف کي جنهن جي ڳولا آهي، تلاش آهي، اهو ته 'مون' ۾ ئي موجود آهي. الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو ته، ”مان نه ٿو ماپان زمينن ۽ آسمانن ۾، پر ماپان ٿو هڪ مومن جي

دل ۾.“ هن ’وائيءَ‘ ۾ ان فرمان جي تصديق ٿئي ٿي. ’مون ۾ تون موجود.‘ شاھ لطيف کي به جڏهن اهڙي پَڪ ٿي وڃي ٿي ته هُو سسئيءَ کي به اهڙي صلاح ٿو ڏئي ته:

هوت تنهن جي هنج ۾، پڇين ڪوھ پرياڻ،
وَ نحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو توهي ساڻ،
پنهنجو آهين پاڻ، آڏو عجيبن کي.[8]

هن بيت ۾ سسئيءَ کي پري وڃي، تڪليف سهي ڳولهڻ بدران، قرآن شريف جي آيت جو حوالو ڏيندي، ”۽ اسين ان کي ساھ جي رڳ کان به ويجها آهيون.“ هوشيار ۽ خبردار پيو ڪري ته هُو توکي ساھ جي رڳ کان به ويجهو آهي ۽ تون جهر، جنهگ، جبل پٿي لتاڙين ۽ پنهونءَ جو يا انهن اٺن جو پيرو پٺي ڳولهين جتي ته نک جو نشان به نه آهي. انسان ڪيڏا ڪشالا ٿو ڪري، پنهنجي مقصد، منزل، پرينءَ کي پسڻ جي، پر هو ته ان جو منجھ آهي. صوفين جو چوڻ آهي ته ’خالق منجھ خلق‘، تنهن ڪري ٿي هو، سفر در خلق ڪري پوءِ سفر در خالق ڪندا آهن ۽ وري موٽي به ڪين سفر در خلق ٿي ڪرڻو آهي، ڇاڪاڻ جو آدم کي پيدا ئي پاڻ سڃاڻڻ لاءِ ڪيو هئائين. هن مٿين ساري صوفين کي سمجهاڻي ڏيڻ کان پوءِ ان ڳالھ تي اچي بيٺو ٿو ڏسجي ته، ”کهڙي منجھ حساب ؟ هٿڻ منهنجو هوت ري.“

هيءَ وائي 13 بندن جي آهي، تنهن ڪري هتي ڏيڻ مناسب نه.پيو پانيان، باقي اوهين سُر سهڻي، داستان 1، مرتب ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي شاھ جي رسالي ۾ ڏسي سگهو ٿا.

هن وائيءَ ۾ ڏسو شاھ لطيف سسئيءَ کي ساٿ سان سلهاڙيل هجڻ طرف ڪيئن ٿو اشارو ڪري، اڪيلو ماڻهو ڪنهن پَر به نه ٿو سونهين، ڪو به ڪم تڪميل تي رسائي نه ٿو سگهي.

تلهہ: توٽي نين نہ نين؛ الو ميان! آءٌ انين جي آهيان.

بند: 1. زورو هن ضعيف سين، ڪامل ڪوهہ ڪرين؟

2. جت پنهنجي جوءِ ۾، جانب ماڻ جتين!

3. 'پِڪ پد منٺان اڳري، سرڪي مان سچين!

4. پانهي پاروڇي پانهنجي، سگر ماڻ سڏين.

5. پيرين آئون نہ پڄٽي، ڪرهل هوءِ نہ جهلين.

6. اديون عبداللطيف چئي، نينهن نباهيو نين.[9]

هن 'وائيءَ' ۾ شاهہ لطيف، سسئيءَ جي واتان اها ڳالهہ ٿو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري تہ، منهنجي سات جا سالار پيل تہ مون ڪي پنهنجو نہ سمجهن، پر مان تہ آهيان ئي انهن جي، هُو مون کي ڪيئن ۾ ڇوڙا ڇڏيو وڃن، ڇا مان ضعيف آهيان، تنهن ڪري اهڙي ڪار ڪئي اٿن، هنن کي مون تي ڪا کهل ئي نہ ٿي اچي، پيرين مان پهچي نہ ٿي سگهان نہ ئي وري ڪو ڪرها ٿا بيهارين، مون تي ڪو ترس ئي ڪونہ ٿا کائين.

مومل راڻي ۾ مرد جي شڪي مزاج جي شاهہ لطيف کهڙي نہ خوبصورت عڪاسي ڪئي آهي. مرد جو پنهنجي وَنيءَ جي مزاج ۽ طبعيت، سک ۽ سوز مان پليءَ پت واقف ناهي تہ پوءِ هن کي وَنيءَ جي هر ورن، هر قدم ۽ ڪم ۾ ڪونہ ڪو شڪ اپرندو ۽ جيڪڏهن هو سَلي نہ سگهندو تہ مَن ئي مَن ۾ هن جي لاءِ هڪ ڌڪار، نفرت کي جاءِ جوڙڻ لاءِ ڏئي ڇڏيندو ۽ جڏهن اها جاءِ جُڙي راس ٿي ويندي تہ ان جو برملا اظهار هن کان ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ٿي ويندو، پوءِ اهو اظهار شعوري يا لاشعوري ڇو نہ هجي. اهڙي ئي ڪيفيت جو اظهار هن 'وائيءَ' ۾ شاهہ لطيف، مومل جي واتان هيئن ٿو ڪرائي:

تلهہ: ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان؟

مون کي سوڍو سنجهہ نہ ڏئي.

بند: 1. راڻو رات رُسي ويو، ڪَرَ تي ڪُلَّ مٽي.
2. اچئو آتڻ واريون، تعنا ڏينم تي.
3. پتر وار وڃائيان، ريجهي راڻي کي.
4. ڪارايان ڪيروليون، چاريان چانگي کي.
5. اديون عبداللطيف چئي، اينمر هوت هتي.[10]

مرد جو رُسامو ۽ عورت پاران ميڙيون منٿون، طعنن سهڻ، رستي ۾ وار وڃائڻ، سندس آجيان ڪرڻ، پاڻ کي قصور وار قرار ڏيڻ، ان ڏنب ۾ چانگي کي چندن ۽ ڪيس ڪيروليون ڪارائڻ جي آڇ ڪرڻ سان بہ جيڪڏهن نہ ريجهي تہ ويچاري عورت وٽ باقي ڇا ٿو بچي. سواءِ شيخ اياز چواڻي تہ:

جي نہ ريجهي رنو، پاند ڳچيءَ پاءِ،
نينگري تو ڪيا گهٽيئي نات.

راڻي جي رُسامي ۽ پنهنجي غلطيءَ جي احساس شدت مومل جي اندر ۾ فراق ڦٽ ڪري وڌا آهن. ڪيس منٿ ڪندي، توبهہ تائب ٿيندي، هيئن ٿي نيزاري ڪري:

ڪيم توبهہ تن ڪان، جڳت جن گواهہ،
روز نهاريان نڪٽي، راڻا تنهن جو راهہ،
پرچي لڳ اللہ، موٽ مياڻ تون مينڌرا.[11]

سنڌ جو هڪڙو حصو ٿر بہ آهي. چوندا آهن تہ، 'وسي تہ ٿر، نہ تہ بَرُ جو بَرُ'. هن علائقي ۾ موجوده جديد دؤر ۾ بہ پاڻيءَ جي اڻاٺ آهي. هتي ماڻهو ۽ مال، جهنگ جا جانور، پکي پکڻ، اَبر جي آسري، وسڪاري لاءِ تاڙا بہ تنواريندا آهن، هتي بارش پوندي تہ طرحين طرحين جا گل ٻوٽا پاڻ مرادو ڦٽي پوندا آهن. ڌرتي ساوو ويس، رنگن جي ڦلڙين سان پهري، ڪنهن وَنيءَ جيان سورنهن سينگار ڪري بيهندي آهي تہ مور ٿهوڪا ڪندا آهن ۽ ڊيل بود

۾ پرجي بيخود ٿي ويندي آهي. انهيءَ پڄ، انهيءَ ٿر جي گاهن جو ذڪر شاهہ لطيف هن وائيءَ ۾ ڏسو ڪيئن ٿو ڪري. جيتوڻيڪ مارئي پنهنجي آس، عمر کي سليندي ٻڌائي ٿي.

ٿلهہ: ويڙهيچن ڏي ويندي عمر! آئون ماروئڙن ڏي ويندي،
ڏيهہ ڏاڏاڻين پڪڙين.

بند: 1. سگر ساهيڙين سين، ساڙيهہ منجهہ سڻندي.
2. اتا مينهن مليرِ ۾، ڏاڳا، ڏڀر، ڏؤنڊي.
3. عمر انهيءَ ڏيهہ جا، ڪوڏر قوت ڪريندي.
4. گولون گولاڙن جون، جهپي ساڻ جهٽيندي.
5. ڪوڪڙ ڪنڊيرن ۾، ڦوڪيون ڦڪ پريندي.
6. عيدن برادن تي، ڪِهہ مانداٽو ڪيندي.
7. پُسي ڪائي پيٽ ۾، ڏؤنرا ڏن آن ڏيندي.(12)

هن وائيءَ ۾ شاهہ لطيف ٿر ۾ پيدا ٿيندڙ ٻوٽن جو دڪر ڪيو آهي. ڪوڏر (جهنگلي ان) گولون (گول داڻا) ڪوڪڙ (سڪل پيرون) مانداٽو، پُسي، ڏؤنرا، اهي ٻوٽا برسات پوڻ سان ڌرتيءَ مان پاڻ مرادو ڦٽي پوندا آهن، انهن تي ماڻهو، مال، جهنگلي جيوت، سڀ پلبا آهن. سنڌ جا ٻہ علائقا اهڙا آهن، هڪڙو ٿر ٻيو ڪاڇو، انهن ٻنهي علائقن ۾ نهري پاڻي ناهي ۽ اڄ تائين اتي جي عوام جي اها آس پوري نہ ٿي سگهي آهي تہ انهن لاءِ ڪنهن بہ طرح پاڻي پهچائڻ جو ڪو جتن ڪجي.

ايئن شاهہ لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي چپي چپي، ڪنڊڪڙڇ جي عڪاسي ڪئي آهي، جا هن صرف پنهنجي بيتاڻي شاعريءَ ۾ ڪئي آهي، تئين هن اهڙا منظر: ماڳ، ڪردار پنهنجي وائيءَ ۾ بہ امر بڻايا آهن. سندس وائي اهڙي اوج تي آهي، جنهن کي اڄا ڪو اورانگهي نہ سگهيو

آهي. جيتوڻيڪ شاهہ لطيف کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين وائي جديد شاعرن جي مقبول صنف پئي رهندي آئي آهي.

هن باب کي اڃا اينگهائي سگهجي پيو، پر ڳالهہ ور ور ڪري ساڳي ٿي بيهي ها، تنهن ڪري اتي اڪتفا ڪئي سون.

## حوالا


1. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، جامع سنڌي لغات، جلد 3، ص: 1447.
2. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهہ جو رسالو مستند'، سُر ڪاموڏ، بيت 10 ۽ 12، داستان 2، ثقافت کاتو، 2009ع، ص: 280.
3. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهہ جو رسالو مستند'، سُر ڪاموڏ، بيت 10 ۽ 12، داستان 4، ثقافت کاتو، 2009ع، ص: 285.
4. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، بمبئي، 1988ع، ص: 14.
5. ساڳيو، سُر يمن ڪلياڻ، وائي 2، داستان 5، ص: 26.
6. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهہ جو رسالو'، سُر مارئي، بيت 19، داستان 7، ص: 366.
7. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، بمبئي، 1988ع، ص: 38.
8. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهہ جو رسالو'، سُر آبري، بيت 6، داستان 3، ص: 177.
9. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل' سُر ڪوهياري، وائي 1، داستان 5، بمبئي، 1988ع، ص: 116.
10. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل'، سُر مومل راڻو، وائي 1، داستان 7، بمبئي، 1988ع، ص: 147.
11. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهہ جو رسالو'، سُر راڻو، بيت 10، داستان 4، ص: 259.
12. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهہ جون وايون مڪمل' سُر مارئي، وائي 1، داستان 9، بمبئي، 1988ع، ص: 158.

باب اٺون

# وائي ۽ ڪافيءَ جي ڀيٽ ۾ فرق

سنڌي ٻوليءَ جي شاعرانہ صنفن ۾ ڪيئي گل، گلڪاريون، ڀانت ڀانت جون سڳنڌون، رنگ برنگي روايتون موجود آهن، انهن ۾ 'وائي' ۽ 'ڪافي' بہ اهڙيون جاڙيون ڀينر صنفون آهن، جن جي ڳائڻ ويل تمام گهڻ سمجهڻ وارا سمجهي سگهندا تہ هيءَ 'وائي' پئي ڳائي وڃي يا هيءَ 'ڪافي' آهي، ڇاڪاڻ جو ڪجھ واين ۽ ڪافين ۾ اهڙي مماثلت آهي، جو ڪيترن تہ محققن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ 'وائي' ۽ 'ڪافي' اصل ۾ هڪڙي ئي صنف آهي، پر ائين ناهي. "جيتوڻيڪ 'ڪافي' ۽ 'وائي' جو مضمون توڙي مقصد ساڳيو آهي، تہ بہ سندن بناوت ۾ فرق آهي. وائيءَ ۾ هر هڪ مصرع هڪ تڪي آهي، 'ڪافي' ۾ هر هڪ مصرع ۾ هڪ، ڏيڍ ڪان وٺي ڇئن تائين بہ تڪون ٿي سگهن ٿيون."[1]

'وائي' ۽ 'ڪافي' ۾ اصل فرق تلھ ۾ نہ پر مصراعن يا بندن ۾ ئي واضح نمايان ٿئي ٿو. ڏسو 'وائي' لفظ ئي نڪتو آهي آواز مان 'واءِ واءِ' يا 'وۇ وۇ' مان، جنهن جو مطلب آهي واويلا ڪرڻ، دانهن ڪرڻ، دانهن ڏيڻ، پر ڪافي آهي سڪندڙ دل جي ڪيفيت ۽ ان سڪايل دل جي وارتا بيان ڪرڻ.

"ڪن ماهرن 'ڪافي' لفظ جو بنياد عربي لفظ 'ڪفه' تا ڄاڻائين. 'ڪفه' جي معنيٰ آهي گهنگهرن واري لڪڙي، جا فقير وڄائي خيرات گهرندا آهن. ڪفه جو ملطب 'ميز' يا 'تزلي' آهي، انهيءَ لفظ کي اهميت آهي، ڇوتہ ڪافيءَ جو لطف بہ تڏهن ئي آهي، جڏهن ڳائيندڙ توڙي سٽندڙ، ٻئي هڪ هنڌ، تولين ۾ موجود هجن."[2]

انهن مٿين حوالن کي نظر ۾ رکي اسان کي اول 'ڪافي' جو مثال ڏيڻو

پوندو ته ڇاڪاڻ جو اسان مٿي جو حوالو ڏئي آيا آهيون ته 'ڪافي' جي مصرع ۾ ٻن کان وڌي ڇئن تڪن تائين هجن ٿيون، جڏهن ته 'وائي' هيڪوٽي ۽ ڏيڍ وٽي ٿيندي آهي. ان جي ٿلهه ۾ ٻه يا ٽي پد ٿيندا آهن، 'پد' هڪ تڪ جو اصل ۾ اڌ آهي.

ٿلهه: هر دل جو دلدار، يار منهنجو
سهڻن جو سردار، يار منهنجو

بند: 1. ڪٿ ملان ڪٿ امر نهي - ڪٿ منصور تي دار، يار منهنجو.
2. پاڻ ڇپائي راز حقيقي - پاڻ ڪري اظهار، يار منهنجو.
3. ڪٿ سِرهي ڪٿ ناز نزاڪت - ڪٿ ڪجل ڪٿ ڏار، يار منهنجو.
4. ڪٿ بلبل ڪٿ گل جي صورت - ڪٿ برگ ڪٿ خار، يار منهنجو.
5. ڪٿ ڍولڪ ڪٿ تان ترانو - ڪٿ صوفي سرشار، يار منهنجو.
6. ڪٿ عابد ڪٿ نفل دوگانه - ڪٿ ڪيفي ميخوار، يار منهنجو.
7. ڪٿ عاشق ڪٿ درد ڪشالو - ڪٿ دلبر غمخوار، يار منهنجو.
8. يار فريد نه آهي وچ پردي - خود پرود آهي يار، يار منهنجو.

هيءَ 'ڪافي' جنهن جو ٿلهه ٻه مصراعون (تڪون) ۽ هر بند ۾ ٻه ٻه مصراعون (تڪون) بيهاريل آهن. هن 'ڪافيءَ' جو گهاڙيٽو عروض تي آڌاريل آهي. هن 'ڪافيءَ' جي ٿلهه ڪي ٽي پيرا 'مفعولن' تي بيهاريو ويو آهي، جڏهن ته باقي بندن ۾ ساڳيو اصول بيهاريل ناهي. بند گهٽ وڌ وزن جا آهن، باقي هن 'ڪافيءَ' ۾ هر بند ۾ رديف ۽ ڪافيو رکيو اٿس. قافيو 'دلدار' ۽ 'سردار' ۽ رديف 'يار منهنجو'. ايئن هر بند ۾ ٻه 'قافيو' ۽ 'رديف' آيل آهن. 'ڪافيءَ' جو موضوع عشقيه صوفياڻو آهي. هيءَ 'ڪافي' خواجه غلام فريد جي آهي، جيڪو 1261هه کان 1319هه (1901ع) تي گذريو آهي. خواجه غلام فريد ڪڙيجو هو ۽ سنڌ ۾ ڄائو، سندس مادري زبان سرائڪي هئي پر سنڌي به ڪيس پليءَ پٽ ايندي هئي.

"سنڌ سان بيحد محبت هئس، سرائڪي سندس مادري زبان هئي پر

سنڌي ۾ ڄاڻندو هو. سنڌي ۽ سرائڪيءَ ڪلام چيائين.“[4]

هاڻي ساڳئي شاعر جي هيءَ ’ڪافي‘ ڏسو. هن ’ڪافيءَ‘ جو گهاڙيٽو ڪيئن جوڙيو اٿس. ٿلهه ۾ تڪو آهي، پر بند ٽ تڪاوان جوڙيا اٿس. اول ’ڪافي‘ پڙهي ڏسو.

ٿلهه: لڄ لوئي ڪين لڄائيندي‌س،
تنهنجا بخمل باهه ۾ ٻاريندي‌س.

بند: 1. تنهنجا روز ذلل ۽ مڪر دغا،
تنهنجي ظلم جون ڳالهيون عمر ادا،
وڃي ويڙهيچن سان گهاريندي‌س.

2. ٿر پنوهارن جو ديس وطن،
ٿر آهي اسان جو ملڪ امن،
خوش سانگين ساڻ گذاريندي‌س.

3. هاڻ قيد ۾ ڪهڙو ڪم ڪيان،
شالا مارن واري واهڻ وڃان،
جاتي وار اڳار پوهاريندي‌س.

4. هجي هر دم ڏيهه اباڻي مينهن،
آهي سڪ ساٿيهه جي راتين ڏينهن،
ويٺي دانهن ڪندس هنجون هاريندي‌س.

5. بٺ ماڙيون ۽ محلات جا گهر،
آهي مَرڪ ’فريد‘ جو مارو ٿر،
ڏڻ سانگيئڙن جا چاريندي‌س.[5]

هيءَ ’ڪافي‘ ٿلهه جي لحاظ کان ۾ - ٽُڪي آهي ۽ ٻنهي تڪن ۾ قافيو رکيو اٿس. هن ’ڪافيءَ‘ ۾ رديف نه آندو اٿس، پر هر بند ٽ - تڪائون

تہ آهي، پر ان جون پهرئين ۽ ٻي تڪ (مصرع) پاڻ ۾ هم قافيہ آهن، جڏهن تہ هر بند جي ٽين تڪ ٿلهہ جي ٻن تڪن سان هم قافيہ رکي اٿس. موضوع جي لحاظ کان ’ڪافي‘ مارئيءَ پاران عمر سان مقالمي طور چيل آهي تہ من روح ۾ رحم جي ڇٽنگ ايريس ۽ مارئيءَ جا بند خلاص ڪري. هن ’ڪافيءَ‘ ۾ وطن جي حُب جو برملا اظهار بہ نمايان آهي.

’ڪافيءَ‘ جي ڀيٽن جي مثالن کان پوءِ پروڙ پئي ٿي تہ ’ڪافيءَ‘ ۾ سلاست ۽ ان سان پيدا ڪيل مضمون جي سونهن، ڪافيءَ کي مقبول عام صنف بڻايو ۽ ان کان سواءِ ڳائڻ وديا جو پڻ هٿ آهي.

”ڪن عالمن جو رايو آهي تہ ڪافي هڪ راڳڻي آهي، جا ’ديپڪ‘ راڳ جي شاخ ۽ ’اندر ديوتا‘ کي ريجهائڻ لاءِ، سارنگ سان گڏ، چيٽ ۽ آکاڙ ۾ ڳائبي آهي (مئي کان جولاءِ تائين). ڪافيءَ جي لفظي معنيٰ خاطر کي رايا هيئن آهن. ”عربيءَ ۾، خيرات ’استڪفوا‘ چئبو آهي. ’ڪافه‘ جو مطلب ميڙ يا ٽولي آهي. پارسيءَ ۾ ڪاف جي معنيٰ آهي وندر، ورونهن. ’ڪاف‘ جي معنيٰ وڍ بہ آهي، انهيءَ حساب سان ڪافي آهي واڍوڙن (وڍيلن) جي قلب جي، دل وڍيندڙ ڪوڪار.“[6]

هاڻ ’ڪافيءَ‘ جي باري ۾ مٿين حوالن جي روشنيءَ ۾ اهو ڪجهہ چوڻ ۾ حق بجا ٿيندا سون تہ ’ڪافي‘ حقيقت ۾ لکڻ، پڙهڻ ۽ چيچڻ جي گهٽ ۽ ڳائڻ جي صنف وڌيڪ آهي. هونءَ اِها ڳالهہ بہ ناهي تہ ڪو ’ڪافيءَ‘ کان سواءِ شاعراڻي ٻي ڪا بہ صنف ڳائڻ جي قابل ناهي. هن جديد دؤر ۾ جديد شاعراڻي صنف آزاد نظم بہ ڳائجي وڄائجي پيو ۽ جيڪڏهن ان آزاد نظم جي خيال ۾ پختگي ۽ سٽن ۾ ردم هجي تہ اهڙو آزاد نظم بلڪل موسيقيءَ جي سُرن تي ڳائي ٿو سگهجي. ان جا ڪيترائي مثال اسان وٽ موجود آهن. بيدل مسرور ڪيترائي آزاد نظم ڳايا آهن. هڪڙو آزاد نظم عطيہ داؤد جو ’امان مون کي ڪاري ڪري مارينداِ‘، بي. بي. سي. لنڊن ريڊيو وارن ڳارايو

۽ پنهنجي نشريات ۾ پيش (آن ايئر) ڪري چڪا آهن.

'ڪافيءَ' جي سنڌي صنف جي حق ۾ ڪجهه هي دليل به آهن، جيڪي غورطلب آهن، پر اهي صرف 'ڪافيءَ' جي حق ۾ آيل آهن، نه ڪي ان حق ۾ ته 'وائي' ۽ 'ڪافي' ساڳي ڳالهه آهن.

"ڪافي خالصتاً سنڌ جي آڳاٽي ۽ اصلوڪي صنف آهي ۽ جنم وٺڻ کان عروج واري دؤر تائين سنڌ جي ماڻهن ان کي نه صرف ساهه سان سانديو، پر پنهنجي پاڙيسري ٻولين کان به ان کي روشناس ڪرايو. هن صنف ۾ اڳوڻن شاعرن حسن ۽ عشق سان گڏوگڏ فڪري موضوعن کي به آندو آهي ۽ ٻوليءَ جي حسناڪيءَ کي به قائم رکيو آهي، پر موجوده دؤر ۾ ان صنف کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. ان جو سبب غالباً عام شاعرن جي راڳ کان اڻ واقفيت آهي، ڇو جو 'ڪافيءَ' جو بنياد آهي ئي راڳ تي."[7]

'ڪافي' ۽ 'وائيءَ' جا موضوع گهڻي ڀاڱي هڪجهڙا ٿيندا آهن، پر گهاڙيٽي جي لحاظ کان ٻنهي ۾ فرق ضرور موجود آهي. هاڻ هڪ ٻه مثال وائيءَ جا هڪ ليک جي لحاظ کان ڏيڻ چاهيندس. جيتوڻيڪ وائيءَ جا گذريل بابن ۾، جيڪي هتا ئي وائيءَ جي صنف تي لکيل، انهن ۾ ڪيترائي مثال اچي چڪا آهن. هتي اسان شاهه شريف ڀاڏائيءَ جي 'وائيءَ' جو هي مثال تا پيش ڪريون:

ٿلهه: زاريون ڪري ذيل، رويو روز راهه ۾.
بند: 1. متان مٽين مورهين، آري ڄام اصيل.
2. اجها سنڌي عاجزين، ورج ويڙهه وسيل.
3. مات ڪيائين مرض کي، ڇڏيائين زليل.
4. ڪيائين نوم نفاق جي، الا! قدر قليل.
5. سائين ميڙ، شريف ڇئي، خوبيءَ ساڻ خليل.[8]

هيءَ 'وائي' ميان فتح محمد فقير جي ڪلام مان پيش ڪجي ٿي:

ٿلهه: سڄڻ سي گهر آئيا، آٽي موليٰ محب ملايا.

بند: 1. مون گهر آيا سپرين، ڏور جنين ڏينهن لايا.

2. بيبيءَ ڪارڻ ڪانڌ جي، ڪوڙين ڪانگ اڏايا.

3. مال، خزانا، ماڙيون، گوهر گنج لٽايا.

4. آهون عرض فتح جا، آگي سڀ اگهايا.[9]

پهرئين وائي 'سورٺي ڇند' ۽ ان جو ٿلهه ٻارنهن ٻارنهن ماترائن تي جوڙيل آهي ۽ ٻي وائي 'دوهي ڇند' تي آڌاريل آهي. هنن ٻنهي واين جي ٿلهن ۾ ٻه ٻه پد آهن، قافيه ٻند جي هر ٻئي پد ۾ آيل آهن، اهو آهي 'وائي' ۽ 'ڪافيءَ' ۾ فرق. اسان اڃا به هتي اهڙين ڪافين کي پيش ڪنداسون، جن جي ٿلهه ۾ ٽه ٽڪون آهن پر بندن ۾ ٻن کان وڌيڪ سٽون يا ٽڪون آيل آهن، جڏهن ته وائيءَ جي هر بند ۾ ٻن کان ٽن پدن تائين هوندا آهن. 'وائي' جي ٿلهه ۾ ٻه ٻن يا ٽن پدن کان وڌيڪ پد اڪثر نه هوندا آهن. ڪنهن ڪنهن شاعر جو جيڪڏهن ڪو 'وائيءَ' جو تجربو ٿيل هوندو ته ان ۾ هڪ پد جو وڌاءُ ٿيل هوندو، اهو اينڊڙ ٻابن ۾ ظاهر ٿيندو. هتي 'ڪافيءَ' بابت ڪن محققن جا خيال پيش ڪرڻ جي اجازت گهرنداسون.

ڪافي آهي ته دراصل اساسي سنڌي شاعري ۽ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو هڪ انگ. ڪافي اصل ۾ سنڌي سنگيت جو اهم انگ آهي ۽ اها شاعري ۽ موسيقيءَ جو جيئن ته انوکو سنگم آهي، تنهن ڪري ان کي سنڌي سنگيت جي دنيا ۾ هڪ امتيازي درجو حاصل آهي. 'ڪافي' سنگيت جي اعتبار کان غنائي (Lyrical) راڳ آهي، موضوع جي لحاظ کان حسن ۽ شباب جي تات ۽ برهه ۽ بيراڳ جي بات آهي، ته رس جي نقطئه نظر کان وري شرنگارس (سينگار رس) جي رچنا آهي. درد، ڪافيءَ جو روح ۽ سادگي ۽ سلاست، ان جي سندرتا آهن."[10]

الحاج الله بخش سرشار عقيليءَ جي راءِ، "ڪافي عربيءَ جي 'قاف'

مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڳولا يا تلاش.“ مولانا فضل احمد غزنويءَ جو رايو آهي تہ: ”هي لفظ عربيءَ جي ’ڪفي‘ مان نڪتل آهي، جنهن جو مصدر ’ڪفايہ‘ ۽ اسم فاعل ’ڪافي‘ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي خالي جاءِ پرڻ.“ هڪ ٻئي عالم عطا حسين موسويءَ جو چوڻ آهي تہ: ”’ڪافي‘ عربي لفظ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’دف‘ جي ڪاني، جنهن ۾ گهنگهرو ٻڌل هجن.“

”شاعريءَ جي نقطهٔ نگاهہ کان ڪافي نظم وارن بحرن ۽ وزنن ۾ ٿي لکي ويجي ٿي. ان جي سٽاءَ وائيءَ وانگر ٿئي ٿي، فرق فقط اهو آهي جو وائيءَ ۾ هر مصرع هڪ (سٽي) ٿئي ٿي.“(11)

سچل سرمست جو اصل نالو حافظ عبدالوهاب ۽ تخلص ’سچل‘، ’سچو‘ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ’سچي ڏنو‘ بہ ڪندو هو: سندس جنم 1739ع ۾ ٿيو ۽ سندس وصال 1827ع ۾ ٿيو. پاڻ اول تہ قرآن جو حافظ، عربي، فارسي ٻولين جو ماهر ۽ تحصيل يافتہ هو. سندس ٻولي سنڌي تہ هئي، پر هُو سرائڪي ۽ ان وقت اجا سنڌ هند ۾ هلندڙ هندي (ريختو) تي بہ پوري دسترس حاصل هئس. سندس ڪلام ۾ بيت، دوهو، ڊولڙو، ڪافي، وائي، غزل نما ڪافي، سنڌي، سرائڪي ۽ ريختو ۾ سچل سرمست نين صنفن سان گڏوگڏ وائي بہ لکي آهي. مان هتي سندس ٽنهي ٻولين ۾ چيل واين جا مثال ڏيڻ پسند ڪندس. اول سندس سنڌي وائي ڏسو:

ٿلهہ: جهڙو هي عجائب آءِ، ناهہ عجب پيو ڪو اهڙو.

بند: 1. هيڏي هوڏي نہ ڏسين، منهن پاڻ ٿي ۾ پاءِ،
ناهہ عجب پيو ڪو اهڙو.
2. پوءِ تصور هن ۾، ٻي بازي ڪا مَ بناءِ،
ناهہ عجب پيو ڪو اهڙو.
3. اکيون اپٽي جي ڏسين، تان هادي آهي هر جاءِ،

ناهه عجب پيو ڪو اهڙو.

4. سچوءَ سارو سچ چيو، رمز دل ئي سان لاءِ،

ناهه عجب پيو ڪو اهڙو.[12]

هيءَ وائي 'سورٺو چند' ٺلهه تي چيل آهي، باقي بندن جي هر پئي پد ۾ قافيو رکيو ويو آهي. هيءَ وائي ڄڻ شاهه لطيف جي هن بيت جو خلاصو ٿي ڀاسي ته:

وڃين ڇو وڏڪار، هٿ نہ ڳولين هوت کي،

لڪو ڪين لطيف چئي، پاروچو پئي پار،

لٿي سستي، پڌ سندرو، پرت پنهونءَ سين پار،

نائي نيڻ نهار، تو ۾ ڏيرو دوست جو.[13]

تنهن ڪري هن وائيءَ جي ٻي ڪهڙي وضاحت ڪري سگهجي ٿي. سندس سرائڪي وائيءَ جو هي رنگ ڏسڻ آهي.

ٿلهه: دم دم لهين سنڀال، اِهين حال دي هاريا.

بند: 1. هي دم آوي هي دم جاوي، ڪڙئي خاص خيال،

اِهين حال دي هاريا.

2. جو پل پاڻئون پري جو ٿيوين، سو پل جيوڻ جنجال،

اِهين حال دي هاريا.

3. آپ نہ آٿين سوئي ڄاڻي، فڪر ڪري في الخال،

اِهين حال دي هاريا.

4. وحدت دي وچ غوطا مارين، آءُ پوئي احوال،

اِهين حال دي هاريا.

5. سچو ڪون سبق پڙهايا، هادي ني مڙ پال،

اِهين حال دي هاريا.

هيءَ وائي بہ مٿين سنڌيءَ وائيءَ واري ڍنگ، گهاڙيٽي تي جوڙيل

آهي. 'آدم' هي انسان 'آدم' جي اولاد ۽ 'آدم' ئي آهي، جيڪڏهن دم ايندو تہ هي هوندو، جيڪڏهن دم نہ ايندو تہ هي عدم ۾ هليو ويندو. 'آدم' آهي ئي دم تي ٻڌل، تنهن ڪري صوفي چوندا آهن، 'جو دم غافل، سو دم ڪافر' هر دم جي اچڻ ۽ وڃڻ ۾ ان هستيءَ جي ياد نہ وسار، جنهن توکي هي جهان ڏيکاريو آهي.

هاڻ اسان ڪافيءَ جي وڏي شاعر سچل سرمست جي ڪافين مان ڪجهہ نمونا پيش ڪرڻ گهرنداسون، ڇاڪاڻ جو سچل سرمست جيئن تہ وڏي عمر ماڻي، ان ڪري هن گهڻي ڪان گهڻيون ڪافيون چيون. سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين جو تعداد 1338 آهي، جن مان 714 سنڌي ڪافيون آهن.[14]

ٿلهہ: جي هون پيچوڙي جيڏيون! آهي برهہ بيقراري،
بخشش الاهي آهي، ناهي ڪسب اختياري.

بند: 1. آهي ني عاشقن کان، سوريءَ مٿي سواري،
هڪ درد دل ۾ تن جي، ٻي خلق جي خواري.

2. ڪيائون حجاب ظاهر، هوءِ هوءِ حسن هزاري،
مشتاقن کي مارن، خوني نيڻ خماري.

3. مزگان وارا مقرر، ڪئيبر مارن ڪاري،
عاشق آهہ ايلازي، پائي ڳچيءَ ۾ ڳاري.

4. محبوب جون اصل کؤن، ڪجليون آهن قهاري،
آهي اصل انهن کي، سڌ سچل ساري.[15]

هيءَ 'ڪافي' سچل سرمست جي ڪلام مان ڪوري ڪڍي آهي، هيءَ 'ڪافي' ٿلهہ کان وٺي چئن ئي بندن تائين ٻہ - تڪي، چئہ پدائين آهي. هن 'ڪافيءَ' جي ٿلهہ ۾ ٻئي تڪون، سٽون هم قافيہ آهن، پر انهن ۾ رديف آيل ناهي، پر هن 'ڪافيءَ' ۾ سچل سرمست بندن جي ٻنهي تڪن ۾ بہ قافيو

رکيو آهي، اها ئي ڪافيءَ جي خوبي آهي ۽ انهيءَ ڪري هڪڙي عاشقاڻي موضوع تي چيل هئڻ ڪري نظم جو گمان پڻ ذهن ۾ اُڀري ٿو..هيءَ 'ڪافي' راڳداريءَ جي لحاظ سان سُر آسا ۾ ڳائي ٿي سگهجي. سچل سرمست جي رسالي ۾ هر 'ڪافيءَ' متان گائڻ وديا لاءِ، ان ڪافيءَ جو سُر بہ ڳائڻ واري جي آسانيءَ لاءِ لکيو اٿس.

سچل سرمست کي ڪافيءَ جو شهنشاهہ چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو، جو سندس هن ڪلام جي پهرئين ڀاڱي ۾ ئي 1251 ڪافيون، ٽن ٻولين، سنڌي، سرائڪي ۽ ريختو (هنديءَ) ۾ چيل آيل آهن. انهن ۾ 24 راڳن يا سُرن ۾ چيل ڪافيون اچي وڃن ٿيون. هونءَ اسان جي سنڌي ٻولي ۽ پر واريون پنجابي ۽ سرائڪي ٻوليون، ڪافيءَ جي ڪيت لاءِ ڀلوُن ڀل فصل ڏيڻ واريون رهيون آهن. ڪافيءَ جا ڪيترائي سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين جا شاعر سنڌ ۾ موجود آهن، جن جا نالا ڳڻبا تہ گهڻائي ملندا، باقي انتهائي مشهوري ماڻيندڙن ۾ سچل سرمست، يوسف نانڪ، مصري شاهہ، بلهي شاهہ، شاهہ حسين، خوش خير محمد، محمد فقير کتياڻ، رکيل شاهہ، چيزل شاهہ ۽ ٻيا ڪيترائي آهن. موجوده دؤر ۾ وري مخدوم محمد الزمان طالب المولىٰ ۽ سندس سلسلي جا ڪيترائي شاعر سنڌ جي راڳين ۾ مشهور و معروف آهن، سندن ڪافين جا ڪتاب پڻ ڇپيل آهن.

سچل سرمست جي ڪلام مان هڪڙي سرائڪي ٻوليءَ ۾ چيل چئن تڪن واري 'ڪافي' ڏسو، ڪيئن آهي:

تلهہ: جاني جتان ڦيرا پايا وي!
وهہ واهہ ڪيها رنگ لايا وي!

بند: 1. جاني ڪيوين آوندا جاوندا، ول ول ڪي رمزان لاوندا
ٻڌ شمشير ڪمر من پاوندا، هٿ خنجر سر ڪتايا وي.

2. ويک برهہ دا کيها بانا، هر هڪ نون پرايس جانا،
ڏي حلاج خودي دا خانا، جنهن سولي پڪڙ چڙهايا وي!
3. جاني ناز حسن دي جڙدي، رک تور عجب دي ٿُردي،
هتڪا هويا مول نہ مُڙدي، تنهندا ڪون ڦيرائي رايا وي!
4. جاني مار زغا بادشاهي، رک ڦردا بي پرواهي،
اِهين اسرار دي ڏي گواهي، شاهہ سرمد قتل ڪرايا وي!
5. سچو جوئي سٽندي هوسي، سوتہ آکي پلئہ پيوسي،
نؤ بهار خوشي وچ ٿيوسي، ايوين ڪرم سايان فرمايا وي![16]

هن ڪافيءَ جو ٿلهہ تہ عروض تي ٻڌل تو لڳي. ٿلهہ جون ٻئي سٽون يا مصراعون هم وزن ۽ هم قافيہ بہ آهن، پر هن ڪافيءَ جي بندن ۾ وزن ڪجهہ اڳ پوءِ ٿيل ٿو ڀانئجي ۽ وري بندن جي ٽن ٽڪن جو قافيو بہ الڳ الڳ رکيو اٿس ۽ چوٿين ٽڪ، ٿلهہ سان هم قافيہ بہ رکي اٿس. هن ڪافيءَ جو مضمون بہ عشقيہ آهي، پر عشق بہ اهڙو جهڙو حسن بن منصور حلاج ۽ سرمد شهيد ڪيو هو، ٻنهي ڪي عشق جي ڪماليت، سِرُ وڃرايو هو.

سچل سرمست جنهن ٽين ٻوليءَ ۾ ڪافي لکي آهي، هڪ مثال ان جو بہ ڏيڻ ضروري ٿو ڄاڻان، اها ٻولي 'ريختو' سڏبي هئي، جا اڄوڪي زماني ۾ پاڪستان ۽ سنڌ ۾ 'اردو' ۽ هندستان ۾ اڄ ڪلهہ هندي ٿي ڪوٺجي. هيءَ ڪافي بہ سُر آسا ۾ ڳائي ٿي سگهجي.

ٿلهہ: موتوا مين بشارت، برهہ ڪي اشارت،
مرن مين صفاتي. پاؤگي حياتي.
بند: 1. فنا هو بقا مين، حسن هو لقا مين،
قسمہ حق حقا مين، رچي ذات ذاتي.
2. شمع پر پتنگان، ديتا هي اچنگان،

نہ ترسي تننگان، مين جلتا جگاتي.

3. يہ هي معراج سارا، منصور يارا،

سولي پر نظارا، ديکها اثباتي،

4. سچو سمجهہ پايا، سجن مين سمايا،

الک دل لگايا، دوئي دور جاتي.[17]

هيءَ ريختي ۾ چيل سچل سرمست جي ڪافي، سڄي ساري تصوف جي رمزن ۾ رتل آهي. هن ڪافيءَ جي بہ اهائي ساڳي گهڙت آهي، جهڙي هن کان اڳ سرائڪي ٻوليءَ واري ڪافيءَ جي گهڙت هئي. هن ڪافيءَ جي ٽلهہ جي هر مصرع ۾ ٻہ ٻہ قافيہ پر ڏار ڏار رکيا اٿس، جيئن پهرئين مصرع ۾ 'بشارت' ۽ 'اشارت' قافيہ ڪتب آندا اٿس تہ وري ٽلهہ جي ٻي سٽ ۾ وري 'صفاتي' ۽ 'حياتي' قافيہ استعمال ڪيا اٿس، جڏهن تہ بند جي بہ هر مصرع ۾ يا مصرع جي هر ٽن پدن ۾ قافيہ جدارا ۽ چوٿين پد ۾ قافيو ٽلهہ جي ٻي مصرع جي قافيي سان هم وزن رکيو اٿس، جنهن سان ڪافي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ يا ڪن رس جو چس ئي نرالو ٿيو پوي. هن ڪافيءَ جي هر بند جو موضوع جدا جدا آهي، پهرئين مصرع ۾ انسان جي نفس جي 'فنا' ۾ 'بقا' جي ڳالهہ ٿو ڪري، ٻي مصرع ۾ 'شمع' تي 'پتنگ' جي پچڻ ۽ جان وڃائڻ ۾ امرتا جي راز کي نروار ٿو ڪري، ٽئين مصرع ۾ 'سوليءَ' تي سوار ٿيڻ کي انساني 'معراج' سان تعبير ٿو ڪري ۽ چوٿين مصرع ۾ 'الک' جي دل ۾ سمائڻ کان پوءِ اهي راز سلجهائڻ ۽ سمجهائڻ جو ڏس ڏئي ٿو.

سچل سرمست پنهنجي 'ڪافيءَ' جي صنف کي خوب اوج ڏنو، نہ صرف سچل سرمست پر سندس سلسلي جي ڪيترن ئي ٻين شاعرن بہ تقليد ڪئي. نانڪ يوسف پڻ سچل سرمست جو ٻالڪو ۽ سندس ئي سلسلي جو ڪافي گو شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جي ڪافين جو تعداد 439 آهي ۽ هن

به 20 ڪان وڌيڪ ڪافيءَ جا گهاڙيٽا متعارف ڪرايا.

اهڙن گهاڙيٽن جو ذڪر ڪندي اختر درگاهيءَ جو خيال آهي ته،

”سچل جي ڪافين ۾ 23 ڪان وڌيڪ ڪافيءَ جا گهاڙيٽا ملن ٿا، جن ۾ ڪافيءَ جا قسم، يڪي، ڏيڍي، ٻيٽي، ٽيٽي، چؤٽي، پنجوٽي ۽ ڇهوٽي ڪافي شامل آهن، ان ڪان سواءِ ڪافين جا جيڪي ٿلهه آهن، تن جا قسم وري الڳ الڳ آهن.“(18)

جيڪڏهن هتي اسان صرف سچل سرمست جي ڪافيءَ جي جوڙيل 23 گهاڙيٽن يا سندس ٿي ٻالڪن يوسف نانڪ ۽ روحل فقير جي ويهن ويهن گهاڙيٽن جا مثال ويهي ڏيون ته پوءِ ته صرف انهن جي ڪافيءَ تي جدا جدا ڪتاب لکڻا پوندا. حقيقت ۾ اسان ڪي هن ليک ۾ اهو ثابت ڪرڻو هو ته ’وائي‘ ۽ ’ڪافي‘ ڳائڻ جي لحاظ سان پل ته هڪجهڙيون صنفون هجن، پر لکڻ جي لحاظ سان اهي الڳ الڳ صنفون آهن، جنهن جا مثال مٿي ڏئي آيا آهيون. هونءَ اسان جو مقصد ته ’وائيءَ‘ تي لکڻ جو آهي، جيڪا صنف ميران ٻائي، دادو ديال، شاهه عنات رضويءَ وٽان ٿيندي شاهه لطيف تائين پنهنجي اوج تي پهتي ۽ اها اڄ ڏينهن تائين پئي لکجي. پر افسوس جو جديد دؤر ۾ ڪافي چوڻ جو رواج نه چوڻ جي برابر آهي.

’ڪافي‘ ۽ ’وائي‘ جي گهاڙيٽي ڪي هن باب ۾ ثابت ڪيوسون ته ’وائيءَ‘ جو گهاڙيٽو ۽ ’ڪافي‘ جي گهاڙيٽي ۾ ڪهڙو فرق آهي. ’وائي‘ صرف ٿلهه ۾ هيڪوٽي، ٻيٽي، ٽيٽي، وڌ ۾ وڌ چؤٽي، سو به صرف پدن جي لحاظ ڪان لکي ويندي هئي ۽ لکي وڃي ٿي، جڏهن ته ’ڪافي‘ وري بندن يا مصراعن جي لحاظ ڪان هيڪوٽي ڪان ڇهوٽي، يعني ڇهن سٽن يا ٻارنهن پدن تائين لکي ويئي آهي، ٻنهي صنفن ۾ خاص فرق اهو ئي آهي.

## حوالا


1. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهه جون وايون'، بمبئي، 1988ع، ص: 14.
2. ساڳيو، ص: 10.
3. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'قافيون' جلد - 2، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1978ع، ص: 646.
4. ساڳيو، ص: 645.
5. ساڳيو، ص: 646.
6. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'شاهه جون وايون'، بمبئي، 1988ع، ص: 7، 10، 11 ۽ 12.
7. فهميده حسين، ڊاڪٽر، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل، جلد - 7، شمارو - 1، 2014ع، ص: 5.
8. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو'، سُر سسئي، وائي - 39، اداره سنڌ شناسي، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد، 1972ع، ص: 41.
9. ساڳيو، ضميمو - 2، وائي - 17، ص: 207.
10. ٽڪر، هيرو، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل، جلد - 7، شمارو - 1، 2014ع، ص: 7 ۽ 8
11. ساڳيو، ص: 11.
12. بيگ، مرزا علي قلي، 'رسالو ميان سچل فقير جو'، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، 2008ع، ص: 104.
13. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو'، سُر آبري، بيت 12، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، 2009ع، ص: 187.
14. درگاهي، اختر، 'اتر سنڌ ۾ ڪافيءَ جو رنگ'، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل، جلد - 7، شمارو - 1، 2014ع، ص: 61.
15. بيگ، مرزا علي قلي، رسالو ميان سچل فقير جو، ڀاڱو - 1، سُر آسا، ڪافي - 34، ثقافت کاتو، سنڌ، 2008ع، ص: 118 ۽ 119.
16. بيگ، مرزا علي قلي، رسالو ميان سچل فقير جو، ڀاڱو - 1، سُر آسا، ڪافي - 37، ثقافت کاتو، سنڌ، 2008ع، ص: 119.
17. بيگ، مرزا علي قلي، رسالو ميان سچل فقير جو، ڀاڱو - 1، سُر آسا (ريختو)، ثقافت کاتو، سنڌ، 2008ع، ص: 123.
18. درگاهي، اختر، 'اتر سنڌ ۾ ڪافيءَ جو رنگ'، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل، 2014ع، ص: 61.

باب نائون

# شاهہ لطيف کان پوءِ وائيءَ جي صنف

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (1690ع کان 1752ع) جڏهن شاعري ڪرڻ شروع ڪئي تہ ڪانئس اڳ دوهو، سورٺو، دوهو - سورٺو ميل، بيت ۽ وائيءَ جون صنفون سنڌي ٻوليءَ ۾ نہ صرف رائج هيون، پر انهن صنفن جا ڪي مستند شاعر بہ موجود هئا. سنڌس وڏو همعصر ۽ مستند شاعر ميون شاهہ عنات رضوي، مٿين ڇاٽايل صنفن جو پختو شاعر، عمر جي لحاظ کان وڏو، پر نصرپور ۾ موجود هو، جنهن سان شاهہ لطيف جي ملاقات يعني ڇڳيءَ ريت ڪچهري بہ ٿيل هئي. ان کان سواءِ شاهہ لطيف جوڳين، سامين ۽ ساڌو سنتن سان بہ ڪجهہ وقت گڏجي گذاريو، سنڌن تيرٿ، تڪيا، ماڳ، مڪان، مڙهيون ۽ مندر بہ ڏٺا. شاهہ لطيف ساڻن هنگلاج بہ ويو تہ ساڻن گڏ گنگا ۽ گرنار بہ ڏٺائين، اتي جي طور طريقن جي ڄاڻ سان گڏ هنن جي مداحيہ شاعري ڀڄنن جي صورت ۾ بہ ٻڌائين ۽ پڪ ئي پڪ ان وقت ۾ رائج ۽ ڳائجندڙ ۽ لکجندڙ شاعري ڪنين ٻڌي، پڙهي، سمجهي ۽ سڃاتي، پوءِ هن انهن جي شاعريءَ کي هيئن سان هنڊائي پاڻ بہ جا شاعري ڪئي، انهيءَ ۾ سنڌس لاشعور ۽ تحت الشعور ۾ سمائجي ويل شاعراڻيون صنفون اڀري، نکري نروار ٿيون، جن کي هن عروج تي پهچائي ڇڏيو.

دنيا جو اهو مڃيل اصول آهي تہ هر لکندڙ پنهنجي اڳ واري ٿهيءَ جو تسلسل ٿيندو آهي. هُو حال جو تاجي پيٽو ماضي ۽ مستقبل کي ذهن ۾ رکي اٿندو آهي، اها اٽت سنڌي شاعريءَ جو محرڪ بڻي ۽ شاهہ لطيف کان پوءِ، شاهہ لطيف پاران چيل يا لکيل صنفن تي لکڻ جو رواج پيو. هونءَ شاهہ لطيف کان بہ دوهو، سورٺو، بيت ۽ وائي لکبي رهي، جي اڄ تائين لکجي

رهيون آهن.

’وائيءَ‘ جو موجد صرف شاهه لطيف نه آهي، پر ڪانئس اڳ ميران ٻائيءَ جي ڀڄنن ۾ ’وائي‘ ملي ٿي، دادو ديال، بلهي شاهه، خواجه فريد ۽ ميون شاهه عنات وٽ ’وائي‘ موجود آهي ۽ وري شاهه لطيف کان پوءِ به ’وائي‘ لکبي ۽ ڳائبي رهي آهي.

الهه بخش نظاماڻيءَ جو خيال آهي ته،

”وائيءَ جو نمونو قديم راڳ نمريءَ تان ورتل آهي. وائي، ڪافي ۽ جهولڻو ٻهراڙين ۾ عام جام يڪتاري، ڪڙتال (چپڙيون) ۽ دلن تي ڳائيندا آهن. هنن شعرن ۾ نه صرف عشق، محبت ۽ حقيقي سِڪ سمايل آهي، مگر اهي تصوف، اخلاق، محبت ۽ حقيقي عشق جي رنگ ۾ پڻ رتل آهن.“

شاهه لطيف کان پوءِ به جيڪا وائي لکي وئي، تنهن جا به موضوع اهڙا ساڳيا ئي آهن. شاهه لطيف کان پوءِ جي شاعرن جي شاعريءَ ۾ به اسان کي وائي ملي ٿي. روحل فقير 35-1730ع ۾ ڄائو ۽ سندس سنڌي ۽ سرائڪي شاعري موجود آهي. سندس هيءَ وائي ڏسو:

ٿلهه: پوءِ پروڙيم پنڌ، وو! جيجان جوڳيئڙن جو.

بند: 1. نڪي ڏاهي هليا، نڪي جوڙيائون هنڌ، وو!

2. نڪي وڄائن مرليون، نڪي چوريائون چنگ، وو!

3. نڪي ڏوتائون ڏوتيون، نڪي ڏوتائون لنگ، وو!

4. نانگا نڪتا ننگ مؤن، تن نانگن کهڙو ننگ، وو!

5. لڳو لاهوتين جو، ’روحل‘ توکي رنگ، وو![1]

هيءَ ’وائي‘ ’سورنوچند‘ تي آڌاريل آهي. هن جي ٿلهه جي پهرئين پد ۾ قافيو ’پنڌ‘ آيل آهي، پر باقي بندن مان فقط پهرئين بند جي ٻئي پد ۾ ’هنڌ‘ قافيو آئي، پوءِ وري باقي چئن بندن ۾ ’چنگ‘، ’ننگ‘، ’لنگ‘ ۽

’رنگ‘ قافيو آندو اٿس، پر اهي قافيہ آوازن جي آڌار تي بيهاريا اٿس. موضوع جي لحاظ کان هن وائيءَ ۾ روحل فقير جوڳين جي عادتن جي خبر ﭔڌائڻ ۽ توکل تي ٽڪڻ جو ڏس ڏئي ٿو. سندس ٻي هڪ ٻي وائي ڏسو، هن ۾ ڪيئن قافيي جي تڪرار سان ڪن رس پريو اٿس.

ٽلهہ: سانول تنهنجي سڪ سڪ، ڏاڍي شهر پنيور ۾.

بند: 1. ڳجهيون ڳالهيون پنيور جون، لوڪئن ڪر لِڪ لِڪ.

2. راتيان ڏينهان روح ۾، چولي ڪيو چڪ چڪ.

3. سر ڏئي سُرڪي سي پين، وتيءَ ۾ پڪ پڪ.

4. ’روحل‘ روح الله سان، وڃي ٿيو هڪ هڪ.(2)

هيءَ وائي بہ ’سورٺي چند‘ تي آڌاريل آهي. هن وائيءَ ۾ بہ ٽلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو ’سِڪَ سِڪَ‘ رکيو اٿس ۽ باقي بندن ۾ ’لڪ لڪ‘، ’چڪ چڪ‘، ’پڪ پڪ‘ ۽ ’هڪ هڪ‘ آندو اٿس. اهڙو ٻٽو قافيي جو تڪرار پڙهڻ ۾ ٿي ڪيترو ردم ۽ سريلو پيو لڳي. موضوع جي لحاظ کان سُر سسئيءَ پاران پنهل جي وٺي پچاڻان، سندس ڳالهيون ٻڌي ڳچ ڳارڻ واري ڪيفيت کي اظهاريو اٿس.

روحل فقير جو هڪ صحبتيءَ بہ ڪيس ڏسي فقيري رنگ ۾ رنڱجي ويو، اهو هو مراد فقير. مراد فقير جي مادري زبان تہ سرائڪي هئي، ”سندس جنم 45-1740ع ڌاري ٿيو. سنڌي، هندي، سرائڪي ۽ فارسي ٻوليون پڙهيائين. سندس وصال 1794ع ۾ ٿيو.“(3) هن بہ ڪجهہ سنڌي ۽ سرائڪي وايون چيون آهن، جن جو نمونو هن ريت آهي.

ٽلهہ: وارو ڙي وارو يار! هوت اچي پس حال مون.

بند: 1. آءٌ پياري ڪين پڇان، مونج سيڻ ستار،
وارو ڙي وارو يار!

2. آئي ويل وصال جي، وِٽِ نہ سهان وار،
وارو ڙي وارو يار!
3. صبح سندي آسري، هُو تان ورسيون لک هزار،
وارو ڙي وارو يار!
4. مون کي اڄ 'مراد' چئي، ڏي دوست پنهون ديدار،
وارو ڙي وارو يار![4]

هيءَ وائي بہ 'سورني ڇند' تي ڇيل آهي، جنهن جو قافيو ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ رکيل آهي، جڏهن تہ باقي چئن بندن ۾ قافيو هر ٻئي پد ۾ آيل آهي. موضوع جي حوالي سان تہ سسئيءَ ياران پنهل جي ڳولا ۾ نڪرڻ ۽ جبل جهاڳڻ، پير پٿون ڪرڻ واري حالت پنهونءَ کي ڏيکارڻ لاءِ سگهہ ملڻ جي وينتي ڪيل آهي. سندس سرائڪي ٻوليءَ ۾ وائيءَ جو نمونو ڏيڻ پسند ڪنداسون، اوهان ڏسو تہ سندس سرائڪي وائي ڪيئن آهي.

ٿلهہ: سؤدا عجب سامان هي، مئين گهر آيا ڍول.
بند: 1. سِر سرواھ سڀ سُودي دي وچ، تمر من ڏنمر تول،
مئين گهر آيا ڍول.
2. سُرت نرت سڀ گنواڪي آڪان، وسن هميشه ڪول،
مئين گهر آيا ڍول.
3. گهر گهروندا سڀ ڪجهہ ڏتڙمر، ساھ سڄڻ تؤن گهول،
مئين گهر آيا ڍول.
4. منت مراد ڪيتوسي سؤدا، جنهن دا تول نہ مول،
مئين گهر آيا ڍول.[5]

هيءَ وائي ٿلهہ جي لحاظ سان 'دوھو ڇند' تي آڌاريل آهي، باقي هر بند ۾ تہ عام وائيءَ جيان قافيو سدائين ٻئي پد ۾ ايندو آهي، پوءِ ڀل تہ اها

وائي 'سورٺو چند' مطابق تلهہ واري هجي. هيءَ وائي بہ عشقيہ موضوع تي چيل آهي. عشق اچڻ سان ماڻهوءَ جي سُرت ئي ڇڏائي ٿو ڇڏي ۽ کيس هڪڙو ئي تصور ذهن جي ڇئن ئي ڪنڊن ۾ ڦيرا پائيندو رهندو آهي، تنهن ڪري "ڏسان جاڏي ڪاڏي پنهنجو يار مان، اچي نظر نہ ٻاجهؤن يار جي."

صوفي محمد صديق صادق (جنم 1756ع، وصال 1848ع) اهو دؤر ٽالپر حڪمرانن جو آخري دؤر هو. صوفي محمد صديق تي پڻ شاهہ لطيف جو اثر جئين جو تيئن نمايان آهي. هن بہ پنهنجي شاعري ايئن لکي آهي، جيڪي سُر شاهہ لطيف جي رسالي ۾ شامل آهن. هن بہ پنهنجي ڪلام ۾ 'بيت' ۽ 'وائي' بہ لکي آهي. هونءَ صوفي محمد صديق پنهنجي ڪلام ۾ 'وائيءَ' کي 'صدا' ڪري لکيو آهي، پر گهاڙيٽو ساڳيوئي اٿس. سندس وائيءَ جو نمونو هن ريت آهي.

تلهہ: ويا وڃائي وير، لڪين لاڪا ڪيترا.

بند: 1. ڪيڏانهن ويا ڪوٽن ڌڻي، جي هئا بادشاهہ ۽ پير.

2. پٽر تون نہ پٽئين، ڦرن تان نہ فقير.

3. ويا ويچارا نڪري، ڏيئي دڙو ڏير.

4. سي ملاح ئي مري ويا، نہ اُو سائر سير.

5. ڪُل شيءِ هالڪ الا وجه، باقي آهہ بصير.

6. سهسين ساعتون سنيرين ٿو، صادق منجهہ سرير.(6)

هيءَ وائي بہ - پدي تلهہ ۽ 'سورٺو چند' تي جوڙيل آهي. هن وائيءَ ۾ ڪو خاص تجربو يا نواڻ ناهي. سندس وائيءَ ۾ نواڻ هن وائيءَ ۾ ڏسي سگهجي ٿي، جنهن مان پروڙ پوي ٿي تہ صادق فقير بہ وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ ڪي تجربا ڪيا آهن.

تلهہ: چارڻ چنگ نہ چورين، پيڙو آهين پاس،

تند تنهنجي مگٽا، رونجهي آئي راس.

بند: 1. سونهاري ني صبح جو، اٿي ڪر تات.

2. ونءُ اوڏهين مگٽا، ڏياريندوءِ ڏات.

3. ڪان لهندين مگٽا، ٻي ههڙي ذات.

4. صادق ساريو سپڙ ڄام ڪي، رئين نہ سڄي رات.[7]

هن وائيءَ جو تجربو بنهہ نئون آهي، اهڙو وائيءَ جو گهاڙيٽو مٿي ڪنهن بہ شاعر جو نہ مليو آهي. هن وائيءَ جو ٿلهہ بنهہ دوهو آهي ۽ چئن پدن تي ٻڌل آهي. قافيو ٻئي ۽ چوٿين پد ۾ 'راس' ۽ 'پاس' رکيو اٿس، جڏهن تہ بندن ۾ قافيو آهي تہ ٿلهہ جي قافيي سان هم آواز پر هم قافيو نہ آهي. بندن جو قافيو ماترائن جي لحاظ کان ٿلهہ جي قافيي سان هم وزن ضرور آهي. ان کان سواءِ روحل فقير جي اڳ ڄاڻايل وائي پڻ آهي.

شاهہ شريف ياڏائي 1207ھ ۾ ڄائو ۽ سندس وفات 1246ھ ۾ ٿي آهي. شاهہ شريف ياڏائي (قمبر علي شاهہ) شاهہ لطيف کان پوري اڌ صدي پوءِ پيدا ٿيو. هن بہ شاهہ لطيف جي رسالي ۾ سُرن تيٰ ٻڌل شاعري ڪئي. هن جي رسالي ۾ شاهہ شريف ياڏائيءَ جو رسالو ۾ بيتن سان گڏ وايون بہ چيون اٿس. سُر سسئيءَ ۾ 14 وايون لکيون اٿس، انهن مان ہہ - پدي ٿلهہ ۽ سورٺو ڇند تي ڇيل وائي هيئن آهي:

ٿلهہ: آتڻ ۾ اڄ وو آيو، ڪيڇين سندو قافلو.

بند: 1. اڇي آريچن سان، ڳري لڳي مون ڳالهايو.

2. صورت ڏسي ساٿيين، سج چنڊ شرمايو.

3. پانڌي ڄام پنهونءَ جا، پيتامبر ساڻ پهرايو.

4. ڪٽي موتيا خير سان، شام جنين هو سڏايو.

5. مٿان سيٽين شريف چئي، مالڪ مينهن وسايو.[8]

شاھ شريف وائيءَ ۾ تجربو ڪندي ڪجھ نہ - پديون، ٽلھ پران وايون لکيون آھن، باقي بندن ۾ اھي ئي روايتي ہہ پد رکيا اٿس. ھن وائيءَ جي ٽلھ جي پھرئين ۽ ٻئي پد ۾ 'دوھي ڇند' کي آندو اٿس، ٽلھ جي ٽئين پد ۾ بہ ٽلھ جي پھرئين ۽ ٻئي پد وارو قافيو رکيو اٿس ۽ ان ۾ رديف بہ ڪتب آندو اٿس، جڏھن تہ بندن ۾ صرف قافيو، ھر بند جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس، باقي ٽلھ جو ٽيون پد صرف وراڻيءَ طور استعمال ڪيو اٿس.

ٽلھ: ڪيچي ڪرم ڪريندا، وو ايندا، ڪيچي قرب ڪريندا،
مون کي تان نہ ڇڏيندا، ڇپرين.

بند: 1. پنھون پورھيت پانھنجي، سگر ھيءَ سڏيندا.
2. ڪوٺي ڪنيزڪ کي، نالي سين نيندا.
3. ساٿي ٿي سيج ۾، ڏيڏ ذڪيءَ کي ڏيندا.
4. ساٿيڙا شريف چئي، وٺي ھت ويندا.[9]

شاھ شريف پاڙائيءَ جي تسلسل جا ڪجھ ٻيا بہ شاعر آھن، جن جو ڪلام ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي ھٿ چڙھيو ۽ ھن انھن کي قلم مان ڪڍي، سندن ٿوري ڪلام ۽ سندن سوانح نہ ملڻ ڪري، شاھ شريف جي رسالي ۾ ئي درج ڪري ڇڏيو آھي، انھن مان ميان فتح فقير، صاحب ميان جي نالي بہ شامل آھن. سندن شاعريءَ ۾ بيت، مولود ۽ وائي ملي ٿي. سندس ھيءَ وائي ڏسو:

ٽلھ: اديون آرياڻيءَ سان، عشق جو پيچ پنھل سان مون پاتو

بند: 1. ڳالھ سيائي وس کان ويئي، پاڻ وڃايم ھتان مون پيئي،
نينھن نيائج ناتو.
2. جوش جڏي ڪئي جان جواني، جتن نہ ڏٺو منھنجو جاني،
اگڻ عجيبن اوراتو.

3. ڪنل ڪنهن سان ڪين ڪچي تي، پار پنهل جا روز پڇي تي،
ڏونگر آهي ڪل ڪاتو.
4. فتح فراق جتن جو جن کي، تير لڳو آهي تن منجهہ تن کي،
ساجن جو بہ سجهاتو.(10)

فتح فقير هن وائيءَ جو ٿلهہ بہ پدائون رکيو آهي ۽ ان جي ٻئي پد ۾ قافيو 'پاتو' رکيو اٿس، باقي ڇئن ئي مصراعن ۾ ٽي پد رکيا اٿس. هر بند جي پهرئين ۽ ٻئي پد کي هم قافيو رکي، ان ۾ جيڪو ٽئين پد جو اضافو ڪيو اٿس، ان جو قافيو ٿلهہ جي ٻئي پد سان ملايو اٿس. هن وائيءَ تي 'ڪافيءَ' جو گمان ٿئي ٿو. سندس ٻي، بہ پدي وائي ڏسو، جا ٿلهہ کان وٺي ڇئن ئي بندن ۾ بہ پدي وائي آهي ۽ 'سورنو ڇند' تي آڌاريل آهي.

ٿلهہ: وڃو سيئي وري، مٺيءَ جو محب نہ موٽيو.
بند: 1. جتن ڏاران جيڏيون، ٽيمر پنيور پري.
2. ڪانہ هلندي ڪيچ ڏي، ساهيڙين سري.
3. ڏونگر سي ڏوريندئيون، پنيان جن ٻري.
4. فتح چوي فراق ۾، چاڪن ڪيس چري.(11)

فتح فقير وائيءَ ۾ اجا بہ ٽيون تجربو ڪيو آهي، اهو هيٺ ڏجي ٿو. اهو تجربو اهڙو آهي، جيئن شاهہ لطيف جي هڪڙي ٿلهہ ۾ بہ پدائين ۽ بندن ۾ ٽہ پدائين وائي ڇپيل آهي، جنهن کي ڪنهن بہ رسالي ۾ شامل نہ ڪيو ويو آهي، سواءِ محترم جي. ايم. سيد، پنهنجي پاران 'شاهہ جون وايون ۽ ڪافيون' ۾ شمار ڪئي آهي، اها آهي:

ٿلهہ: لائي تہ نماڻيءَ سان نينهہ، دوست اٿين دل نہ مٽجي.
بند: 1. مون کان پاليو نہ پڄي، شوق تنهن جي جو شينهن،
ماس هڏن تؤن ڪپجي.

2. چوپڙ بازي برهہ جي، کيڏ نہ راتيان ڏينهن،
کل تڏهن جڏهن کٽجي.
3. اڄ تون اوري اسان جي، پرت پيالو پيءُ،
گهور پرين ڏهون نہ گهٽجي.
4. لائق لال لطيف چئي، گهوريو وڃوڙي وارو ڏينهن،
موتي مارن سان ملجي.(12)

هاڻ هن وائيءَ جي هيٺان اسين فتح فقير جي ان تتبع تي چيل وائي پڙهندڙن جي اڳيان رکنداسون، پوءِ انهن ٻنهي واين تي ڪا راءِ ڏينداسون.

تلهہ: ٻاروچي جي ڪاڻ، تينديس جبل جوڳياڻي.
بند: 1. آءٌ اُڪنڊي آهيان، الله ساجن آڻ،
نالي جنهن جي ڪيس نماڻي.
2. نهاريندس نڪري، ٻاروچي لاڏاڻ،
پنهون تنهنجي نالي وڪاڻي.
3. اديون آريءَ ڄام جي، ڪَيَمِ عشق اَڄاڻ،
ڄاڻ وڃايم ڄاڻي سڄاڻي.
4. فتح ڇڄوڙي فراق ۾، روئان ساري رهاڻ،
اديون آءٌ نہ ڏٺو آرياڻي.(13)

مٿين وائي شاهہ لطيف جي ۽ ان هي هيٺيان وائي فتح فقير جي آهي. اوهان ڪي پڙهڻ کان پوءِ ضرور ڄاڻ پوندي تہ فقير پنهنجي وائي، شاهہ لطيف جي سؤ سيڪڙو تتبع ڪيو آهي. ٻنهي واين جو تلهہ ٻہ پدائون، ٻنهي پدن ۾ قافيو الڳ الڳ رکيو ويو آهي. شاهہ لطيف جي وائيءَ جي تلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو 'نينهن' ۽ ٻئي پد ۾ 'مٽجي' آيل آهي، جڏهن تہ فتح فقير جي وائيءَ جي تلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو 'ڪاڻ' ۽ ٻئي پد ۾ قافيو 'جوڳياڻي' رکيل

آهي، باقي بندن جا پهريان پد بي.- قافيہ، ٻيو پد ٽلھ جي پهرئين پد سان هم وزن ۽ هم قافيہ ۽ بند جو ٽيون پد ٽلھ جي ٻئي پد سان هم قافيہ رکيو ويو آهي. انهيءَ وائيءَ جي پڙهڻ ۾ عجيب رقت محسوس ٿئي ٿي. ٻنهي واين ۾ ردم ڀرپور ۽ موضوع پڻ ساڳيو، سسئيءَ جو ڏاڪڙو آهي.

هن ساڳئي ڪتاب 'شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو' ۾ ٽيون شاعر غلام حيدر فقير 'تيرهو' آهي، جنهن 'رسالو حيدري' جي عنوان سان گڏايل، ضميمون - 3 ڪري شامل ڪيل آهي. هن فقير جي سوانح بابت بہ ڊاڪٽر بلوچ کي ڪو خاص مواد هٿ اچي نہ سگهيو آهي، پر غلام رسول فقير تيرهيي بہ شاهه شريف ڀاڏائيءَ جيان بيت، وايون ۽ ڪافيون سُرن جي لحاظ سان چيون آهن. سندس وائيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ٽلھ: هوت وٺي هت هاٽي او هاٽي! ڪيچان آيو قافلو.

بند: 1. وري وسائي وريا، آتڻ کي اُجاٽي، او هاٽي!

2. آيا آسون پنيون، ٿاڪ ڏنم منجھ ٿاٽي، او هاٽي!

3. مادر اِن مَيَن جي، ماري وڏس ماٽي، او هاٽي!

4. تيرها سيم نہ سات جي، هاڪ سندي هالاٽي، او هاٽي![14]

غلام رسول فقير جون وايون بہ بلڪل شاهه لطيف جي ان رسالي مطابق آهن. هن بہ سُر جيئن جو تيئن رکيا آهن، جيڪو شاهه جو رسالو سُر سسئيءَ سان شروع ٿئي ٿو ۽ هر سُر جي داستان پويان وايون رکيون اٿس. سندس واين جا موضوع بہ سُر جي موضوع سان ٺهڪندڙ آهن. هن فقير بہ ڪافي وايون لکيون آهن، پر اسان جي ڳائڻن، راڳين جي نظر کان نہ ڄاڻ ڇو اوجهل رهيو آهي.

غلام محمد خانزئي جو رسالو بہ شاهه لطيف جي ڇٽيهہ سُرن جيان چيل آهي. غلام محمد خانزئيءَ جي جنم جي تاريخ تہ نہ ملي آهي، پر سندس

وصال جي صحيح تاريخ جي ڄاڻ ٻه پئجي نه سگهي آهي. سندس وصال ٻه هيئن ڄاڻايل آهي ته 1320ھ کان 1330ھ مطابق 1904ع کان 1914ع ڌاري ٿيو هوندو. غلام محمد خانزئي بيت ته سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيا آهن، پر وايون اڪثر سرائڪي ٻوليءَ ۾ لکيون اٿس. غلام محمد خانزئي انگريزي دؤرِ حڪومت ۾ ڄائو ۽ وصال ڪيو هئائين. سندس وائيءَ جو مثال هن ريت آهي:

ٽلهه: عشق تيڏي مجنون ڪيتا، مينون ماهي وي!

بند: 1. ظاهر باطن، ماهي ميڏا، هي ته وسيلا واهي،
واهي ڪيتا مينون ماهي وي!

2. مين گداگر در تيڏي دا، شان تيڏا هي شاهي،
شاهي ڪيتا مينون ماهي وي!

3. سر عشاقين بيشڪ مارين، سخت صحي سر واهي،
سر واهي ڪيتا مينون ماهي وي!

4. تون شهنشاهه شاهي والا، مين تان غلام سپاهي،
سپاهي ڪيتا مينون ماهي وي![15]

هن وائيءَ جو عجيب گهاڙيٽو گهڙيو ويو آهي. ڏسڻ ۾ ته وائي 'دوهي ڇند' تي اڇي ٿي. هن وائيءَ جو ٽلهه ٻه پداٺون آهي، پر هن وائيءَ جا بند ٽه پداوان ڪيئن جوڙيا اٿس، يعني بند جي ٻئي پد ۾ قافيو، اهو ساڳيو قافيو ڪٽي، بند ۾ ٽيون پد جوڙي، ٽلهه جي ٻئي پد سان ملايو اٿس. اهڙو تجربو متي ڄاڻايل ڪنهن ٻه شاعر وٽ ناهي. سندس روايتي ٽلهه ۽ بندن ۾ ٻه پدي وائيءَ جو مثال ڏسو:

ٽلهه: لُون لُون نال لڳا، سانون نينهن تسادا.

بند: 1. باهه برهه دي مچ مچايا، اندر ڏوڏ ڏڳا.

2. طرف تساڏي مٿن مٿي دا، سير سڪ سڳا.

3. رات ۽ ڏينهان تن وچ تيڏا، وڃداور وڳا.
4. غلام محمد مئن ماندي ڪون، تهدل تيري لڳا.[16]

شاهه لطيف جي رسالي جو ٻيو ڇاپو، جيڪو بمبئي نسخو چيو ٿو وڃي، ڇپجي پڌرو ٿيو ته اهو راجستان جي ڪڇ واريءَ علائقي ۾ به پهتو. ڪڇ ۽ ٻيءَ جي علائقي جا ماڻهو شاهه لطيف کان ته اڳ ئي واقف هئا جو هُو سامين ۽ جوڳين سان ڪڏ اچي اهي علائقا گهميا ۽ اُتي رهي ماڻهن سان خيال اوريا ۽ سُور سوريا. اُتان جي ڪن شاعرن جي شاعري ڏني، ڳائڻ پاران ٻڌي ۽ پاڻ به ٻڌائي.

ان علائقي جو هڪ درويش صفت شاعر پير غوث محمد شاهه جي نظر مان جڏهن شاهه لطيف جو رسالو گذريو ته هن به شاهه لطيف جي رسالي جي سُرن، بيتن ۽ واين جي تتبع تي شاعري ڪئي. سندس زندگيءَ جو ڳاٽو انگريزن جو دؤر آهي. پير غوث محمد شاهه اصل پير گهراڻي جو فرد آهي، پوءِ ڪن سببن جي ڪري اُتان لڏي پلاٽي اچي ڪڇ ۾ رهيو. سندس ڄم جي سن جي پروڙ پئجي نه سگهي آهي، ”باقي سندس وصال سيوٽ ۾ سنبت 1940 مطابق 1890ع تي ٿيو. سندس شاعريءَ ۾ لهجو ڪڇي ڳاڙ سنڌي آهي. محقق ۽ ٻوليءَ جا ماهر ان تي متفق آهن ته ڪڇي، سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي.“ [17]

پير غوث محمد جي رسالي ۾ به هر سُر جي خاتمي تي وائي آيل آهي، ان جو نمونو هن ريت آهي:

ٿلهه: ڪڏهن ملندم سيئي، يا الله! ڪڏهن ملندم سي.
بند: 1. من منهنجي وينا، دل منهنجي گهريا جي.
2. خبر مون کي ان جي الله!، آٽي مان ڪوڏي.
3. پيرين پئي آئون نيڻ ڏيان، وو تنهين قاصد جي.

4. من منهنجي ڪچي پچي ڪين ڪي، الله پرين پچي.
5. سائين سبحان وو، جيئري مانَ ملي.
6. اکين کان اوڏا آهين الله، ڏسڻ منجھ پري.
7. ماري محمد غوث چئي، منهنجي ويڙا ول ڪسي.(18)

سندس هيءَ وائي بہ ٻہ پدي ۽ 'دوهي ڇند' تي آڌاريل آهي. سندس هڪڙي ٽہ - پدي وائي 'دوهي ڇند' تي آڌاريل، پر صرف ٿلهہ ۾ ٽي پد اٿس، باقي سيني بندن ۾ اهي ئي دوهي ڇند جا ٻہ پد رکيا اٿس ۽ ٽيون پد وراڻيءَ طور استعمال ڪيو اٿس.

ٿلهہ: اي ميان هوت، سڻ منهنجو حال، تنهن جي ڳال،
وو! وساريان نہ وسري.

بند: 1. اٿي ويني دل اندر مون کي، آهي تنهنجو خيال.
2. ڏاران تنهن جي مون نہ گهرجي، ملڪ مڙيو ئي مال.
3. سڪڻ ساريس اُهان جي، پيڙو جيئڙو منجھ جنجال.
4. محمد غوث چئي ملڻ لاءِ، ڪانگ اڏايم ڪال.

هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ ٽہ - پدو تجربو ڪيو اٿس، باقي سمورا بند اهي ئي ٻہ - پدا لکيا اٿس. باقي پير غوث محمد شاهہ وٽ 'سورٺي ڇند' تي بہ وايون ڇپيل ڏسجن پيون. اهي بہ گهڻو ٺٺو روايتي آهن، انهن ۾ وڏيڪ ڪا بہ خاص نواڻ پيدا ڪري نہ سگهيو آهي.

فقير قادر بخش بيدل جو شمار بہ سنڌي اساسي شاعرن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ 1231ھ ۾ پيدا ٿيو ۽ 16 ذوالقعد 1289ھ ۾ هي فاني جهان ڇڏي ويو.

"فقير قادر بخش بيدل عربي ۽ فارسيءَ جي اعليٰ تعليم حاصل ڪئي، پوءِ روحانيت جي طلب لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن جو سئر سفر ڪيائين. شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ بيدل جي ڪلام کي هند ۽ سنڌ

۾ وڏي مقبوليت حاصل ٿي.“ (19)

بيدل فقير سنڌي، سرائڪي بيت، وايون ۽ ڪافيون پڻ چيون، جڏهن تہ فارسي ۽ عربيءَ ۾ سندس غزل ۽ مثنويون ملن ٿيون. سنڌي ڪافيءَ سان گڏوگڏ، شاھ لطيف ۽ ان کان پوءِ جي سنڌي شاعرن جيان فقير بيدل بہ ’وائي‘ خوب لکي آهي ۽ ان ۾ بہ ڪي تجربا ڪيا اٿس. سندس هيءَ عام ٻہ -پدي وائي ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلھ: اڏر پکيئڙا ونءُ واهيري، نکري منجھ ناسوت.

بند: 1. جنهن وساريو قالب خاڪي، آهي ماهِرُ ۾ ملڪوت.

2. پاڻ سڃاڻ تہ آهين عارف، جاءِ تنهن جي جبروت.

3. گهٽا ڏينهن وٽاڻ هو تنهن جو، لامڪان لاهوت.

4. آدم حوا ڪئون هئين تون اڳهين، بيشڪ ۾ باهوت.

5. بيدل ڪر پرواز جو سعيو، هل موٽي هاهوت.(20)

هيءَ وائي ’دوهوچند‘ تي آڌاريل آهي. هن وائيءَ ۾ ٿلھ کان سواءِ پنج بند آيل آهن، هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو آيل آهي. هن سڄي وائيءَ ۾ صوفين ۽ سامين جي مقامن جو ذِڪر ڪيل آهي. اها بہ وائيءَ جي ضنف ۾ نواڻ ٿي سگهي ٿي.

بيدل فقير جي هيءَ وائي ’سورنو چند‘ تي چيل ڏسو.

ٿلھ: پُريا پورب پر، سامي سنگ چني ويا.

بند: 1. گرڪئون سمجهيو گودڙئين، الستي اسرار.

2. راتيان ڏينهان هڪڙو، آديسين اوتار.

3. لوڪئون لاهوتي هليا، گنوهيا گرنار.

4. بيدل بيراڳڻ هوئي، ڪاجا تن تنوار.(21)

هيءَ وائي جوڳين ۽ سامين جي اهڙن اسرارن ڏانهن اشارو ڪيو

اٿس. هيءَ وائي سامي واد يا ويدانت تي آڌاريل آهي. هن کان اڳ آيل وائي پڻ ويدانت ۾ شمار ٿي سگهي ٿي. بيدل فقير وائيءَ ۾ تجربو پڻ ڪيو آهي. هيءَ وائي ڏسو.

ٿلھ: آيو نينهؤن نور نيارو، اڄ انسان اوتار ۾.
بند: 1. عبديت جي اولي پولي، لاميم محب موچارو،
رک گوش انهيءَ گفتار ۾.
2. ايڏانهن اوڏانهن حق حقيقت، پسي پنهنجو پاڻ نظارو،
ٿي عاشق پيو اوتار ۾.
3. دين ڪفر جو دلبر سائين، ڪري پرتؤن پاڻ پسارو،
آيو تسبيح ۽ زنار ۾.
4. محب منصوري جامو پهري، هنيو هستيءَ وارو نعرو،
ڏاڍي خيال ڪنهين خمار ۾.
5. بيدل نالي جڳ ۾ جالي، سو رانول رمزن وارو،
ڪرڻ سئر آيو سنسار ۾.[22]

هيءَ وائي مٿي ذڪر ڪيل شاهہ لطيف ۽ فتح فقير جي واين جهڙي هوبهو وائي آهي. هن وائيءَ ۾ بيدل فقير ٿلھ جي پهرئين پد ۾ قافيو 'نيارو' ۽ ٻئي پد ۾ قافيو رديف سميت 'اوتار ۾' رکيو آهي، اتي '۾' رديف طور ڪم آيل آهي، باقي بندن جي هر ٻئي پد ۾ قافيو، ٿلھ جي پهرئين پد جي هر قافئي سان هم قافيو رکيو اٿس. جيئن 'نيارو' جو هم قافيو 'موچارو'، 'نظارو'، 'پسارو'، 'نعرو' ۽ 'وارو' ۽ رديف '۾'، 'گفتار ۾'، 'اوتار ۾'، 'زنار ۾'، 'خمار ۾' ۽ 'سنسار ۾'. اهوئي سبب آهي جو اسان جي محققن اهڙين واين کي بہ 'ڪافيءَ' جي صنف ۾ شمار ڪري ڇڏيو آهي..

مصري شاهہ 1828ع ۾ نصرپور جي سرزمين تي پيدا ٿيو، سندس

وڏا پاٽيءَ جي پوڏ ڪري 1769ع - 1772ع ۾ لڏي اچي نصرپور ۾ جايون جوڙي ويٺا. مصري شاهہ پورا سورنهن ورهيہ مختلف ملڪن جا سئر سفر ڪيا. هو پنهنجي گهروارن ڪي پڏائڻ ڪان سواءِ جوڳين ۽ سامين سان گڏجي هليو ويو هو، جڏهن چاليهہ ورهين جي عمر ۾ نصرپور واپس آيو تہ سندس سڳو ڀاءُ بہ ڪيس سڃاڻي نہ سگهيو. مصري شاهہ کي راڳ ۽ راڳڻين جي ڀلي يت واقفيت هئي. هو پنهنجي جوڙيل ڪلام، سندس وقت ۾ درگاهہ تي راڳ ڳائيندڙ فقيرن يا ڳائڻن کان اول ڳارائي، راڳ ۽ ڪافيءَ جي تلفظ جي پَڪ ڪري پوءِ ڳائڻ جي اجازت ڏيندو هو.

”سندس سڄو ڪلام هندي، سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ آهي، جيڪو ڪافيون، بيت ۽ واين تي پڌل آهي. سندس ڪجهہ عربي شاعري ملي نہ سگهي آهي.“[23]

مصري شاهہ جنهن زماني ۾ شاعري ڪندو هو، سنڌ ۾ اهو زمانو علم عروض جو ڪونيو وجي ٿو، تنهن ڪري هن ڪيتريون ئي ڪافيون ۽ غزل علم عروض تي پڻ لکيون، پر هُو هندي ڇندوديا کان اڻڄاڻ نہ هو، تنهن ڪري هن بيت ۽ وايون بہ چيون آهن.

مصري شاهہ نصرپور ۾ ئي 78 ورهين جي ڄمار ۾ 1902ع ۾ آڏيءَ رات هي خاڪي جهان ڇڏي ويو. هن واين ۾ بہ تجربا ڪيا آهن. سندس ٻٽي يا ٻہ - پدي وائي هن ريت آهي.

تلهہ: اسان اميدون وڏيون وڏيون، اڃا آهن تو ۾.

بند: 1. هاڻ مڙئي حيلا حجتون، ڇيهہ ڇني مون ڇڏيون ڇڏيون.

2. پاڻ سڃاڻي ساجن سڪنديون، سُهجن سان تون سڏيون سڏيون.

3. دعوائون دوبينائيءَ جون، لوُن تنهن جي سان لڏيون لڏيون.

4. لا تقنطو من رحمة الله، جاني جياريئي جڏيون جڏيون.

5. محب مصريءَ سان ماٺا ڇڏيو، رمز واريون رڏيون رڏيون.[24]

هيءَ سندس وائي، ٻہ - پدي، 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل، قافيو ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ ۾ ٻڌو رکيو اٿس، باقي بندن جي هر ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس. سندس هيٺ آيل وائي پوري جا پوري ٿلهہ کان وٺي هر بند تائين ٽہ - پدي ۽ ان ۾ عجيب نواڻ آندي اٿس. اها ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلهہ: ڏراڙن ري دم، آءُ تي قيد گذاريان،
آءُ تي گهنگهر گهاريان.

بند: 1. حاڪم هئين، هٿين هٿن سان، ناهي اوهان نيم،
ڏي موڪل تہ وڃون وڃي چاريان.

2. اصلؤن ايئن لکيو منهنجي انگ ۾، ڪُن فيڪون جو قلم،
هت پئي پر وس پاريان.

3. اُنَّ متائي اوڍيان اطلس، اي پڻ ڪوجهو ڪم،
ڪيئن ويڙهيچن کي وساريان.

4. من ۾ ماروئڙن جو 'مصري'، ڪجڻ خيال ختم،
هتي هئہ هئہ هنجون هاريان.[25]

هن وائيءَ ۾ عام وائيءَ کان مختلف تجربو هي ڪيو اٿس، جو ٿلهہ کان وٺي ڇئن بندن تائين وائي ٽہ - پدي رکي اٿس، وري ان سان گڏوگڏ ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ رکيل قافيو ڏار آهي تہ وري ٿلهہ جي ٻئي پد ۽ ٽئين پد جا قافيہ هم وزن رکيا اٿس. بندن ۾ بہ وري ٻئي پد جو قافيو هم وزن ۽ ٽئين پد جو قافيو ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ آندل قافيي سان هم وزن ۽ ٽئين پد جو قافيو ٿلهہ جي ٻئي ۽ ٽئين پد سان هم وزن بيهاريو اٿس. ساڳئي گهاڙيتي ۾ سندس ٻي وائي رسالي جي 63 صفحي تي بہ موجود آهي، سندس رسالي ۾ اڃا بہ ڪيتريون ئي وايون موجود آهن.

حمل فقير لغاري، سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين جو اهڙو شاعر آهي، جنهن ڪي سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين جي سمورين خوبصورتين ۽ نزاڪتن جي پوري پروڙ هئي. سندس شاعري پڙهڻ کان پوءِ اهو طئہ ڪرڻ ڪافي مشڪل ٿي پوندو تہ سندس ڪهڙي ٻوليءَ جي شاعري وڌيڪ اثرانگيز، وڌيڪ شاعراڻن خيالن ۽ خوبين جي اپٽار ڪري سگهيو آهي.

حمل فقير جي شاعريءَ تي سنڌ ۾ سگهڙن واري رنگ جو بہ اثر هو ۽ هُو ڪڏهن بہ في البديھ شاعري ڪري سگهندو هو ۽ فرمائشي شاعريءَ ۾ بہ پنهنجا شاعراڻا جوهر جهڪا نہ ڪندو هو. جيئن پاڻ ئي ان ڳالھ جي تصديق هن بيت ۾ ڪئي اٿس تہ،

”حمل کي ارشاد ڪيائون تہ هو نقشبندي طريقي بابت سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ مستند صحيفو تيار ڪر، جنهن ۾ مختلف لطيفن ۽ انهن جي مقامن کي بيان ڪر.“(26)

حمل فقير ان جو ذڪر هن ريت ڪيو:

هڪڙي ڏينهن فرمايائون فضل سان مون کي مهر منجها،
تہ جوڙ حمل! تون هڪڙو صحيفو صحيحا،
صحيح صحيفو جوڙ تون، ساري سنڌي وا،
سولي سبڌي سوڪڙي، سمجهڻ سيني لا،
تنهن ۾ طريقي نقشبنديءَ جو ڪر تون بيانا،
۽ ڪر تون بيان لطيفن جو ۽ تن جا مقاما.(27)

حمل فقير جي ولادت 1224 هجريءَ مطابق 1809ع ۾ ۽ سندس وفات 1296هجري، مهينو صفر جي ٻہ تاريخ لکي وئي آهي. ڪيس شاعريءَ سان ننڍي هوندي کان ئي دلچسپي هوندي هئي جو سندس والد پڻ شاعري ڪندو هو. ”حمل ننڍي هوندي کان ئي ذهين ۽ سليم طبع ڇوڪرو هوندو

هو. تعليم وڏيڪ سندس ذهن ۽ ذڪاوت کي کوليو. سندس والد رحيم خان هڪ نڪتہ سنج ۽ خوش طبع شخص هو ۽ گاهي بگاهي پنهنجي انوکن خيالن کي سنڌي شعر ۾ نهايت دلچسپ نموني ادا ڪندو هو.“[28]

حمل فقير پنهنجو گهڻوتڻو ڪلام بيت، مدح، مناجات، تيهہ اکري ۾ لکيو آهي، سندس ڪلام ۾ وايون تمام ٿوريون ٿيون ڏسڻ ۾ اچن، جن کي بہ بلوچ صاحب ’ڪافي‘ ڪري لکيو آهي، پر اهي دراصل وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ چيل آهن. هن وائيءَ ۾ ڪي خاص تجربا نہ ڪيا آهن، جيئن خاص ڪري سرائڪي بيت ۾ ڪيا اٿس. سرائڪي سندس مادري ٻولي هئي. سندس شاعريءَ تي سگهڙن جو رنگ بہ چڙهيل نظر اچي ٿو. ”حمل جي بيتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاعرانہ سگهڙپائيءَ جي ميدان ۾ سندس اها اوائلي ڪوشش هئي.“[29]

هاڻ ڳالهہ ڌگهي ٿي ويئي آهي. اسان پڙهندڙن کي سندس هيءَ وائي پڙهڻ لاءِ پيش ڪريون ٿا.

ٿلهہ: پنيءَ پير پوان، مان نہ لهان، وو! ڏسي ڏوريءَ ڏونگر.

بند: 1. سڌ نہ منهنجي سور جي، اديون ناهہ اوهان.

2. پاسي پلڪ پنهونءَ کؤن، سرتيون آءٌ نہ سهان.

3. اديون آريچن جا، نت نت سور سنوان.

4. حمل چئي هوتن ريءَ، رتي آءٌ نہ رهان.[30]

”سنڌ جي هن ناميارِي شاعر ۽ صوفيءَ پنهنجي مشاهدي ،مطالعي ۽ سير سفر جي ذريعي سنڌ جي سماجي حالتن جو گهرو ادراڪ حاصل ڪيو ۽ اُن سوجهيءَ کيِ تخليق جو رنگ ڏنو. اهڙيءَ طرح هڪ حساس، وطن دوست ۽ اعليٰ قدرن جي مالڪ انسان جي صورت ۾ پنهنجي سموري ڄاڻ کي انساني روح جي فرحت ۽ وطن جي ڀلائيءَ واسطي استعمال ڪندي، پنهنجي فن،

فڪر بلڪ وجود جي ڪارائتي هجڻ جو جواز فراهم ڪيو.“(31)

حمل فقير سير سفر ۾ جيڪي ايترا سال سامين سان گڏجي گذاريا، انهيءَ دوران ڪيس راڳ جي خاص ڄاڻ حاصل ٿي چڪي هئي. انهيءَ جو اظهار سندس شاعريءَ مان بہ جھلڪندي ۽ ڊاڪٽر بلوچ چواڻي تہ هُو پنهنجي چيل ڪافي سندس وڏڙن جي درگاھ تي ڳائڻ فقيرن کان راڳ ۽ تلفظ جي لحاظ کان اول پڪي ڪرائي، پوءِ کين ڳائڻ جي اجازت ڏيندو هو. منهنجي خيال ۾ شاھ لطيف پڻ ايئن ئي ڪندو هو يا ساڻن گڏجي ويهي چوندو ۽ ڳائيندو ويندو هو.

هي ڪجھ شاعر، جن جي شاعريءَ مان اسان وائيءَ جا ڪجھ مثال ڏنا آهن، انهن کان سواءِ بہ ڪيترائي اساسي شاعر آهن، جن ’وائيءَ‘ جي صنف تي لکيو آهي. اسان ڪي تہ ’وائيءَ‘ جي صنف جا ڪجھ مثال ئي پيش ڪري اهو ثابت ڪرڻو هو تہ شاھ لطيف جيڪا صنف سنڌي شاعريءَ ۾ دادو ديال، ميران ٻائي ۽ شاھ عنات رضويءَ کان پوءِ مروج ڪئي، اها صنف شاھ لطيف وٽ اچي بيهي نہ وئي، پر ان کان پوءِ بہ لکبي رهي ۽ ’وائي‘ بلڪل جديد ترين دؤر تائين شاعر لکندا تا اچن، جن جا باب اڳتي ايندا.

## حوالا


1. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، ’قافيون‘ جلد - 1، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1985ع، ص: 42.
2. ساڳيو، نمبر 67 ص: 42.
3. ساڳيو، نمبر 74 ص: 46.
4. ساڳيو، ص: 46.
5. ساڳيو، وائي 76، ص: 47.
6. صادق محمد صديق صوفي، راڳنامو، سُر ڏهر، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، ص: 12.
7. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، ’شاھ شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو‘،سنڌالاجي، 1972ع،

ص: 15 ۽ 16.
8. ساڳيو، وائي - 5، ص: 15.
9. ساڳيو، ضميمو - 2، ص: 212 ۽ 213.
10. ساڳيو، ضميمو - 2، ص: 212 ۽ 213.
11. سيد، جي.ايم.، 'شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ ڪافيون'، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 1991ع، ص: 183.
12. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، 'شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو ڪلام'، اداره سنڌ شناسي، سنڌالاجي، 1972ع، ص: 215.
13. ڪتاب ساڳيو، ضميمو - 3، ص: 235.
14. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، غلام محمد خانزئيءَ جو ڪلام، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، 1985ع.
15. ساڳيو، سُر ڪلياڻ، داستان - 3.
16. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، پير غوث محمد جو ڪلام، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ.
17. ساڳيو ڪتاب، ص: 56.
18. شوق، نواز علي، ڊاڪٽر، 'ديوان بيدل'، ڇاپو ٽيون، 'بيدل جي شاعريءَ جو جائزو' سنڌي ادبي بورڊ، جامشورو، 2000ع، ص: 23.
19. ڪتاب ساڳيو، سرود سسئي - 7، ص: 114.
20. ڪتاب ساڳيو، روپ پورب - 16، ص: 117.
21. ڪتاب ساڳيو، روپ سسئي - 36، ص: 125.
22. ڀھراڻي، عرس فقير، ڊاڪٽر، مصري شاهه ميموريل ڪاميٽي، نصرپور، ڇاپو ٽيون، ص: 15.
23. ساڳيو ڪتاب.
24. ساڳيو ڪتاب، ص: 41.
25. بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر، حمل فقير جو ڪلام'، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، ص: 13
26. ساڳيو، ص: 13.
27. ساڳيو، ص: 92.

باب ڏهون

# جديد دؤر ۾ وائيءَ جي واڌ ويجهه

سنڌي ادب ۾ جديد دؤر اسان حقيقت ۾ نئين ڪنڌ ۾ سياسي توڙي ادبي طرح انگريز راڄ کان ڳڻيون ٿا. يعني سنڌ سڄي نئين ڪنڌ کان پوءِ انگريزن جي راڄ هيٺ آئي. اهو سن 1843ع جو هو، جڏهن انگريزن سنڌ کي فتح ڪرڻ جو گناهه ڪيو. انهن اسان جي ان وقت ۾ رائج تعليم، اصولن ۽ سيکارڻ جي طريقن کي، نصاب مان نيڪالي ڏني ۽ سنڌ جي آخري فرمان روائن کي قيد ڪري ڪلڪتي موڪلي ڇڏيو.

”اسان جي ادب جو جديد شاعر مير عبدالحسين ’سانگي‘ ولد مير عباس عليءَ کي 1851ع ۾ ڪلڪتي ۾ قيد يا ملڪ بدريءَ واري دؤر ۾ تولد ٿيو. ان حد تائين جو سندس والد مير عباس عليءَ جي وفات بہ ڪلڪتي ۾ ئي ٿي. مير عبدالحسين ’سانگي‘ جڏهن پنهنجي چاچي مير حسن عليءَ سان جلاوطني ختم ٿيڻ کان پوءِ 1863ع ۾ سنڌ ۾ وارد ٿيو تہ هُو انگريزي، فارسي، اردو ۽ سنڌي ٻولين تي خاص مهارت رکندو هو، جڏهن تہ سندس والده جي ٻولي انگريزي هئي، تڏهن بہ هن کي سنڌي ٻوليءَ تي ايتري مهارت هئي، جو هن فارسيءَ سان گڏو گڏ چيدي سنڌيءَ ۾ شاعري ڪئي، پر سندس شاعري اڪثر نظم ۽ غزل آهي. جيتوڻيڪ انهن صنفن يا فارسي ٻوليءَ جي شاعرائين صنفن تي عام جام لکيو ويندو هو، پر ’سانگيءَ‘ جي زماني ۾ سنڌي غزل پنهنجي ابتدائي مرحلن ۾ هو. سانگيءَ ان ۾ پنهنجي خدا داد قابليت ۽ چابڪ دستيءَ سان اهڙو رنگ پريو جو سنڌي نهايت دلڪش نموني هڪ انوکي مزاج سان اسان جي سامهون پيش ٿيو.“(1)

سانگي پهريون شاعر هو، جنهن سنڌي غزل گو شاعريءَ ۾ سنڌي محاورا ۽ تشبيهون استعمال ۾ آنديون. هن نه صرف ايترو پر پنهنجي شاعريءَ ۾ سموري سنڌي ماحول کي ايراني ماحول تي اهميت ڏني، جيتوڻيڪ سنڌس ئي دؤر ۾ ٻيا به ڪيترائي شاعر شاعريءَ جي ميدان ۾ موجود هئا، پر انهن جي شاعريءَ ۾ گهڻوتڻو ماحول، محاورن، تشبيهن سميت ايران زده هئي، انهن مڙني انهن صنفن تي طبع آزمائي پئي ڪئي، جيڪي صنفون ايراني شاعريءَ سان گڏ اسان جي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌيون ويون هيون، پر پوءِ ڪي مڙس مٿير، ٻوليءَ جي سارسنڀال لهنڌڙ اڀريا، اسريا ۽ سنڌي نج ٻولي ۽ سنڌ جي ماحول ۽ هر شيءِ کي پنهنجي شاعريءَ ۾ جاءِ ڏني. تنهن هوندي به سڀ کان وڌيڪ ڪشنچند 'بيوس' (1885ع کان 1947ع) جا جيڪي شعري مجموعا ڇپجي پڌرا ٿيا، اهي ڏسو ته انهن جا نالا ۽ عنوان هيئن رکيا اٿس: 'شيرين شعر'، 'موچي جا گيت'، 'شيرين ڪلام'، 'ڦولداني' ۽ 'ساموندي سپون' ڇپيا، جن ۾ سندس سمورا نظم ۽ غزل سنڌي ماحول جي عڪاسي ڪن ٿا، پر هنن وٽ اڪثر سنڌي ڪلاسيڪي صنفون نه هيون.

انهيءَ دؤر جي پڇاڙيءَ کان ٿورو ئي اڳ، سنڌي شاعريءَ جي اُڀ تي شيخ مبارڪ علي اياز، عرف عام ۾ شيخ اياز ولد شيخ غلام حسين 1920ع ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ڪيس ننڍي عمر کان ئي شاعريءَ ڏانهن جهڪاءُ هو ۽ سندس مرتئي يعني 1997ع تائين پنجاهه جي لڳ ڀڳ شاعريءَ جا ڪتاب ڇپجي، پاڻ موکي چڪا آهن. شيخ اياز ئي اهو شاعر هو، جنهن جي چواڻي ته مون بيت ۽ وائيءَ کي اساسي شاعريءَ جي چڙهي ويل دز کي ڇنڊي ڦوڪي ٻيهر نکاري نروار ڪيو. شيخ اياز دوهو، سورٺو، بيت، گيت، لوڪ گيت ۽ وائي به لکي، ان سان گڏوگڏ غزل، ترائيل، نظم، آزاد نظم، نثري - نظم ۽ هائيڪو پڻ لکيا آهن.

شيخ اياز وائيءَ جي صنف تي پورو ڪتاب لکي سنڌي ماڻهن کي پيش ڪيو. سندس هر ڪتاب ۾ وائيءَ جي صنف ملندي. ان ڪان پوءِ سندس ٿهيءَ جي شاعرن به انهن صنفن تي لکڻ شروع ڪيو ۽ اڄ تائين هر نوجوان شاعر 'وائي' لکي رهيو آهي.

شيخ 'اياز' چواڻي ته هن شاهه لطيف ڪان متاثر ٿي 'وائي' لکي آهي. سندس ڪيترن ئي شاعراڻن ڪتابن ۾ 'وائي' موجود آهي. سندس ڪتاب 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' ۾ شاهه لطيف جي چيل سُرن تي نوان 'بيت' ۽ 'وايون' لکيون اٿس. انهن واين ۾ هن به ڪي تجربا ڪيا آهن. سڀ ڪان وڏو ۽ اهم تجربو اهو ڪيو ته هن 'وائي' ڇندوديا جي بدران علم عروض تي به لکي ۽ ان ۾ غمِ جانان سان گڏ غمِ دوران کي به شامل ڪري ڇڏيو. سندس 'وائي' هوندءَ ته شاهه لطيف جي 'وائيءَ' ڪان اڳتي نڪري نه سگهي آهي. سندس وائيءَ جي هيئت ۽ موضوع جداگانه ۽ جديد آهن. سندس اهڙيون وايون جيڪي فارسي بحر ۾ چيل آهن، پر انهن ۾ قديم وائيءَ جو تسلسل آهي جو درحقيقت وائيءَ جي صنفِ سخن جي جان آهي. سندس هيءَ وائي ڏسو:

ٿلهه: ايري الهي ڪوٽ تي، ويو سج ٻڏي،
ماڳ نه موٽي مارئي!
بند: 1. ايئن به ناهي منڌ جي، لوئيءَ لڄ لڌي،
ماڳ نه موٽي مارئي!
2. آهيري جي اوٽ ٿيا، پکي پار اڏي،
ماڳ نه موٽي مارئي!
3. ڪنهن جو ڪنئين ڪوهه تان، ڏرتي چونه ڏڏي؟
ماڳ نه موٽي مارئي!
4. سَرهي ٿئي سات سان، اڇي شال اڏي،
ماڳ نه موٽي مارئي![2]

هن وائيءَ جو ٿلهه ٽه - پدو آهي ۽ وائي 'دوهوچند' تي چيل آهي. ان جو ٽيون پد الڳ، وراٽيءَ طور ۽ مٿين ٻنهي پدن ۾ آيل سوال جو جواب به آهي، باقي چئن ئي بندن جا قافيه ٿلهه جي ٻئي پد سان ميل کائن ٿا يا هم وزن آهن.

شيخ اياز جي پنهنجي هن ئي ڪتاب جي سُر ڪيڏارو ۾ هڪڙي وائي آهي، جيڪا مٿي بيان ڪيل وائيءَ کان مختلف آهي.

ٿلهه: جهيڙي ۾ جهونجهار، يار! ساٿي سچ ايار، يار!

مون من اوهان موهيو.

بند: 1. جڻ ڪا ڪني سچ جي، آهه کهاڙيءَ ڌار، يار!

مون من اوهان موهيو.

2. ڊوڊو لسيءَ ڊڪ سان، ڪيڙيءَ ۾ ڪيڪار، يار!

مون من اوهان موهيو.

3. ڏيهي منهنجي ڏيهه جا، ماٺهو ميگهه ملهار، يار!

مون من اوهان موهيو.

4. مولهيا مولهيا ماڳ ۾، لکين ساٿ سچار، يار!

مون من اوهان موهيو.

5. نيٺ ته وجهندءِ ڌاڙ جي، ڏونگر ۾ ڌهڪار، يار!

مون من اوهان موهيو.

6. نيٺ ته وسندا مينهڙا، تيندا سند سڪار، يار!

مون من اوهان موهيو.(3)

هيءَ وائي 'دوهو چند' تي چيل آهي، جڏهن ته قافيو 'جهونجهار' ۽ 'ايار' ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ آندو اٿس، پر وري ٿلهه جي ٻئي پد ۾ لفظ 'يار' رديف طور ۽ انهن کي تخاطب طور ڪم آندو اٿس، جڻ ته انهن جي نشاندهي

ڪندي ڏيکاريو اٿس.

شيخ اياز وري وائيءَ جو هن ريت به تجربو ڪيو آهي. هن وائيءَ ۾ چار پد آهن، ٿلهه جي ٻن پدن مان قافيو 'نهار' ۽ وري ٽئين پد ۾ قافيو 'وسار' ۽ چوٿين پد ۾ 'لڪن ۾' رکيو اٿس، پر هن وائيءَ جو هر بند ٻه - پدائون ۽ قافيو فقط هڪڙو، بند جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس. ڏسو وائيءَ جو گهاڙيٽو ڪيئن آهي:

ٿلهه: ساٿي پنهنجا سڄ جا، پنٿي ڪيم نهار!
اڳتي وڌ، وسار،
منهنجو لوڙهه لڪن ۾.

بند: 1. ورُ جو ماڳ ۾ مري، هيئن نه هنجون هار!
2. تون ٿي منهنجو آجپو، ايري ڏونگر ڏار![4]

شيخ اياز جي اصل ٻه - پدي وائي به آهي، اها هن ريت لکي اٿس:

ٿلهه: ڏانءَ نه منهنجي ڏات، مُلهه چڪايو مون ميان!

بند: 1. مون جو قيد قبوليا، اٿي آڌيءَ رات.
2. اڄ به سوگهو سنگهرين، وهاٽي پريات.
3. سِر ڪي توريم ساهميءَ، وائي ورتم وات.
4. اوجل، نڪتي آڳ مان، لهس نه آئي لات.[5]

هيءَ وائي سورٺي ڇند تي ڇيل آهي، جنهن جو قافيو ٿلهه جي پهرئين پد ۾ 'ڏات' آهي، جڏهن ته بندن ۾ 'رات'، 'پريات'، 'وات' ۽ 'لات' رکيا اٿس. وراٽي طور ٿلهه جو ٻيو پد رکيو اٿس.

شيخ اياز وائيءَ ۾ هي به تجربو ڪيو آهي جو هن وائيءَ جي ٿلهه ۾ ٽي پد آهن، پر پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ قافيو هم وزن رکيو اٿس، ٿلهه جو ٽيون پد وري وراٽيءَ طور استعمال ڪيو اٿس.

تـلـهـ: راڻـا جـي رڻ جـهـاڳ، پـيـڙا آهـيـن پـاڳ،
تـن جـي تـوهـ تڳـي هـيـنـئـون.
بـنـد: 1. وک وڏائـي واءَ جـيـئـن، جـن جـي هـتـيـن واڳ.
2. ڏونـگـر مـتـان ڏيـئـڙا، جـن جـي اکـيـن آڳ.
3. سرجن سانوڻ مينهن جيئن، جن جي چڀن راڳ.
4. لک چپ ڪئي لوءِ ۾، مون سان منهنجي ماڳ.
5. او شـل! آرهـڙ سـج ۾، چـمـڪـي پـريـن پـاڳ.
تن جي تـوهـ تڳي هـيـنـئـون.[6]

شيخ اياز جي هيءَ وائي 'دوهو ڇند' تي آڌاريل آهي. هن جي ٽلهه ۾ يارنهن يارنهن ماترائون آهن، پر ٽلهه جي ٽئين پد ۾ تيرنهن ماترائون ڪتب آنديون اٿس. هن وائيءَ جي بندن جي پهرئين پد ۾ تيرنهن ۽ ٻئي پد ۾ يارنهن ماترائون رکيل آهن. هن وائيءَ جو لب لباب اهڙن رهبرن ڏانهن اشارو آهي، جيڪي قوم ڪي سماج ۾ اڳتي وٺي وڃڻ ٿا چاهين. آخري بند ۾ شيخ اياز جو پرين سنڌ وطن آهي. ان ڪان وڌيڪ وضاحت ڪي اسان ضروري نہ ٿا سمجهون.

حقيقت ۾ شاعري اها ئي مقبول ۽ زبان زد ٿيندي آهي، جنهن ۾ صنعت گري گهٽ ۽ اندر جي اُجل، سمنڊ جي ڇوليءَ جيان پاڻ مرادو ايري اچي ۽ پڙهندڙن جي ذهنن تي ڇانئجي وڃي. شعر لاءِ چيو وڃي ٿو تہ، "جيستائين قلب جي خون منجهان اکر ڳاڙها ٿي نہ نڪرن ۽ خودبخود بغير ڪوشش جي زبان تائين نہ پهچن، ان ڪي شعر چئي ڪونہ سگهبو."[7]

هاڻ جيڪڏهن شاعريءَ لاءِ مٿين ڪسوٽي ڪري ونجي تہ پوءِ اسان جي اڄوڪي دؤر جي ڪيتري شاعري قلب جي رت ۾ رتل آهي ۽ ڪيتري شاعري صنعت گريءَ ۾ شامل ڪبي.

شيخ اياز واري دؤر جو هڪ ٻيو شاعر، جنهن جي تعليم تہ فارسي

يا مڪتبي هئي، پر ڪيس سنڌي ٻوليءَ ۾ ان جي سموري سونهن جي پوري پرک ٻه هئي. هن ڪي اصل ۾ ته نظم ۾ گيت جو شاعر چوڻ ٻيجا نه ٿيندو، پر هن سنڌيءَ جي هن صنف 'وائيءَ' تي ٻه لکيو آهي، اهو آهي نياز همايوني.

نياز همايوني، شيخ اياز جي ٿهيءَ جو هڪ رچ شاعر هو، جيڪو 12 اپريل 1930ع تي ڳوٺ همايون، شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. هُو فارسي عالم ۽ حڪيم ٻه هو، سندس تعليم مڪتبي ۽ فارسي هئي. هُو شاعر سان گڏوگڏ عالم، تاريخدان، محقق، مترجم ۽ اديب ٿي گذريو آهي. اسان جي لاءِ ته هُو شاعر جي حيثيت ۾ سنڌي شاعراڻي ڪيتر جو ڪڙو تڙو تناور وڻ هو، جنهن جي گلن جي سرهاڻ سنڌي ادب کي پنهنجي واس جي وڪڙ ۾ وڪوڙيو بيٺي آهي.

نياز همايوني، "شاعر جي حيثيت ۾ سنڌي شاعريءَ کي نرالو انداز عطا ڪيو. سندس شاعريءَ ۾ قومي رنگ ۽ انسان دوستيءَ جو پرچار هن جي سڃاڻپ رهي."(8)

نياز همايوني اڪثر شاعري سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪئي سواءِ ڪجهه يعني شاهه لطيف ۽ خواجه محمدالزمان جي شاعريءَ جو فارسي ترجمو ٻه نياز همايونيءَ جي ڪاتي ۾ آهي. شاعريءَ ۾ نظم، بيت، دوها، گيت، غزل، وايون ۽ ڪجهه ڪافيون ٻه لکيائين. انهن صنفن کان سواءِ نياز همايونيءَ ڪجهه لوڪ گيت ٻه سرجيا آهن.

"نياز همايوني نظم جو ماهر آهي، اتي هن جا لوڪ گيت، وايون، ڪافيون ۽ دوها پڻ سندس جماليات جي پيشڪش درياهه جي رواني ۽ ماڪيءَ واري ميٺاج سبب منفرد آهن."(9)

اسان کي اهو لکندي افسوس ٿو ٿئي ته نياز همايونيءَ جي هن ڪتاب 'دل ۽ ڌرتيءَ جا گيت' ۾ ڪُل ٽي وايون ۽ ٻه ڪافيون آهن. سندس هيءَ وائي جيڪا ٿلهه کان سواءِ پنجن بندن تي ٻڌل آهي، ڏسو ڪيئن آهي.

تلهه: عشق ۾ ناهي ڳالهه ڪٿڻ جي، عشق تو اوڪي راند ڪري.

بند: 1. جيئن بهاني جاڙ مرڻ جي، حيلا تو هيڪاند ڪري.

2. ريت نه جن وٽ پريت ڪرڻ جي، تن ڪي پو پلاند ڪري.

3. هن سان پيٽي ناهه پڇڻ جي، ڪيئي ويا ويڙهاند ڪزي.

4. حُسن ڪي حاجت هن جي هجڻ جي، واهه پيو وٺواند ڪري.

5. يار 'نياز' تي ويل وڃڻ جي، ويهه نه تون ويساند ڪري.[10]

هونءَ هيءَ وائي 'دوهي چند' تي آڌاريل آهي، پر ان ۾ جيڪا نياز همايونيءَ پنهنجي لڪيل صنف ۾ نواڻ آندي يا هڪ تجربو ڪري ڏيکاريو آهي، سو آهي قافيي سان گڏ رديف جو آڻڻ. هونءَ اڪثر وائيءَ ۾ فقط قافيو ايندو آهي، پر هن يار تلهه جي ٻئي پد ۾ نه صرف قافيو آندو پر ان سان گڏ رديف به رکيو ۽ وائيءَ جو سڄو موضوع ئي هڪڙو رکيائين. تلهه جي ٻئي پد ۾ قافيو ۽ رديف هيئن آهي، 'راند ڪري' ۽ مڙني بندن جي ٻئي پد م قافيي سان گڏ رديف به رکيو اٿس. سندس ٻي وائي به ٻه - پدي ۽ 'سورٺو چند' تي آڌاريل آهي، ان ڪي چڏي مان سندس هن ته - پدي تلهه واري وائي اوهان ڪي پڙهڻ لاءِ پيش ڪرڻ گهرندس. تلهه کان سواءِ هن وائيءَ ۾ ڇهه بند آهن.

تلهه: انسان پنهنجي دنيا، ڪيئن ته پاڻ ناهي،

انسان سِرُ الاهي.

بند: 1. هر مشڪل ۾ هي پورو، هن جا به آهه چاهي.

2. سچ تي قبولي آهي، هن جا جانباز ڦاهي.

3. باطل جو تي رهيو آ، شيطان وانگ واهي.

4. ڪاتي تئي پنارو، ڪاتي تئي پناهي.

5. ٻڄي ڪڏهن تو رهبر، ڪوتي ڪڏهن تو ڪاهي.

6. هلچل به هن جي فطرت، هرگز پتي نه ساهي.[11]

نياز همايونيءَ جي هيءَ وائي به 'دوهي ڇند' تي آڌاريل آهي. قافيو ٽلهه جي ٻئي پد ۾ آندو اٿس ۽ هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس. موضوع ۾ انسان جون ڪي خصلتون بيان ڪيون اٿس، جڏهن ته هُو اصل ۾ سر الاهي آهي. اهي خصلتون انسان تي سماج ۾ رهندي، خلق کي وساري، پنهنجي مفاد کي آڏو رکندي پيدا ٿين ٿيون.

نندي ڪنڊ جي ٻن هاڃن مان هڪ وڏو هاڃو سنڌي ادب ۽ ثقافت کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. اسان جا ڪيترائي سنڌي اديب، شاعر، دانشور ۽ محقق سنڌ مان لڏي سرحد پار هليا ويا. انهن مان شيخ اياز هو هڪڙو همعصر شاعر نارائڻ شيام به آهي. نارائڻ شيام نه صرف شيخ اياز جو همعصر پر هم اثر ۽ هم خيال به هو، جنهن جي لاءِ شيخ اياز پنهنجي آتم ڪٿائي ڪتابن ۽ مهاڳن ۾ گهڻو ئي ڪجهه لکيو آهي. 'هو ڪوتا جو ڪاڪ ڏٺي' ئي هن جي اهميت لاءِ ڪافي آهي، 'نڪريو آهي نينهن' نارائڻ شيام جي گڏيل ڪتابن جو مجموعو ۾ مرتب لکي ٿو:

"شيام سنڌي شاعريءَ جو محبوب هو. هن شاعريءَ سان ڪيئي انگل آرا ڪيا ۽ شاعريءَ وري عاشق زهر پياڪ جيان سندس سيئي حجتون سَنيون، سيئي سندس انگل آرا ڪنيا."(12)

نارائڻ شيام وٽ ٻوليءَ جو ميناج، رس گلي ۾ رس جيان پريل آهي. سندس شاعري سلاست، فصاحت ۽ جدت جو ميلاپ آهي. سندس جنم 22 جولاءِ 1922ع سنڌ ۾ ٿيو ۽ سندس مرتيو 10 جنوري 1989ع ۾ هند ۾ ٿيو. ان عرصي دوران هن سنڌي ٻوليءَ کي ٻارنهن شاعريءَ جا مجموعا ڏنا. جيتوڻيڪ هند ۾ هُو فارسي ٻوليءَ جو استاد ٿي ڪم ڪندو رهيو، پر پنهنجي شاعريءَ کي نج سنڌي لفظ، محاورا، تشبيهون ۽ ماحول ڏنو. نارائڻ شيام شاعريءَ جي ڪيترين ئي صنفن تي ڀرپور لکيو. هُو سنڌي ٻوليءَ ۾

جپاني صنف 'هائيڪو' کي متعارف ڪرائڻ وارو پهريون شاعر طور سڃاتو وڃي ٿو. انهن شاعراڻين صنفن مان هن وائي بہ خوب لکي آهي.

سندس هن ڪتاب ۾ نارائڻ شيام جي ٻہ - پدي وائي جام آهي، پر هنن واين ۾ نارائڻ شيام ڪجهہ ٽہ - پدائين ٽلهہ واريون وايون بہ لکيون آهن، جن جا مثال هي آهن:

ٽلهہ: تنهنجو ناتو راڻا، مومل لئہ سمجهاڻي.
بند: 1. ڪير يريا جي هٽڙا، اڄ هنجن هاڻا.
2. پؤنر پنيوليا جن تي، سي نہ ڪنول ڪوماڻا.
3. سانگ ڏسني سومل جو، ڳهريا نيڻ نماڻا.
4. ماڙن جي ماڳن تي، وِرهہ وسايا ياڻا.
5. ڪالهہ پچايو جن تي، اڄ تن لئہ پچاڻا.(13)

هيءَ وائي 'سورٺي ڇند' تي ڇيل ۽ هر بند ۾ قافيو ٻئي پد ۾ آيل آهي. هن وائيءَ ۾ هونءَ تہ ڪابہ نواڻ ناهي. مومل جي ماڻي ۽ راڻي جي رساڻي جي موضوع تي، سادي سلوڻي لس ليٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ آهي. نارائڻ شيام وائيءَ ۾ ٽلهہ جي لحاظ کان جيڪي ٽہ - پدايون وايون لکيون آهن، اهي هن ريت آهن.

ٽلهہ: جهرمر جهرمر روشني، ڪنهن جي ياد اچي رهي، هلڪي هوا لڳي رهي.
بند: 1. پن پن لرزي پپر جو، اس کي ڇانوَ ڇهي رهي.
2. وڃي سڳنڌ ڦهلبي، گل جي شاخ جهمي رهي.
3. اڏن پکيئڙا پر پٽي، اس بہ کين چُمي رهي.
4. وارن جو چلڪو الا! ڪا مڻ جيئن وڃي رهي.
5. پاڇولو پاڻيءَ مٿان، گويا نهر لچي رهي.(14)

هن وائيءَ جي ٿلهه ۾ ٽي - پد آهن، ’دوهو ڇند‘ تي ڇيل وائي آهي. نارائڻ شيام جي هن وائيءَ ۾ هڪ ڳالهه جو اضافو يا مخصوص تجربو مٿي ذڪر ڪيل نياز همايونيءَ جي وائيءَ وانگر، نارائڻ شيام به ڪيو آهي، جيڪو مٿي ڄاڻايل واين ۾ نه آهي. هئڙو تجربو شاهه عنات رضوي، شاهه لطيف توڙي شيخ اياز به نه ڪيو آهي، اهو آهي قافيي سان گڏ رديف جو استعمال. رديف ’رهي‘ طور ۽ ’اڇي‘، ’لڳي‘، ’ڇهي‘، ’جهڪي‘، ’وڃي‘ ۽ ’لڇي‘ قافيو هر مصرع جي ٻئي پد ۾ آٽي، ٿلهه جو ٽيون پد وراڻي طور استعمال ڪيو اٿس ۽ ٽئين پد ۾ به قافيو ۽ رديف ’لڳي رهي‘ آندا اٿس، جنهن وائيءَ ۾ نواڻ سان گڏ ڪن - رس ۾ واڌارو ۽ زبان چس ۾ اضافو ڪيو آهي.

وري سندس هڪ ٻيو تجربو هن ريت ڪيل نظر ايندو، جو وائي ٽه ـ - پدي آهي، ’دوهو ڇند‘ تي آڌاريل آهي، پر هن جي ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ قافيو ڪتب آندل آهي. اسان مثال طور اها وائي هتي پيش ٿا ڪريون.

ٿلهه: پيار ڪٿي ڪنهن نه ڏني، وو،
در در آيو روح پني!

بند: 1. نظرون اتڪيون تارن ۾، وو،
ترقي پيونءِ ميار ڏني!

2. امرت ويلا، وهه جي وٽ، وو،
اڪ جون قلڙيون ييچ پني!

3. وڻ تي ڇانگهءَ، تو تي سمجهيو، وو،
ليڪن ڪنهن جيءِ ڇانءِ ڇني!

4. سڏڪن تي جا شيام پلي، وو،
ڪلنديَ سا دل ڪيئن ڏني![15]

هيءَ وائي ٻنهي ڇندن يعني ’سورٺو ڇند‘ ۽ ’دوهي ڇند‘ تي ڇيل

چٽبي، پر هن وائيءَ ۾ 'ووا' لفظ افسوس جو اظهار تو ڪري، باقي وائيءَ جي ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ قافيو ڪتب آندو اٿس. اهو ساڳيو هم وزن قافيو هر بند جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس.

شيخ اياز جي بيت ۽ وائي لکڻ کان پوءِ، ان دؤر جي همعصر شاعرن به انهن صنفن تي قلم ڪنيو ۽ خوب پاڻ ملهايو. انهن ۾ تنوير عباسيءَ سٺو نانءُ ڪڍيو. هن مشرقي ۽ مغربي صنفن تي قلم کان ڪم ورتو. انهن سان گڏو گڏ بيت ۽ وائيءَ کي پڻ ياد رکيائين. سندس ٽه - پدائين ٿلهه واري هيءَ وائي ڏسو.

ٿلهه: جي ڪوئي يي گڏ نه هلندو،
مان هيڪل ئي ويندس.
مون کي اڳتي وڃڻو آهي.
بند: 1. ماضي آهيان، حال ۽ مستقبل سان،
سنمک مان ٿيندس.
2. ڳاڙها گل پَسي مان پنهنجي،
وات کي ڪين متيندس.
3. ينيرڪي کان سنجها تائين،
پنڌ پيو تاڻيندس.
4. توڏي اچڻو آهي مون کي،
مان توڏي ئي ايندس.(16)

تنوير عباسيءَ ڪيترين ئي شاعراڻين صنفن سان سهڻو نباهه ڪيو آهي. هن ٽه - پدائين وائيءَ جو ٿلهه 'دوهي ڇند' تي آڌاريل آهي، جيڪو اسان کي ٿلهه جي پهرين ٻن پدن ۾ نظر اچي ٿو. هيءَ وائي عروض تي لکڻ جو تجربو ٿيل آهي. هن وائيءَ جي ٿلهه جو ٽيون پد، پهرين ٻن پدن کان جدارو ۽ ان

سان عزم جي جهلڪ نمايان نظر اچي ٿي. قافيو هر بند جي ٻئي پد ۾ 'ويندس' سان هم قافيہ ڪري بيهاريا اٿس.

تنوير عباسيءَ جي هڪ ٻہ - پدائين وائي بہ پڙهي ڏسو:

ٿلهہ: سڄڻ سندي سرهاڻ، مون ڪي واس وڪوڙي ويو.

بند: 1. پورو هيس اڳي مان ڏاڍو، سڪ ڪيوم سڃاڻ.

2. رات جي راڻي رات جو سُرهي، سڄڻ سدا سرهاڻ.

3. در تي تانگر بيهاريو آ، تنهن جي آدر ڪاڻ.

4. هي سڳند او يارا، اڄڻ سندا اهڃاڻ.

5. هي مڌ مهراڻ ۽ تون مان، هي چنڊ ۽ چانڊاڻ.[17]

هيءَ وائي ٿلهہ کان وٺي پنجن ئي بندن تائين بہ پدائين آهي. وائي 'سورنو ڇند' تي جڙيل، جنهن ۾ قافيو 'سرهاڻ'، ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ رکيو ويو آهي ۽ هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيل اٿس.

متي ڄاڻايل وائي عشقيہ ۽ هر بند ۾ منظرنگاري ڪيل آهي. هونءَ تہ وائي ٿلهہ کان وٺي ٻن پدن واري آهي، پر هن وائيءَ ۾ قافيو ۽ رديف بہ رکيو اٿس. وائي اصل ۾ 'سورني ڇند' تي جوڙيل، قافيو ۽ رديف ٿلهہ جي پهرئين پد ۽ بندن جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس.

ٿلهہ: ٻتي نہ ٻار اڳڻ جي،
چوڏهينءَ چنڊ چمڪي تو.

بند: 1. اڄان تہ رات جا ٻارنهن آهن،
توکي لڳي آ يار وڃڻ جي.

2. رات جي راڻيءَ جا او پيارا،
آئي ڇڻ کا سار سڄڻ جي.

3. مان لهرن ۾ چنڊ ڏسان تو،

توکي آهي يار پچڻ جي.
4: ڌار تيون تاب پر هيءَ ناهي،
ويل اسان جي ڌار تينڻ جي.[18]

هن وائيءَ جي خوبي ۽ خاصيت تہ مٿي بيان ٿي چڪي. هن وائيءَ ۾ تنوير عباسيءَ هن طرح ٻن لفظن وارو قافيو ڪتب آندو آهي. ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ 'ٻار اڱڻ' قافيو ۽ 'جي' ڌسو 'يار وڃڻ' جي، 'سار سڄڻ جي'، 'يار پڄڻ جي' ۽ 'ڌار تيڻ جي'. ٿلهہ جو ٻيو پد بہ وراڻيءَ طور منيل تو ڪائي ۽ بندن جي سونهن کي سرس تو ڪري، لس پڙهڻ ۾ هڪ ردم ۽ زبان چس وڌايو اٿس. هونءَ هر بند منظرنگاري يا لفظن ۾ فوٽو گرافي آهي. وائي عروض تي لکيل آهي.

استاد بخاري ان ئي ٿهيءَ جو هڪ ٻيو وڏو نانءُ شاعريءَ ۾ موجود آهي. سندس شاعريءَ جا ڪافي ڪتاب آيل آهن ۽ سندس هي جهان ڇڏي وڃڻ کان پوءِ بہ ور ور ڪري ڇپبا رهيا آهن. سندس شاعري پڙهڻ جو ڏانءُ بہ سندس نانءُ جيان هو. هن بہ ٻين شاعراڻين صنفن سان گڏ وائيءَ جي صنف تي بہ لکيو آهي. سندس ڪتاب 'ولولو ۽ ووڪ' ۾ وائيءَ جي صنف آيل آهي، انهن مان هيٺ ڏنل وائي اهڙو تجربو آهي، جنهن جو ٿلهہ ڇئن پدن تي بيهاري باقي مصراعون ٻن پدن جون ڇيون اٿس. مون کي سندس هن وائيءَ جو ٿلهہ گيت نما چوڻ بهتر تو لڳي.

ٿلهہ: جاءِ اها جلندي، باهہ جتي ٻرندي،
ڪهڙو ڪنهن کي آ پتو، دل جو دل کي آ پتو.
بند: 1. سور مُڪم قاصد ڪري، صبر ملي ورندي.
2. ناهي ننڊ نصيب ۾، خواب ڪٿان لهندي.
3. اُٿلي پٿلي هر گهڙي، رات سڄي لنگهندي.

4. وينو سوچيان وقت تي، لهر وچي لهندي.
5. دل جي ٿيندي مالڪي، ٻاجهه پرينءَ پوندي.
6. دل جي رئندي چؤنڪ تي، خلق کلڻ لڳندي.
7. آس اُجي استاد جي، رڃ اجان رهندي.[19]

هن وائيءَ جي ٿلهه ۾ چار پد آهن. پهريان ٻه پد هم قافيه ۽ ٽيون ۽ چوٿون وري پاڻ ۾ همر قافيه آهن، جڏهن ته بند، ٿلهه جي پهرين ٻن پدن سان هم - قافيه آهن ۽ ٽيون ۽ چوٿون پد ڪنهن به ڳڻپ يا شمار ۾ نه ٿا اچن ۽ اوپرا ٿا لڳن. انهن ٻنهي پدن نه هجڻ سان به وائيءَ تي ڪو فرق نه پوي ها، وائي پوري ٻڌجي پوي ها، پر انهن پوين پدن جو وائيءَ جي پهرين ٻن پدن جو فقط ايترو اظهار آهي ته دل سڙڻ جو دل کي ئي پتو آهي. پر اهي ٻئي پد، بندن سان وراڻيءَ طور به نه ٿا ٺهڪن ۽ هر بند، ڌار ڌار موضوع جي نشاندهي ٿو ڪري.

استاد بخاريءَ جي هيءَ ته - پدي وائي، 'دوهو چند' تي آڌاريل ۽ ٿلهه جي پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ قافيو آيل آهي ۽ ٽيون پد وراڻيءَ طور تي ڪتب آيو آهي. اها وائي هن ريت آهي:

ٿلهه: ٻاهر ٻاجهه نه ٻول، ايڏي ٽال مٽول،
تنهنجا ماڻا ڇا سمجهان.

بند: 1. چاڙهي وينو چهري تي، خولن مٿان خول.
2. ڏاڍي ڪا دلداري ڏي تون، هيسائين ٿا هول.
3. ڪرٽي ٽئي جي قدرت ٿي ڪر، مون تي ڪر نه ٺٺول.
4. پڙڪي هوش بڪي ته سمجهو، جوين جي جا ٻول.
5. جاتي عشق اڳهاڙو تي پئي، تاتي ڍڪجان ڍول.
6. جاڻڻ لاءِ جماندر تائين، جاڻ نه چوڙي چول.
7. عشق چوي استاد الا تيان، سوچ جهلي ساڙول.[20]

اُستاد بخاريءَ کي شايد ڪجهہ متروڪ ٿيل لفظ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪتب آڻڻ جي ڳالهہ ذهن ۾ هئي. هنيءَ وائي صنف جي لحاظ کان ضرور 'دوهي ڇند' تي آڌاريل آهي. ٽلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ 'ٻول' ۽ 'متول' هم قافيو رکيو اٿس ۽ بند جي هر ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس.

هر شاعر جي وائيءَ ۾، وائيءَ جي ٻئي پد ۾ قافيو هوندو آهي، پر وائيءَ جي سونهن، رس چس ۾ اضافو سندس وراڻيءَ جو بندن سان ٺهڪاءُ پيدا ڪندو آهي.

مخدوم محمدالزمان طالب الموليٰ بہ شيخ اياز جي ٿي ٿهيءَ سان تعلق رکندڙ شاعر آهي، پر سندس شمار اهڙن شاعرن جي ٿهيءَ سان بہ لاڳاپو رکي ٿو، جن پنهنجي شاعريءَ ۾ فارسي الفاظ جو استعمال ڪافي حد تائين ڪيو آهي. پاڻ مخدوم نوح هالن واري جي اولاد مان آهي ۽ ان جي درگاهہ جو سجاده نشين پڻ رهيو. هُو نہ صرف سجاده نشين ۽ شاعر هو پر ان سان گڏ، "روحاني، سياسي، سماجي محاذن کان علاوه شعر و سخن ۽ ادب جي دنيا ۾ جيڪو مرتبو حاصل ڪيائون، ويجهي ماضيءَ ۾ ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي."(21)

مخدوم طالب الموليٰ ڪيترن ئي ادبي ادارن جو بنياد وڌو، جن جو ڳاٽيتو چڱو خاصو ٿيندو. پاڻ 1919ع جي 5 آڪٽوبر تي هالا شهر ۾ تولد ٿيا. شاعريءَ بابت سندن خيال هن ريت آهي:

"شعر، انسان جي جذبات ۽ احساسات سان واسطو رکي ٿو. شعر فڪر جي عميق گهراين جو خامل، واردات قلبيءَ جو مظهر، عشق ۽ الفت، پريم ۽ پياس، سوز ۽ گداز، سڪ، هڪ ۽ ڇڪ جو حسين ظاهري لباس، دل جي آهن ۽ دانهن جو مؤثر ذريعو، قدرت جي دلفريب ۽ دلڪش مناظر جو عڪس، ڪائنات جي همہ گير ۽ عالمگير وسعتن کي پاڻ ۾ جذب ڪرڻ وارو،

حسن جي رشڪِ آفتاب، نور ۽ ضيا، ناز ۽ ادا، جور ۽ جفا، دلبري ۽ دلدهي، دلفريبي ۽ دلربائي، ڪج روي ۽ ڪج ادائيءَ جي تصوير آهي.“[22]

هونءَ مخدوم طالب الموليٰ پنهنجي دؤر ۾ ڪافيءَ جو رچ شاعر ڪونيو ۽ چاتو وڃي ٿو. هن ڪافيءَ کان سواءِ غزل، نظم، رباعي، قطعو، بيت ۽ وائي به چيا آهن، يعني هن پابند شاعريءَ جي اڪثر صنفن تي پنهنجي قلم کان ڪم ورتو آهي. اسان سندس تمام گهٽ تعداد ۾ لکيل ’وائي‘ جي صنف پڙهندڙن جو توجهه ڏيڻ جي ڪوشش ڪنداسون. سندس هيءَ وائي ڏسو.

ٿلهه: گهڙي ساهڙ جي سهاري، وڃي پهتي پرت ڪي پاري.

بند: 1. ڪين درياءَ کان دم دهلي، ڏيل سائر جو ڏاري،
گهڙي ساهڙ جي سهاري.
2. ڪڙڪا ڪنن سڏ ساهڙ پانئين، پاڻ وڌئين وَهه واري،
گهڙي ساهڙ جي سهاري.
3. سو احساس ڪيئين ساهڙ تي، خطر خوف وساري،
گهڙي ساهڙ جي سهاري.
4. ساهڙ سهڻيءَ کان تي سڃاپي، ساري دنيا داري،
گهڙي ساهڙ جي سهاري.
5. طالب عشق امام جنهن جو، سا ڪيڏهن ڪين نهاري،
گهڙي ساهڙ جي سهاري.[23]

هيءَ به پدي وائي آهي. ’دوهو ڇند‘ تي آڌاريل، ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ قافيو رکيو اٿس. موضوع سهڻي - ميهار سان لاڳاپيل اٿس. هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس. هن وائيءَ ۾ به متضاد ڳالهيون تي ويون اٿس. وائيءَ جي ٽئين بند کي پڙهي ڏسو ته، سهڻيءَ، ساهڙ تي احسان ڪيو آهي، جو ساڻس ملڻ لاءِ بناخوف خطري جي درياءَ، جيڪو دوپارا دڙڪا ٿو ڏئيس، ان

جي بہ پرواهہ نہ ٿي ڪري، پر وري پنجين بند ۾ عشق امام جي ڳالهہ ٿو ڪري، 'عشق البت عاشقن کي آزمائي هر طرح'. طالب، مطلوب تي ڪيئن احسان ڪندو، طالب تي تہ سيئين پرئين مطلوب جو احسان آهي، سندس طلب بہ مطلوب جي مهرباني آهي.

طالب المولىٰ تہ - پدي وائي بہ لکي آهي، جنهن جي صرف ٿلهہ ۾ ٽي پد لکيا اٿس، باقي وائيءَ جي ڏهن ئي بندن ۾ اهي ئي بہ - پد رکيا اٿس. ٿلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد کي هم قافيہ ۽ ٽيون پد وراڻيءَ طور استعمال ۾ آندو اٿس. هن وائيءَ جو ٿلهہ ۽ ڪجهہ بند مثال طور پيش ڪجن ٿا، ان مان پڙهندڙ ضرور سمجهي ويندا.

ٿلهہ: هينئڙي هُل حشر، ڪانهي خبر،
ڪڏهن ورندا وڻجارا.

بند: 1. هر هر پنهنجي حبيب کي، اوريان منجهہ اندر،
ڪڏهن ورندا وڻجارا.

2. دلڙيءَ ۾ دردن جا، وينا آهن ولر،
ڪڏهن ورندا وڻجارا.

3. متان هن مجبور تان، لاٿئون مهر نظر،
ڪڏهن ورندا وڻجارا.[24]

هن وائيءَ جي پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ هم وزن قافيہ رکيا اٿس. وائيءَ جو موضوع تہ وڻجارن جي ونين جي سار آهي. وائيءَ جي هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس ۽ وراڻيءَ جو جوڳو جڙاءُ بيهاريو اٿس. طالب المولىٰ 11 جنوري 1993ع تي شاعراڻي ميدان مان منهن موڙي ويو.

عبدالحڪيم ارشد، ڌنڌي جي لحاظ کان ماستر آهي ۽ تعليمي لحاظ کان انگريز بهادر جي حڪومت ۾ تعليمي سرشتيَ بدران انهن کان اڳ

واري سنڌي مڪتبي تعليمي سرشتي جو شاگرد آهي. هن ابتدائي تعليم پيرجهنڊي واري مڪتب مان حاصل ڪئي، جتي عربي ۽ فارسيءَ ۾ ۽ مذهبي تعليم ڏني ويندي هئي. انهيءَ تعليمي زندگيءَ دوران هن فارسي شاعريءَ جو خوب مطالعو ڪيو. جيئن ته هُو طبيعت جو سادو، ماٺيڻو، ملٺهار ۽ حساس دل جو مالڪ هو، تنهن ڪري سنڌس طبيعت جو لاڙو شاعريءَ ڏانهن ٿيڻ لازمي امر هو ۽ وري اهڙي طبعيت واري ماڻهوءَ جڏهن مولانا رومي، حافظ، فردوسي ۽ سعديءَ کي نصاب طور پڙهيو ته هن جي اندر مان جا آهه نڪتي، اها به منظوم هئي ۽ شاعري بڻجي، قلم ۽ ذهن جي ڳانڍاپي ۽ سنڌس چوڌاري جيڪي سماجي خالتون هيون، انهن هن لاءِ ڪنير جي آويءَ وارو ڪم ڪيو، تنهن ڪري هُو پنهنجي شاعريءَ بابت لکي ٿو،

”هيءَ شاعري هڪ اهڙي بي حس، انڌي، ٻوڙي، گونگي، پٿر سماج ۾ هڪ اهڙي زخمي، چيهون چيهون ٿيل وجود تي هر طرح جي ناڪامين، محرومين، درد، الم ۽ پيڙائن جي پٿرن جي وسڪارڻ جي آتم ڪٿا آهي، جنهن جون آرزوئون انگاسن تي لڙڪيل ۽ جنهن جا سپنا چُور ٿي ويا هجن. هيءَ فقط هڪ فرد جي ڪهاڻي ناهي.“[25]

سنڌس شاعريءَ جا ٽيِ ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. عبدالحڪيم ارشد سنڌي شاعريءَ ۾ رواج پذير ڪيترين ئي صنفن تي ڀرپور لکيو آهي. انهن صنفن مان وائي به هڪ صنف آهي، جنهن لاءِ مقصود گل هيئن ٿو چوي:

”ارشد جون وايون ۽ ڪافيون تصوف ۽ صوفيت جي فڪر جو چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چٽو اظهار ۽ اپٽار آهي.“[26]

سنڌس ٽي ڪتاب ۾ آيل واين مان هڪ وائي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪجي ٿي.

ٿلهه: هڙڪو چڪناچور، ڪنهن کي ڪنهن کي سور سٽايون؟

بند: 1. سور اسان جا ڪير سليندو، پاڻ پچايون پور.

2. هر ڪنهن دل ۾ درد سمايل، روح سيئي رنجور.

3. مرڪي مرڪي ماريؤن مون کي، گهايو ڪنهن جي گهور.

4. پيار ڏئي پوءِ ڏار ڪرڻ آ، سهڻن ماڻهن جو دستور.

5. عشق جي منزل اوکي ارشد، نينهن اٿئي ناسور.(27)

هيءَ بہ - پدي وائي 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل آهي. قافيو، ٿلهه جي پهرئين پد ۾ آندو اٿس ۽ بندن جي هر ٻئي پد ۾ سمايل آهي ۽ وراڻي ٿلهہ جو پيو پد بڻي آهي. موضوع سماجي ڏاڍاين تي رکيو اٿس، ان سان گڏوگڏ عشق جي ملاوت وائيءَ ۾ چس پيدا ڪيو آهي.

سندس هڪ ٻي وائي ڏسو، جنهن جي ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ قافيو آندو اٿائين، پر پرتي ڪندڙ لفظ بہ جڻ اندريون قافيو ٿي ٿو ابري.

ٿلهه: ڇؤ تون ڇاٿو چاهين؟ سائين! ڇؤ تون ڇاٿو چاهين؟

هن وائيءَ ۾ ست بند آهن. حقيقت ۾ هيءَ وائي ٿلهہ ۾ هڪ پدي آهي ۽ 'سائين' تخاطب کان پوءِ ساڳيو پد ورائي رکي پورو ڪيو اٿس. قافيو هر بند جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس. سندس هيءَ وائي 'سورٺو ڇند' تي ٻيهاريل آهي. هن وائيءَ ۾ ڪا خاص نواڻ يا ڪو تجربو نہ ڪيو آهي.

سرمد سنڌيءَ پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ 'ڪافي' ۽ 'وائيءَ' جي گهاڙيٽي بابت هيئن ٿو ٻڌائي تہ،

"ڪافيءَ جو گهڻي ڀاڱي ورنڪ ڇند آهي ۽ ان جو سٿاءُ گيت وارو آهي، پر ڪٿي جي ورنڪ ڇند آهي بہ ۽ وائيءَ واري سٿاءَ ۾ 'ڪافي' آهي تہ بہ اها موضوعاتي طور وائيءَ کان مختلف آهي."(28)

'وائي' ۽ 'ڪافيءَ' بابت هڪ راءِ بدر ڏامراهو هن نموني ڏئي ٿو،

پر هُو ان ۾ شڪ واري ڳالهه شامل ڪري، پاڻ ان تي مستند راءِ جوڙي نہ سگهيو آهي. اها هيئن آهي:

”تي سگهي ٿو تہ ’وائي‘ ۽ ’ڪافي‘ هڪ ٿي قسم جي شعر جا بہ نالا هجن، لاڙ ۾ ان کي وائي ڪوٺيو ويندو هجي ۽ ’اتر‘ ۾ ان کي ’ڪافي‘ سڏيو ويندو هجي.“(29)

قمر شهباز سنڌي ٻوليءَ جي ادب جو اهڙو نمايان شاعر آهي، جنهن ادب جي اڪثر صنفن تي لکيو آهي. هن نثر ۽ نظم ٻئي لکيا آهن. سندس نالو ادب جي هر صنف ۾ ڳڻائڻ ڪان ڪوبہ رهي نہ ٿو سگهي. هن ناول جي صنف تي نہ ڄاڻ ڇو نہ قلم کنيو آهي، ورنہ هن جي ڏيئا ڏيئا ذات اهڙي هئي جو هُو ان ميدان ۾ بہ پاڻ موکي ها. باقي هن ادب ۾ ڪهاڻي، ناٽڪ، مضمون، مقالا، شخصي خاڪا، تقرير ڪرڻ ٻيهندو هو تہ ٻڌندڙن کي ڪڏهن بہ ڪڪِ نہ ڪندو هو. سندس تقرير مان هر ٻڌندڙ لطف انداز نہ ٿيندو هو.

قمر شهباز ننڍي عمر کان ئي ادب ۾ پير پاتو، پاڻ سورنهن ورهين جي عمر ۾ ئي بہ رسالا ترتيب ڏنا ۽ شاعريءَ ۾ پير پاتو. هن روزانو اخبارن ۾ ڪالم بہ لکيا، جن ۾ مزاح، مزاحمت، حقيقت ۽ وقت جي آهر سنڌ جي صورتحال آڏو رهي، هن انهن ۾ بہ پاڻ موکيو. پر منهنجي راءِ آهي تہ هُو دراصل شاعر هو. هن جي شاعري ٻڌندڙن ۽ پڙهندڙن کي پنهنجي دل جي ڳالهه محسوس ٿيندي هئي. هن غزل، نظم، وائي، بيت دوها ۽ گيت بہ لکيا ۽ شاعريءَ جي هر صنف تي کيس پوري دسترس حاصل هئي. اسان هتي سندس وائيءَ بابت پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائينداسون،

”اچو تہ پاڻ قمر شهباز جي هيءَ وائي پڙهون، جيڪا ’مٺ جهڙي منڊ‘ جهڙي سدا ملوڪ ۽ نشو ڏيندڙ آهي.“(30)

اسان سنڌس اهائي ’وائي‘ سداملوڪ ۽ نشو ڏيندڙ پهرئين پڙهندڙن

ڪي پڙهائڻ ٿا گهرون.

ٿلهه: مَدَ جهڙي منڌ، اسان جو، جيئڙو جهوري وئي ڙي يار!

بند: 1. چيلن جهڙا چال جنهين جا، واسينگن جهڙا وار.

2. موتئي جهڙي موڪ جنهين جي، مڪڙو ميگهه ملار.

3. اکڙين ۾ چولين جو چلڪو، سانوڻ جهڙا پار.

4. نيٽن ۾ سيٽڻ جا سپنا، خوابن منجهه خمار.

5. دور گهٽو ٿي گهاري ليڪن، دل کان ڪهڙو دور.[31]

قمر شهباز جي هيءَ وائي 'دوهي چند' تي لکيل، ٿلهه کان وٺي پنجن ئي بندن ۾ ٻه - پدي آهي. هن وائيءَ جي هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيل آهي. هر بند جي ٻئي پد پويان ٿلهه جو پيو پد ورائيءَ طور رکيل آهي. سندس هيءَ وائي هر بند ۾ هڪ هڪ يا ٻه ٻه تشبيهون ڏيئي، اهڙي ته سينگاري اٿس جو رڳو لس پڙهڻ سان ئي ڪن-رس ۽ زبان چس، ٻوليءَ جي بيهڪ پنهنجي جادوگريءَ ۾ پڙهندڙ کي وڪوڙيو ڇڏي. سندس تشبيهون ڏسو 'مَدَ جهڙي منڌ'، 'چولين جهڙا چالَ'، 'واسينگ وار'، 'موتئي جهڙي مرڪ'، 'مڪڙو ميگهه ملار'، 'اکين ۾ چولين جو چلڪو'، 'سانوڻ جهڙا پار'، 'نيٽن ۾ سيٽن جا سپنا' اوهان کي پڙهڻ سان خماري ٿي وجهي.

قمر شهباز هن وائيءَ ۾ تشبيهن ۽ تجنيس حرفيءَ جي انتها ڪري ڇڏي آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سموري خوبصورتي ان ۾ سمائي ڇڏي اٿس:

قمر شهباز جيتوڻيڪ انگريزي ادب جو شاگرد هو، سندس انگريزي ادب خوب پڙهيل هو، جنهن جو اثر سندس شاعري ۽ نثري ادب تي پوڻ لازمي امر هو، پر هُو ڄم هنڌ جي ڌرتي ۽ ٻوليءَ سان بيپناهه محبت ڪندو هو، تنهن ڪري هن شاعريءَ ۾ خاص ڪري 'وائيءَ' ۾، پنهنجي ٿيءَ وارن شاعرن کان وڌيڪ تجربا ڪيا آهن. هن ٻن پدن واري وائي ته لکي ئي

لکي آهي، پر هن ڪن واين جي ٿلهه ۾ ٽي - پد بہ رکيا آهن، جڏهن تہ بندن ۾ اهي ٽي - پد نہ لکيا يا رکيا آهن. سندس هيءَ وائي ڏسو:

ٿلهہ: اڄ جل ٿل جل ٿل ڏرتي آ، اڄ پايل پڳ سان پرتي آ،
گهنگهور گهٽائون گهاٽ مٿان!

بند: 1. جي تنهنجي جُوءِ ۾ ديپ جليو، پوءِ لٽون لٽون لچندي لاٽ مٿان.
2. ڪنهن آڪاسن مان اوتيو آ،وس وچڙي وس تون واٽ مٿان.
3. اڄ درد مليا دل وارن ڪان، چڻ چوهو چليو چاٽ مٿان.
4. جي ڪوڙيون پوتيون پاڙهن ٿا، سي موڙها مرندا ماٽ مٿان.[32]

هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ ٽي پد آهن، پهرئين ۽ ٻئي پد جو قافيو هم وزن ۽ ان رديف جو جوڙ ٿيل آهي، پر ان وائيءَ جي ٽئين پد ۾ قافيو جدارو رکيو اٿس ۽ بندن جي هر ٻئي پد ۾ قافيو وري ٿلهہ جي ٽئين پد سان هم - قافيو ۽ هم وزن ڪري رکيو اٿس. ٿلهہ جو اهو ٽيون پد، هر بند پويان وراڻيءَ طور بہ رکيو اٿس. مون سون جي مند ۾، جڏهن مينهن وسندو آهي تہ سانوڻ جي ٽيڪ ۾ ڪجهہ گهٽائي ايندي آهي ۽ هر انسان جي من جا امنگ اڌما ڏيڻ لڳندا آهن، اهڙي مند ۾ 'پايل ۽ پڳ' جي تشبيهہ سان عاشق ۽ معشوق جي ميلاپ جي جيڪا منظرڪشي يا فوٽوگرافي ڪيل آهي، اها بنهہ انوکي ۽ اڇوتي آهي.

قمر شهباز هڪڙي وائيءَ ۾ چار پد بہ رکيا آهن، ان ڪري هن وائيءَ تي گيت جو گمان ٿو ٿئي، پر پاڻ ان کي وائيءَ جي صنف ۾ شماريو اٿس. ٿلهہ تہ جيڪڏهن بندن ڪان ڌار ڪري لکجي تہ اهو سڌو سنئون 'دوهو' آهي، ڏسو ڪيئن آهي:

ٿلهہ: ماري ماري هليا، هوءَ ڪونج پلا ڇو؟
رو رو منهنجا رُوح، سڏڪي سڏڪي رو!

بند: 1. جنهن کي موت ماري نہ سگهيو، مان سوئي پاڇو.
2. هاءِ نہ ڇاتم جنهن کي پاتم، وڇڙي ويندو سو.
3. سانوڻ منهنجي آنسن کي، تو ڇو نہ سڃاتو.
4. مينهن وُٺا او نينهن مٺا! مان توکي ڳوليان ٿو.
5. مومل تنهنجي ماڙي کي، راڻي ئي نہ ڄاتو.
6. گهايل هرڻي تو جيئن منهنجو، من پڻ آ پياسو.(33)

هن وائيءَ جي ٻئي ۽ چوٿين پد ۾ قافيو، 'چو'، ۽ 'رو' رکيا اٿس، هر بند ۾ انهن جي ٻئي پد ۾ قافيو 'پاڇو'، 'سو'، 'سڃاتو'، 'ٿو'، 'ڄاتو' ۽ 'پياسو' رکيا اٿس. انهن کي حقيقت ۾ لفظ کي پڇڙي تو پوي پر شاعريءَ ۾ ان جي اجازت ڏني وئي آهي، ايئن ڪيترن ئي شاعرن لفظن جي پوئين اڌ يا صرف ڪڏهن لفظ جي آخري اکر کي بہ قافئي طور ڪتب آندو آهي. هن وائيءَ جو موضوع هر بند ۾ الڳ الڳ رکيو اٿس. قمر شهباز وائيءَ ۾ اهو بنهہ نئون گهاڙيٽو جوڙيو آهي، اهڙو گهاڙيٽو سندس ٿهيءَ جي ڪنهن بہ شاعر نہ ڇيو آهي. وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ وري قمر شهباز جو هي تجربو ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلهہ: توتان جندڙي گهوري ڙي، سنڌڙي تنهنجي سينڌ نہ اُجڙي.
بند: 1. اسين اهي ئي مارو تنهنجا، اسان ئي صديون جاڳي تو لئہ،
تارن جي وٽ سوري ڙي.
2. اسين اهي ئي چارڻ تنهنجا، اسان ئي سِر جي سٿن هنئين،
اسان ئي ويٽا چوري ڙي.
3. اسين اهي ئي راڻا تنهنجا، اسان ئي مومل ماڙي لا!
اسان ئي ڪاڪ ڪڪوري ڙي.
4. اسين اهي ئي سانگي تنهنجا، اسان ئي سنڌو تنهنجي ڏارا،

اسان ريءَ سنڌ اڌوري ڙي.

5. اسين ٿي ڄام تماچي تنهنجا، اسان ٿي مارئيءَ جا متوالا،

اسان جي سورٺ نوري ڙي.

6. اسان اهي ٿي هوشو تنهنجا، اسان ٿي تنهنجي مٽيءَ ماءُ،

پنهنجي رت ۾ توري ڙي.(34)

وائيءَ جو هھڙو گهاڙيٽو قمر شهباز کان اڳ ۾ نہ ٿي پوءِ ڪنهن شاعر گهڙيو هوندو. هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ تہ ٻہ - پد رکيل آهن، جنهن جي پهرئين پد ۾ آيل قافيو ڪنهن بہ بند جي پهرين ٻنهي پدن ۾ ناهي، بندن جا ٻئي پد ٻي قافيہ آهن، وري ٿلهہ جي ٻئي پد ۾ آيل قافيو، هر بند جي ٽئين پد ۾ آيو آهي، جنهن سان رديف جو پڻ ميلاپ ٿيل آهي.

ايئن مٿي بيان ڪيل وائيءَ ۾ قمر شهباز پاڻ بہ ان گهاڙيٽي ۾ وري ٻي وائي نہ لکي آهي، انڪري اهو گهاڙيٽو عام نہ ٿي سگهيو.

تاجل بيوس بہ هن ٿي ٿهيءَ سان تعلق رکندڙ شاعر آهي. سندس ڪيترائي شاعريءَ جا ڪتاب ڇپيل آهن ۽ انهن ۾ ڪيترين ئي شاعرانين صنفون آهن، جن مان وائي بہ هڪ صنف آهي.

تاجل بيوس جيئن تہ ڪجھ عرصو ڳوٺاڻي زندگي گهاري آهي، تنهن ڪري ڪيس ڳوٺاڻي ٻوليءَ تي ڪافي رسائي آهي، تنهن کان سواءِ هُو راڳ جي ڄاڻ بہ رکندو هو. سندس ڪتاب 'ڏوريان ڏوريان مَ لهان' جي پنئين پاسي شيخ اياز هيئن ٿو لکي تہ:

”مون کان پوءِ تاجل بيت ۽ 'وائيءَ' ۾ پنهنجي ٿهيءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي.“(35)

تاجل بيوس جي ٻہ - پدي وائي 'سورٺي چند' تي ڇپيل آهي، پر هن قافيي سان گڏ رديف بہ آندو آهي. مثال طور ڏسو:

تلهه: پنڌ پراهين پار جو، گهوڙا پڌ نہ گهاٽ تي.
بند: 1. رنگ لهوءَ جي راند ۾، ريتو ڪر ڪتار جو.
2. سورهيہ سڪين سوپ کي، ڪانئر هٽڪو هار جو.
3. ڪنڌيءَ لنوين ڪانگڙو، ڪو ماٺهو آ واهار جو.[36]

هن ذڪر ڪيل وائيءَ جو ٿلهہ ته 'سورنو ڇند' تي جوڙيل آهي، پر ٽئي بنڌ دوهي ڇند تي آڌاريل آهن ۽ وراڻي بہ بند سان سهائيندڙ نہ ٿي لڳي، ڌاري ٻئي ياسي.

تاجل بيوس جي هڪ ٻي وائي، جنهن جو ٿلهہ ته 'دوهو ڇند' تي جوڙيل آهي، پر ٿلهہ ۾ ٽي پد آيل آهن، اهو ٽيون پد وراڻيءَ طور استعمال ڪيل آهي. ان جو مثال سندس سُر سامونڊيءَ ۾ هن ريت آهي.

ٿلهہ: لڪين سچ لهي ويا، ڪيڙينندي ڪارو،
آيل! انگ نہ ڏڪيو.
بند: 1. جوٽي جنبد فراق جا، آندمر اڏارو،
آيل! انگ نہ ڏڪيو.
2. آءٌ بہ هڪ آسائتي، سانوڻ منيارو،
آيل! انگ نہ ڏڪيو.
3. سڙهہ ڏنا مون سامهان، ڏرينندي ڏارو،
آيل! انگ نہ ڏڪيا.[37]

هن وائيءَ ۾ وڻجارن جي وهُن جي ڳالهہ ڪي آڻي، سندن حالت جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. هيءَ وائي ٿلهہ ۾ ٽہ - پدائين، باقي بندن ۾ اهي ئي ٻہ پد رکيا اٿس. هن وائيءَ جو ٿلهہ يارنهن ۽ ڏهہ ماترائن تي رکيل آهي، پر اهو وزن بندن ۾ بيهاري نہ سگهيو آهي. هن وائيءَ ۾ گهاڙيٽي بدران خيال ڏانهن ڌيان ڏريو ويو آهي.

سنڌي شاعراڻي اُپ تي هڪ اهڙو نالو به آهي، جيڪو آهي لفظن جو ماتم ڪندڙ، درد جي صحرائن ۾ پٽڪندڙ ۽ خوشبوءِ جي زهر جو خوشيءَ خوشيءَ سان پيالو پيئندڙ مست الست تاج بلوچ آهي. هونءَ تاج بلوچ اصل ۾ غزل ۽ نظم جو شاعر، پر هن جي هيترن سارن گڏي ڇپيل ڪتابن جي جلد 'ڇڇريون ڇڇريون خواب' ۾ صرف اٺ وايون آيل آهن. شايد اها صنف ۽ ٻيون اساسي صنفون هن ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪي نہ سگهيون آهن. هن جيڪا وائي لکي آهي، انهن مان هڪڙي وائيءَ ۾ عجيب قسم جو گهاڙيٽو رکيو اٿس، اوهان ڪي ان جو ساءُ ضرور وڻرائيبو، پر تاج بلوچ جي شاعريءَ تي شيخ اياز هيئن راءِ ڏئي:

"تاج جي شاعري عوامي تہ نہ آهي پر عام لاءِ آهي."[38]

"تاج وٽ شاعري، خيال جي ڇندڦوڪ ۽ لفظن جي ڦير گهير جو نالو نہ آهي. شاعراڻي اظهار جي نازڪ ۽ مشڪل ذريعي ڪي هن پڙهندڙن جي تربيت لاءِ ڪتب آندو آهي."[39]

"تاج پاڻ ڪي ڪنهن بہ هڪڙي صنف ۾ اظهارِ خيال تائين محدود نہ رکيو آهي. سندس تخليقي تجربي ۾ هر ڪالب جُون نيون نيون امڪاني ڏسائون روشن نظر اچن ٿيون، جيڪي هن جي ڀرپور صلاحيتن جو ثبوت آهن."[40]

تاج بلوچ جي شاعريءَ تي جيڪا بہ ٽيڪا مٿي ڏني اٿم، اها سيني ليکڪن، شاعرن پاران سندس غزل يا نظم تي آهي. هن جون باقي صنفون ٽيڪاٽپڻيءَ کان وانجهيل آهن. اصل ۾ تاج بلوچ صرف چند وايون لکيون آهن، انهن جي جهلڪ هتي ٿو ڏيکاريان. هن جي ڪنهن تي دل سرڪي ۽ هن جي وائيءَ جي ڏات ۽ ڏانءَ کي سراڻ تي چاڙهي، ادبي ڪسوٽيءَ کي گهڪو ڏئي، سچي سون جي پرک ڪري، عوام ۾ نروار ڪري.

تلھہ: موتئي جي مهڪار ڪٿي، هيل بسنتي رت ۾.
بند: 1. پاند پاند ۾ رت ڦڙا، خوشبوءِ جي ڪلڪار ڪٿي؟
2. هاءِ نہ موتيو ڊوليو، هار ڦِٽا سينگار ڪٿي؟
3. سينڌ سينڌ تي اٽيي ويئي، چوٽاچندن هار ڪٿي؟
4. گهٽي گهٽيءَ ۾ رت جي هولي، ڪلٽين جي ڪيڪار ڪٿي؟

هيءَ وائي تلھہ کان وٺي بندن تائين ٻہ - پدي، سورٺو ڇند تي آڌاريل آهي. قافيو، تلھہ جي پهرئين پد ۾ آيل ۽ هر بند جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس. سندس وائي تلھہ کان وٺي آخري بند تائين سوال ئي سوال آهن. موضوع جي شروعات مومل جي مجاز سان ٿي آهي ۽ آخري بند سنڌ جي موجوده صورتحال خاص طور تي ڪراچي شهر جي عڪاسي ڪري ٿو. ڪراچي هاڻ ، اڳ جهڙي نہ رهي آهي، جا تاج بلوچ پنهنجي جوانيءَ جي جولانيءَ ۾ ڏٺي، جنهن لاءِ شيخ اياز ڪي هيئن چوٽو پئجي ويو هو تہ:

اياز اڄ ڪراچي ڏٺي ڏينهن تيا،
ڏسي ڪير ايڏا مُئيءَ تي مڪا.

تاج بلوچ جي هن وائيءَ ڪي ڏسو، ڪهڙي نموني تجربو ڪري گهاڙيتو ڪيئن بيهاريو اٿس.

تلھہ: ڪير گلن جا پوئي هار، هٽ سين جا زخمي زخمي.
بند: 1. خوشبو تي نيلام وٺي، بند چمن جو ڪاروبار،
گل شاخن تي يار.
2. ڪا ڪا سِٽ ڪويءَ جو سينو، چيري ڦاڙي ٿئي نروار،
چڻ تيز تکي تلوار.
3. جاڻ تہ جرڪيا ڦٽ اندر جا، نيٺ تہ مٿبو هي انڌڪار،
ڪو نہ ڏياتيون پاري يار.

پـــوءِ ڏيـــاتـــيـــون ٻـــاريـــو يـــار
ڪير گلن جا پوئي هار، هٿ سين جا زخمي زخمي.(41)

هن وائيءَ جو ٿلهه ته ٻه - پدو آهي، ’سورني چند‘ تي جڙيل آهي، پر هن وائيءَ جي بند ۾ ٽي پد آندا اٿس ۽ ٽيون پد ٻه ٿلهه جي پهرئين ۽ بندن جي ٻئي پد سان هم قافيه رکيو اٿس. آخر ۾ وري صرف هڪڙو پد جوڙي، ساڳيو ٿلهه ورائي رکيو اٿس.

تاج بلوچ گهٽيون وايون نه لکيون آهن. متين وائي به سنڌ جي صورتحال کي آڏو رکي سرجي وئي آهي، چاڪاڻ جو هر ڪنهن جو جيءَ جُهريل، خيال گهوماتيل، سوچن تي به پهرا پئجي ويا آهن. سندس خيال جي اڏامر لاءِ نظم جو وسيع ميدان ئي ڪارگر ثابت ٿيو آهي.

مٿي ذڪر ڪري آيل سڀ جا سڀ سنڌ جا شاعر ڳڻايا ويا آهن، سواءِ نارائڻ شيام جي. هند ۾ رهندڙ سنڌي شاعر (جيڪي اڪثر سنڌ مان لڏي پلاڻي هند ويا) انهن مان به ڪيترن ئي وائي لکي آهي، پر افسوس جو مون کي سيني شاعرن جا ڪتاب ته هٿ چڙهي نه سگهيا آهن، پر جن جن جا هٿ آيا آهن، انهن بابت محقق هيرو ٺڪر هيئن ٿو لکي:

”ڪافي، نظم وارن بحرن وزنن تي لکي وڃي ٿي، ان جو سٽاءُ سنڌي وائيءَ وانگر ٿئي ٿو. فرق فقط اهو آهي، جو ’وائي‘ ۾ هر مصرع هڪ ٿئي ٿي ۽ ان جي پهرين مصرع جنهن کي ’استائي‘ يا ’ٿل‘ سڏجي ٿو، سا سڄي يا اڌ يا ان جو ڪجهه حصو هر پوءِ ايندڙ مصرع جي پڇاڙي ورجائجي ٿو.“(42)

هند ۾ شاعرن جي ڪاروان جو هڪ پانڌيئڙو ارجن حاسد به آهي. سندس جنم 1930ع ڪراچيءَ ۾ ٿيو، پر ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي جي ويڪٽ ڪري وڃي هند جي بمبئي شهر نڪتو. ”حاسد، وائيءَ جي ورثيءَ کي

تاتينديءِ، ان کي نظر نہ ايندڙ (ايبسٽريڪٽ) تہ بہ چاڙهي ڇڏي. هي سڀ وساريل ڪلاسيڪل فارم حاسد جي چت لڳڻ سان پنهنجي قدامت پلجي، نڪور نواڻ وقت سان هم قدم آهن."(43)

ارجن حاسد وٽ وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ ڪنهن بہ قسم جي نواڻ يا گهاڙيٽي ۾ تجربو تہ ٿيل ناهي، سندس وائيءَ جو نمونو هي آهي:

ٿلهہ: سڀ ئي مون کي وٽيون، هُو هيون ٿي ڇٽيون.

بند: 1. رنگ لالاڻ تي، مون برابر ڳٽيون.

2. ڪنهن نہ سرهاڻ مان، سونهن بٽجي ڇٽيون.

3. جيڪي نِوڙي هليون، راڄ راٽيون بٽيون.

4. پاڻ گهوري ڇڏن، اهڙيون ٿوريون گهٽيون.

5. وڄ وراڪا ڏنا، پر وسيون ڪي ڪٽيون.

(نہ ايئن نہ، ص: 114)

ارجن حاسد جي هن ڪتاب ۾ ڳپل وايون آهن، پر اهي سڀ جون سڀ هڪڙي ئي گهاڙيٽي ۾ لکيل آهن. مٿي ڏنل وائي 'دوهو ڇند' تي آڌاريل، پر ٿلهہ جي ٻنهي پدن ۾ قافيو رکيو اٿس، باقي هر بند ۾ ٻہ پد آهن ۽ بند جي هر ٻئي پد ۾ قافيو رکيل آهي ۽ ٿلهہ جو ٻيو پد هر بند پويان وراڻي ڪري ڪتب آندو اٿس.

هند ۾ رهندڙ هڪ ٻيو سنڌي شاعر ڪيمن. يو. مولائي، سندس جنم ڳوٺ درس، موري ۾ ٿيو ۽ ورهاڱي جي ويرن ڪيس اباڻا ڏاڏاڻا پٽ ڇڏائي وچي مڌيہ پرديش هند ۾ خيما ڪوڙايا. ريٽائر ٿيڻ ڪان پوءِ هن ڪجهہ نثر لکيو ۽ ڪجهہ شاعريءَ سان گڏو گڏ آڪاش واڻي ريڊيو سان لاڳاپجي ويو. ڪيس ٽن ڪوتائن جي ڪتابن تي انعام بہ ملي چڪا آهن.

"ڪيمن جي شاعراڻي صنفن مان وائيءَ جون ڪي جهڪلون مون

هت آنديون آهن. هن ’ڌرتيءَ کان آڪاش تائين‘ شاعريءَ جي مجموعي ۾ غزل، ٽيڙو، وايون، نظم، گيت، پنجڪڙا، دوها ۽ نيون ڪوتائون آهن.“(44)

ڪيمن جي هن ڪتاب ۾ وايون به آهن، جيڪي اڪثر ٻه - پديون آهن ۽ اهي ’دوهي ڇند‘ تي رچيون اٿس، پر هن جون ڪي وايون ٽه - پدي ٿلهه واريون به ڇيل ۽ ڇپيل آهن. مثال طور هيءَ وائي ڏسو.

ٿلهه: رکي ڏاري ٻولي، گهرن ۾ رهسو ٿا،
اهو ڇا ڪيو ٿا.

بند: 1. وڏن جي وراثت کي، گهرن مان ڪڍيو ٿا،
2. ٻچن کي ٻه ٻوليءَ کان، پرتي رکو ٿا.
3. نه تواريخ پنهنجي، ڪڏهن ڪٿ پڙهو ٿا.

(ڌرتيءَ کان آڪاس تائين، ص: 85)

هن وائيءَ جي ٿلهه ۾ ٽي پد آهن. ٻئي ۽ ٽئين پد ۾ قافيو ۽ رديف رکيا اٿس. هيءَ وائي ٿلهه جي لحاظ کان يارنهن ۽ ڏهه ڏهه ماترائن جو ٿلهه آهي. هونءَ هن وائيءَ ۾ ٽي بند رچيا اٿس، هر بند پويان ٿلهه جو ٽيون پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس. هن وائيءَ ۾ هند ۾ رهندڙ سنڌين جي سڀ کان وڏي مسئلي، مادري ٻولي ۽ ڌرتيءَ کان وانجهجي وڃڻ ۽ پنهنجي اولاد کي ان کان واقف نه ڪرڻ آهي.

ڪيمن جي هڪ ٻي ٽه - پدي ٿلهائين وائي ڏسو، ان جو به مٿي ڄاڻايل وائيءَ وارو گهاڙيٽو رکيو اٿس.

ٿلهه: ڪونه ڪٿي ڪو سوجهرو، ڪوبه نه ڏيپ ٻري،
اڃا ته پنڌ پري.

بند: 1. اونده منجهه وڪوڙيل ڌرتي، ڏسندي ڏيل ڏري.
2. ساٿو بت رستي ڌن ۾، ازخود پير ڏري.

3. سنگ نہ ساٿي جنهن سان کن پل، سگهجي ڳالهہ ڪري.

(ڏرتيءَ ڪان آڪاس تائين، ص: 86)

هيءَ وائي بہ 'دوهو چند' تي رچيل آهي ۽ ٿلهہ ۾ ٽي پد رکيا اٿس. ٿلهہ جو ٻيو ۽ ٽيون پد هم قافيہ بڻايا اٿس. هند ۾ سنڌين جي حالت زار تي روئڻو رُنو اٿس، هرڪو پنهنجي ۾ پورو آهي، ڪنهن سان سُور سلجن، ڪو جيڏو سرتو ملڻ لاءِ وقت ئي ڏئي نہ ٿو سگهي.

هند ۾ رهندڙ هڪ ٻيو شاعر، محقق، تعليمدان ڊاڪٽر موتي پرڪاش، جنهن پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو عرصو انڊين اسڪول، دبئي ۾ پرنسپال جي طور گذاري ريٽائر ٿيو ۽ تازو ديهانت ڪري ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ نثر توڙي نظم لکيو اٿس، منهنجي هٿ ۾ سندس شاعريءَ جو ٽيون ڪتابڙو آهي، جنهن ۾ مهاڳ بہ پاڻ ئي لکيو اٿس. هن شعري ڪتاب ۾ هائيڪا، ڊوها، غزل، نظم، وايون ۽ بيت شامل آهن. هن پنهنجي ڪنهن بہ صنف جي لاءِ اکر بہ نہ لکيو آهي. هن جي هن ڪتاب ۾ بہ - پديون وايون آهن، پر موتي پرڪاش 'ڪي وايون ٽہ - پدائين ٿلهہ واريون بہ لکيون آهن.

ٿلهہ: او شل! ڏينهن اچي، ميڙو خوب مچي،
موکي تنهن جي مٽ تي.

بند: 1. پاروٿو ئي پيار ٿون، جيسين مڌ مچي.
2. جوڻو هار نہ، ڏي موٽن کي، جيڪو جٽ بچي،
3. آڻ، وڃن اوسان جيئن، سارو ڏيهہ ڏچي.

(تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهيون، ص: 59)

هيءَ وائي 'دوهو چند' تي آڌاريل ۽ ٿلهہ ۾ ٽئين پد جو واڌارو ۽ ان جو قافيو جدارو رکيو اٿس. اهو ٽيون پد بندن ۾ وراڻي طور آندو اٿس. سندس هڪڙي بہ پدائين وائيءَ جو چس رس وٺي ڏسو.

ٿلهه: سڄڻ جون ساروڻ، آيون اوڙڪ مينهن جيئن.

بند: 1. هيڏو ويرو وچ ۾، پوءِ بہ سنيارون.

2. چڙي پيئيون سُنَ ۾، تن سنديون تارون.

3. ڳلن تان ڳڙي پيئيون، لڙڪن جون لارون.

(تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون، ص: 61)

موتي پرڪاش جي هيءَ وائي 'سورٺو چند' تي آڌاريل آهي. وائيءَ ۾ ٽي بند آهن. هن وائيءَ ۾ سنڌ ۽ خاص طور سنڌين جي جنم يوميءَ جي يادگيري اچڻ ۽ جيءَ جهري پوڻ جي واريا بيان ڪئي اٿس. انسان ڪٿي بہ ۽ ڪهڙي، بهتر کان بهتر حال ۾ هجي، ڪيس ڪنهن نہ ڪنهن ويل پنهنجو ماضي ضرور تڙقائي ٿو ۽ وري ذهن ۾ اها بہ ڳالهہ هجي، موهن ڪلپنا چوائي ٿي تہ مان دنيا جي هر ملڪ ۽ ڪنڊائتي علائقي ۾ وڃي ٿو سگهان، پر سنڌ وڃي نہ ٿو سگهان، اهڙي صورتحال حساس انسان کي ڏوڏي وجهندي آهي ۽ هُو اوڏڪي پت جيان جهري ڍير ٿي پوندو آهي. اهائي ڪيفيت هن وائيءَ مان نمايان نظر اچي ٿي، باقي هن کان پهرين وائيءَ ۾ تہ شراب جي چاهت جو ذڪر ٿيل آهي، جيڪا ڪا خاص ڳالهہ ناهي، ڪي ماڻهو پيئندا جيئڻ لاءِ آهن ۽ ڪي جيئندا ئي پيئڻ لاءِ آهن.

هن ٿهيءَ کان وٺي جديد دؤر تائين امداد حسيني بهترين شاعر ڪوٺيو وڃي ٿو. هُو جديد ۽ قديم شاعريءَ جو اهڙو سنگم آهي، جنهن کي اڄ جو نئون نڪور شاعر بہ سندس وات وٺڻ تي فخر محسوس ڪري ٿو. امداد حسيني نظم جو شهنشاهہ شاعر آهي، تنهن هوندي بہ هن سنڌي شاعريءَ ۾ مروج ڪيترين ئي صنفن تيڀرپور نمونا لکيو آهي.

امداد حسينيءَ جي لاءِ ڊاڪٽر الياس عشقي لکي ٿو تہ:

"انهيءَ چوڻ ۾ ڪا هٻڪ ڪانهي تہ امداد سنڌي شاعرن جو پهريون

۾ آخري جديد شاعر آهي.“[45]

ساڳئي ڪتاب ۾ قمر شهباز، جيڪو پاڻ بہ شاعر آهي، اهو امداد حسينيءَ جي لاءِ هيئن ٿو لکي تہ:

”هن وٽ تمام سولن لفظن ۾ گهاٽي ۽ گهري ڳالهہ ڪرڻ جي جادوگري بہ آهي، بس هُو ايئن ئي سڀ ڪجھ چيو ڏئي جيئن ڪو سادو سودو ماڻهو پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪندو آهي.“[46]

امداد حسينيءَ جو واسطو ٽکڙ جي سيدن سان آهي ۽ ٽکڙ جا سيد عروضي شاعريءَ جا ماهر شاعر يا استاد شعراء هئا. سندس ڏاڏو بہ انهن استاد شاعرن مان هڪ هو، پر امداد حسيني سنڌي اساسي شاعراڻين صنفن تي لکيو آهي ۽ انهن مان وائي بہ هڪ آهي. سندس وائي ڏسو، هيءَ وائي ٻہ - پدي ٿلهہ ۽ بندن تي ’سورٺو ڇند‘ تي چيل آهي، سندس وائي ڪيئن نمايان نروار ٿي بيٺي آهي.

ٿلهہ: پانڌي چئج وڃي، آءٌ اوهان جي آهيان.

بند: 1. عمر ڪٿي جا آچ هئي، مون سا هڏ نہ ميچي.

2. ڪوٽ ڪڙا زنجيريون، ايندس سڀ ڀڃي.

3. مارن ڪاڻ مون سِسي، سوريءَ ڏانهن سجي.[47]

هن وائيءَ جو موضوع عمر - مارئيءَ جو آهي، جيڪا اها آس تي رکي تہ هڪ ڏينهن ڪوٽ ڪڙا، زيريون زنجير ڇني، مان توهان ڏانهن ورنديس، مون ڪي وساري نہ ويهجو، ڇاڪاڻ تہ مان ازل کان اوهان جي آهيان. هي قيد بن ڏهاڙن جو آهي ۽ مون لوئي لڄ نہ لڄائي آهي.

امداد حسينيءَ پنهنجي هن وائيءَ ۾ ڪجھ نواڻ آندي آهي، وائي تہ ٿلهہ ۽ بندن سميت ٻہ - پدي آهي، پر ٿلهہ جي هر پد ۾ ڌار ڌار قافيو رکيو اٿس ۽ ساڳيءَ طرح هر بند ۾ ٻہ ٻہ قافيہ رکيا اٿس. سندس گهاڙيٽي جي اها گهڙت

ڏسو ڪيئن آهي.

تلهہ: واءُ لڳو واريءَ تان پيرا، پَرَ ڪري اڏريا.
بند: 1. ڏور پئي ويا ڏيهي ڏيرا، گهنگهر ڏينهن گذريا.
2. آءٌ نہ ڄاڻان ڪهڙي ويرا، ڪهڙي پار اسريا.
3. دنبوق ڇتي اڏريا ڳيرا، حد لاحد اڪريا.
4. اپ هو پڪ پڪ چيرا چيرا، تارن ڦٽ اجريا.
5. لڏي رهيا لاهن آڪيرا، سچ الثا اپريا.(48)

هن وائيءَ جي تلهہ ۽ بندن جا قافيہ هن ريت رکيا اٿس. تلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو 'پيرا' ۽ ٻئي پد ۾ قافيو 'اڏريا' بيهاريو اٿس، وري بندن جي هر پهرئين پد ۾ قافيہ هن ريت تو آٽي، 'ڏيرا'، 'ويرا'، 'ڳيرا'، 'چيرا' ۽ 'آڪيرا'، وري هر بند جي ٻئي پد ۾ وري قافيو تلهہ جي ٻئي پد ۾ آندل قافيي سان هم وزن رکيو اٿس. 'گذريا'، 'اسريا'، 'اڪريا'، 'اجريا' ۽ 'اپريا' بيهاريا اٿس. امداد حسيني جديد ڪان جديد جو اهڙو شاعر آهي، جنهن پنهنجي ساک رکڻ ڪان ڪڏهن بہ هيٺ نہ لٿو آهي.

امداد حسينيءَ جي لاءِ اسان مٿي لکي آيا آهيون تہ هُو جديد ۽ قديم جو حسين سنگم جو شاعر آهي. اسان هي باب امداد حسينيءَ تائين يعني شيخ اياز ڪان وٺي امداد حسينيءَ تائين لکيو آهي، جيڪو اجا حال حيات آهي ۽ نوجوان شاعري ڪندڙن کي اتساهيندڙ بہ رهيو آهي ۽ هن باب ۾ بہ اهو ڏيکارڻو هو تہ ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي ڪان وٺي جڏهن سنڌي ٻوليءَ جو هي رسم الخط مستند طور تي سنڌي ماڻهن پنهنجو ڪيو، انهن سنڌي اساسي شاعريءَ سان رشتو ڳنڍيندي، اساسي سنڌي شاعريءَ کي جديد دؤر تائين جياريندا رهيا ۽ هنن انهن صنفن يعني دوهو، سورٺو، بيت ۽ وائيءَ کي بہ پنهنجي شاعراڻن خيالن جي اڏام ۾ شامل ڪندا رهيا آهن ۽ سنڌ جو سنڌي

شاعري لکندڙ نوجوان ترين شاعر بہ هاڻ نہ صرف وائيءَ جي صنف کي خيالن جو پاڻي ڏيندو، زندهہ رکندو اچي ٿو ۽ ان جا گل ۽ قولار ۾ بيت، دوها ۽ سورٺا اپ تي چنڊ ستارن جيان روشن رهندا اچن.

## حوالا


1. ملاح، مختيار احمد، 'سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو'، ڪاٺياواڙ اسٽور، ڪراچي، 2014ع، ص: 257.
2. اياز، شيخ، 'ڪپر ٿو ڪن ڪري'، شيخ اياز شاعري، واليوم - 2، سُر مارئي، ثقافت ۽ سياحت کاتو، حڪومت سنڌ، ص: 177.
3. ساڳيو، سُر ڪيڏارو، ص: 197.
4. ساڳيو، 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري'، ص: 296.
5. ساڳيو، ص: 298.
6. اياز، شيخ، 'واٽون ڦلن ڇانئيون'، شيخ اياز، واليوم - 2، ص: 730.
7. قاضي، علامہ آءِ. آءِ.، 'علمِ ادب'، ٽماهي مهراڻ 3-4، 1965ع.
8. همايوني، نياز، 'دل ۽ ڌرتيءَ جا گيت'، ص: 32.
9. ساڳيو، ص: 32.
10. ساڳيو، ص: .103
11. ساڳيو.
12. شيام، نارائڻ، 'نڪريو آهي نينهن'، مرتب: مصطفيٰ ناگراج، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1999ع، ص: 22.
13. ساڳيو، ص: 22.
14. ساڳيو، ص: 33.
15. ساڳيو، ص: 30.
16. عباسي، تنوير، 'ساجن سونهن سرت'، ص: 13.
17. ساڳيو، ص: 17.
18. ساڳيو، ص: 22.
19. بخاري، استاد، 'ولولو ووڪ'.

20. ساڳيو، ص: 127.
21. طالب المولىٰ محمدالزمان، مخدوم، مقدمو.
22. ساڳيو، ص: 1 ۽ 2.
23. ساڳيو، ص: 379.
24. ساڳيو.
25. ارشد، عبدالحڪيم، 'تتل عڪس سونهن جا'، ساهتي ادبي اڪيڊمي، نوابشاهه، ص: 11.
26. ساڳيو، ص: 21.
27. ساڳيو.
28. سنڌي، سرمد، انٽرويو، ماهوار سوجهرو، 183 جون 2014ع.
29. ڏامراهو، بدر، 'سنڌي ادب جو مقدمو'، ڇاپو پيو، رهبر پبليڪيشن، لاڙڪاڻو، 2013ع، ص: 369.
30. حسيني، امداد، 'بهارن کي ڇئجو'، ورسٽي پبليڪيشن، ڪراچي يونيورسٽي، ص: 28.
31. شهباز، قمر، 'بهارن کي ڇئجو'، ورسٽي پبليڪيشن، ڪراچي يونيورسٽي، ص: 191.
32. ساڳيو، ص: 194.
33. ساڳيو، ص: 199.
34. ساڳيو.
35. اياز، شيخ، 'ڏوريان ڏوريان مَ لهان'، بئڪ ٽائيٽل.
36. بيوس، تاجل، 'ڏوريان ڏوريان مَ لهان'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، ص: 89.
37. عشقي الياس.
38. بلوچ، تاج، 'ڇچريون ڇچريون خواب'، سوجهرو پبليڪيشن ڪراچي.
39. اياز، شيخ، 'تاج سياسي سوچ جو شاعر'، ڇچريون ڇچريون خواب'، سوجهرو، 2011ع، ص: 439.
40. جوش، عبدالحليم، لفظن جو ماتم - هڪ نظر'، ڪتاب ساڳيو، ص: 434.
41. عرساڻي، شمس الدين، ڊاڪٽر، 'غم جانان کان غم جهان تائين'، ساڳيو، ص: 271.

42. بلوچ، تاج، 'چچريون چچريون خواب'، ص: 121.
43. ٺڪر، هيرو، 'لوڪ ادب جي هڪ سهڻي صنف ڪافي'، سنڌي ٻولي جرنل، 2014ع، ص: 221.
44. موهي، واسديو، 'نہ ايئن نہ'، گجرات ساهتيہ اڪيڊمي، گانڌي ننگر، 2009ع.
45. حاسد، ارجن، 'تارا بہ ٽاٽڊاٽا بہ'، 'ڌرتيءَ ڪان آڪاس تائين'، لڪشمي پبليڪيشن، ٻترا ڳڙهہ، ڀوپال، 2010ع، ص: 8.
46. ساڳيو ڪتاب.
47. ساڳيو ڪتاب.

باب يارهون

# موجوده ٿهيءَ جا وائي لکندڙ شاعر

جيئن اڳ ۾ چيو ويو آهي ته شاعريءَ لاءِ اهو به هڪ اصول قائم ٿيل آهي ته اها ڳائي سگهجي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن موجوده دؤر ۾ اڪثر شاعراڻيون صنفون ڳائجي رهيون آهن، پر تنهن هوندي به 'ڪافي' ۽ 'وائي' کي وڏي اهميت حاصل رهندي پئي آئي آهي. جيئن اڳ ۾ چيو ويو ته انهن ڳائي ويندڙ صنفن مان وائي به هڪ صنف آهي، جيڪا ڳائڻ جي لحاظ کان ڪافيءَ جيان سُرن ۽ راڳن، راڳڻين تي ڳائي وئي آهي. ڪن ليکڪن ته 'وائي' ۽ 'ڪافيءَ' کي اهو چئي ساڳي صنف قرار ڏنو آهي ته لاڙ وارا 'وائي' ۽ اترادي ان ئي صنف کي 'ڪافي' ٿا ڪوٺين، جنهن جو مثال هُو شاهه عنات رضوي ۽ شاهه لطيف کي لاڙي شاعرن ۾ شمارين ٿا ۽ وري سچل سرمست، خواجه غلام فريد وغيره کي اُترادي ٿا مڃين، پر نه ڄاڻ هنن انهن ٻنهي صنفن جي گهاڙيٽن تي ڌيان نه ڏنو آهي.

"'وائي' جي استائي پوري جي پوري يا اڌ انتري (بند) پٺيان دهرائبي آهي، جهڙيءَ طرح لوڪ گيتن ۾ ٿيندو آهي. هي دهراءُ، وائيءَ جي خيال، احساس ۽ ڪيفيت کي هڪ مخصوص روپ ڏئي ٿو."[1]

اهو آهي وائيءَ جو گهاڙيٽو. اجا ان جي ڇند وديا موجب جيڪڏهن پرک ڪجي ته وائي اصل ۾ 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل هوندي آهي يا 'دوها ڇند' تي گهڙوات ڪئي ويندي آهي، پر جيئن ته 'دوها ڇند' هر راڳ ۾ ڳائڻ مشڪل آهي، تنهن ڪري "خود شاهه لطيف جي واين ۾ 'دوها ڇند' کان سواءِ ٻين ڇندن جو اضافو ڪيل آهي." مثال طور 16+12 ماترائون.

هي آهي للت ڇند تي جوڙيل وائي:

ٿلهه: دوس پيهي در آيو، تيو ملڻ جو سعيو.
بند: 1. ڏينهن پڄاڻون آڻي اسان کي، مولي محب ملايو.
2. ويو وڇوڙو، تيو ميلاپو، واحد واءُ ورايو.
3. هو جنهين جو ڏس ڏوراڏو، اوڏو اچ سو آيو.
4. عبداللطيف چئي، اڇي عجيبن، پاڻ فضل فرمايو.
(سُر يمن ڪلياڻ، فصل - 4)

مثال 16+11 ماترائون:

ٿلهه: يار سڄڻ جي فراق، ڙي جيڏيون آئون ماري.
بند: 1. در دوستن جي ڪئين جي هوندا، مون جيها مشتاق.
2. جاتي ڪاتي محبوبن جي، آهه حسن جي هاڪ.
3. سرمو سهي ڪر اکين جو، خاص پريان جي خاڪ.
4. عبداللطيف چئي پرين اسان جو، هميشه حسناڪ.
(سُر يمن ڪلياڻ، فصل-8)

مثال 12+12 ماترائون:

ٿلهه: ويني ڪين وساري، محبت وڏڙي ماري.
ديواني! يار! وو! مستاني! دلبر! جاني! وو!
بند: 1. جنهن کي سڪ ساهڙ جي، سا گهايل گهر نه گهاري.
2. ڏمر ڏهيلو ڏکيو، سِرَ ۾ سؤنتا ماري.
3. ٻيلي پاس ٻرن جي، تن ڪِرڪن وڏيس ڪاري.
4. هوءِ هونگارو، پون پڪارون، تڙ تڙ دوس تنواري.
5. هُو جا پڪ پرين جي، آهيان تنهن آساري.
(سُر سهڻي، فصل-6)

”ايئن شاهه لطيف خواهه ٻين شاعرن پنهنجن بيتن ۾ ڪافي بدل سدل

ڪئي آهي، پر ان جي لهجي يا لئه کي سلامت رکيو آهي.“(2)

هي مثيان مثال ان جي لاءِ ڏيڻ ضروري ڄاتا اٿم جو مان پاڻ بہ نارائڻ شيام سان، سندس لکڻيءَ سان سهمت آهيان تہ ’وائي‘ ۽ ’ڪافي‘ جدا جدا صنفون آهن، سندن گهاڙيٽا، انهن جو فن بنهہ هڪ ٻئي کان ڌار بيٺو آهي. ڪنهن بہ وائيءَ جي بند ۾ ٻن يا ٽن پدن کان وڌيڪ نہ ٿيندا آهن، جڏهن تہ ’ڪافيءَ‘ جي هر بند ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار پد يا بہ تڪون ٿينديون آهن، جنهن جا مثال ’ڪافي‘ واري باب ۾ اچي چڪا آهن.

اڄ ڪلهہ جو نوجوان کان نوجوان يا شاعريءَ جي ميدان ۾ نئون پير پائيندڙ ’وائي‘ تہ لکي ٿو، پر ’ڪافي‘ تہ ڪيترن مستند شاعرن بہ نہ لکي آهي. دل ٿي چاهي تہ شاعري ۽ شاعر بابت، سنڌي ٻوليءَ جي هن دؤر جي نمايان شاعرن مان، شاعريءَ تي ڀرپور وَس رکندڙ شاعر امداد حسينيءَ جا ڪي ٻول ڏيڻ پسند ڪندس:

- شاعري فن آهي يا مقصد؟ چڙو ٽيڪنيڪ يا ٻولي؟ يا رڳو جذبا ۽ احساس آهن؟ ڇا مقصد ۽ فن الڳ شيون آهن؟ تند، ڪٽاري، ڪنڌ وانگر هڪ ناهن!
- شاعريءلاءِ بنيادي معيار تہ اهو آهي تہ اها شاعري آهي يا شاعري ناهي! ۽ جڏهن اسان پوري سچائيءَ سان ان کي شاعري چئون ٿا تہ ان سچائيءَ جو ثبوت خود اها شاعري آهي، شاعري جا آزاديءَ جو گيت ٿي تہ آهي.
- هونءَ شاعري هڪ ڏکيو فن بہ آهي، جيڪو ذات کان سواءِ ٿلهو ڍانڊو آهي، بوتو، آهي ساهہ کان سواءِ! ذات جيڪا وديعت ٿئي ٿي ۽ ڪن ياڱن واري کي ملي ٿي.
- شاعري هڪ اهڙو تخليقي عمل آهي، جيڪو پوري ڌيان ۽ گيان سان ئي سرانجام ڏئي سگهجي ٿو. ان جي لاءِ ذات ۽ ڏانءَ جو سنگم لازمي

آهي.

- شاعري خيال ۽ جذبا به آهن ته ٽيڪنڪ (فن) به ۽ اهي ٻوليءَ وسيلي ئي ظهورپذير ٿين ٿا يا ٻولي انهن وسيلي!
- سادگي، بيساختگي، شاعريءَ جو مکيه گڻ - سگڻ آهي، جيڪو جڙتو ۽ هٿرادو طور نه ٿو اچي سگهي.
- شاعريءَ کي اوريجنل (اصل - نج) هئڻ گهرجي ۽ تجربي جو جوکم کڻڻ جو ساهس رکندو هجي، پنهنجا گهاڙيٽا تخليق ڪري سگهي.[3]
- هڪ شاعر مختلف وقتن، حالتن، ماحول، موڊ، ڪيفيتن ۾ شعر تخليق ڪري سگهي ٿو. هُو ذهن ۾ سرجيل تخليق کي پني تي لکي نه لکي، ان کي منظر عام تي آڻي نه آڻي، ڇپائي نه ڇپائي، اهو سڀ هن جي مرضيءَ تي منحصر آهي، پر هن جي شاعريءَ تي لکڻ واري لاءِ ٻي ڪا واهه ناهي، سواءِ ان تي لکڻ جي!
- هڪ شاعر جو اوجاڳو جوءِ کي جاڳائڻ لاءِ آهي. شاعر جيئڙي کي جس ٿو ڏئي، پر مان هر اُن شاعر کي جس ٿو ڏيان جيڪو پنهنجي ذميواريءَ کي سمجهي نباهي ٿو. شاعر راتيون جاڳي ڪرٽا ڪرٽا شاعري ٿو تخليقي، جيڪا ڏيهه/ڏيهين تي ڏينهن ٻٽجي اجاگر ٿئي ٿي ۽ اهو سڀ عشق کان سواءِ ممڪن ناهي.
- اسان پنهنجي شاعرن مان ٻولي، موضوع، تخيل، صنف، گهاڙيٽي جي ذميواريءَ جي توقع رکون ٿا.[4]

سو چئبو ته شاعري اها آهي، جيڪا ڳائي سگهجي. شاعريءَ ۾ لفظن جي چونڊ، ٻوليءَ جي نزاڪت، ٻوليءَ جو جڙاءُ، خيال جي اڏام، خيال جي سموهه ۽ ٻين ڳالهين جيئن جو تيئن رسائي انتهائي ضروري آهي. اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ اڄ ڪلهه مستند شاعرن مان غلام حسين رنگريز به هڪ آهي.

غلام حسين رنگريز جي وڻندڙ شاعراڻي صنف ته غزل آهي، ”شاعريءَ ۾ غزل منهنجي پسنديده صنف آهي، پر انهن سان گڏ مون پنهنجو اظهار ٻين صنفن ۾ به ڪيو آهي، جيڪي هن ڪتاب ۾ شامل آهن.“(5)

سندس هن ڪتاب ’اکين اڄ اپار‘ ۾ جيڪي صنفون شامل ڪيون اٿس، انهن ۾ غزل، نظم، وائي، گيت ۽ ڪافي اچي وڃن ٿيون. غلام حسين رنگريز جيڪا وائي لکي آهي، اسان هتي پيش ٿا ڪريون، ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلهه: واءُ ڇڙيل پن، ڪوئي اڏائي اچي،
ته ياد مون کي ڪجان.
بند: 1. هير تنهنجي ڇڳن ۾، اچي ۽ نچي،
ته ياد مون کي ڪجان.
2. چنڊ ڇاتيءَ تي تنهنجي، ڪنول جيئن ٽڙي،
ته ياد مون کي ڪجان.
(اکين اڄ اپار، ص: 185)

غلام حسين رنگريز جي مٿي ڄاڻايل وائيءَ جو ٿلهه ٻن پدن تي ٻڌل، ’سورٺو ڇند‘ تي آڌاريل، قافيو پهرئين پد جي آخر ۾ اچي ٿو، ٻيو ڏار آهي، جيڪو وراڻيءَ طور ڪتب آندوا ٿس. هن وائيءَ ۾ فقط ٻه بند آهن، اهي به هڪ پدا آهن، باقي وراڻي، ٿلهه جو ٻيو پد آڻي رکيو اٿس. سندس وائيءَ جي ٻئي بند ۾ قافيو ’ٽڙي‘ استعمال ڪيو اٿس، جيڪو منهنجي خيال ۾ ٿلهه جي پهرئين پد ۽ بند جي آخر ۾ آندو اٿس يعني ’اچي‘ ۽ ’نچي‘ سان ’ٽڙي‘ وزن جي لحاظ سان ته درست، پر ان کي ڪبيهه قافيو سڏبو آهي.

سندس هڪ ٻي ٻه - پدي وائي آهي، پر ان ۾ قافيي سان گڏ رديف به رکيو اٿس، ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلهه: هِن جا، هُن جا، گهاءُ ڏسي،
منهنجو چين ڦٽي.

بند: 1. چوڏس واري واري، تپندڙ تاءُ ڏسي،
منهنجو چين ڦٽي.
2. برندڙ تپ ۾ بالڪ، لچندڙ ماءُ ڏسي،
منهنجو چين ڦٽي.
3. ڌرتيءَ گولي جيڏو، آگ اُلاءُ ڏسي،
منهنجو چين ڦٽي.
4. سچ جا رنگ جهڪا، ڪوڙ چٽاءُ ڏسي،
منهنجو چين ڦٽي.

هيءَ وائي ٿلهه ۽ بندن سميت ٻه - پدي آهي، پر رنگريز هن وائيءَ ۾ قافئي سان گڏ رديف به رکيو آهي، جيئن 'گهاءُ ڏسي'، 'تاءُ ڏسي'، 'ماءُ ڏسي' ۽ 'الاءُ ڏسي'. اهڙي وائي جديد دؤر جي ڪافي گهٽ شاعرن لکي آهي. وائي سموري خارجي منظرن جي نشاندهي تي ڪري ۽ حساس شاعر جي ذهن تي انهن منظرن جو جيڪو اثر پوي ٿو، اهو ڪيس تڙڦائي ٿو وجهي.

غلام حسين رنگريز وري ٽه - پدي ٿلهه واري وائي به لکي جا 'دوهو ڇند' تي آڌاريل آهي. ان جو مثال هن ريت آهي.

ٿلهه: مُرڪ تنهنجي جيئڙو جهوري، گهور پئي تنهنجي گهائي،
تنهنجو نينهن نواب نچائي.

بند: 1. اڄ ڪو ڪومل ڪومل تنهنجو، درد پيو دل کي ڪائي.
2. سور به تنهنجا پور به تنهنجا، تنهنجي ٿي ياد ستائي.
3. مڙس متيرو وڏءِ مارئي، وارن جا ونگ لڳائي.

رنگريز جي هيءَ وائي ٿلهه جي حوالي سان ٽه - پدي آهي، پر بند ٻه رکيا اٿس. هيءَ وائي 'دوهو ڇند' تي جڙيل آهي، قافيو ٿلهه جي ٻئي ۽ ٽئين پد ۾ رکيو اٿس، اهو ٽيون پد ئي وراڻيءَ طور ڪتب آندو ويو آهي. هن ۾

ڪي قدر نواڻ آهي. اهڙي وائي شاهه لطيف وٽ نہ آهي. شاهه لطيف هڪ وائيءَ جي ٻنهي پدن ۾ تہ قافيو رکيو آهي، پر ان ۾ ٽيون پد نہ آهي، جيئن:

"جيءَ جياريو جيءَ جياريو، ڪين منهنجڙو هاريو."

هيءَ وائي 'دوهي ڇند' تي رچيل، ٿلهہ جي ٻنهي پدن ۾ قافيو رکيل اٿس، پر هن وائيءَ ۾ ٽيون پد ناهي.

غلام حسين رنگريز پنهنجي وائيءَ ۾ ٽي پد رکيا آهن ۽ ٿلهہ جو ٻيو ۽ ٽيون پد هم قافيہ آهي.

اسان وٽ ابراهيم منشي بہ آهي، جنهن اڪثر نظم، گيت ۽ وايون چيون آهن. هن وٽ وائيءَ ۾ گهڻا تجربا ٿيل ناهن. سندس وايون اڪثر 'سورٺو ڇند' تي جڙيل آهن.

"منشيءَ جي نئين ۽ تازه شاعريءَ ۾ نظم، بيت ۽ وايون آهن، جن ۾ سڪون آهي، سرور آهي ۽ سوز آهي. منشي، سچ جو شاعر آهي، جذبات ۽ احساسات ۾ حقيقتِ روح جو ترجمان آهي. سندس زبان، سندس سوز ۽ آلاپ، سندس فڪر ۽ فهم، سندس پيغام، همت، جرئت ۽ قرباني آهي."(6)

سندس وائيءَ جو نمونو پڙهي ڏسو، سندس اڪثر وايون 'سورٺو ڇند' تي جڙيل آهن. انهيءَ جو هي مثال ڏسو:

ٿلهہ: سهڪيو سنگ لٽي، ڪولهڻ ڪانيو ڪنڌ ۾.

بند: 1. روپ روپلي وارو ساڳيو، جوڏا جام ڇٽي.

2. پَريان وڏيرو مَن جو ميرو، پئونڪندو ٿو پٽي.

3. موهن دڙي جي مورتي ساڳي، چر ۾ چير هٽي.

(ڏرتي دين ڏرم، ص: 167)

سندس هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ بہ پد آهن، قافيو سورٺي جيان پهرئين پد ۾ رکيل اٿس. بندن ۾ قافيو هر ٻئي پد ۾ رکيو اٿس. ٿلهہ جو ٻيو پد هر بند

پويان وراڻي طور ڪتب آندو اٿس.

ابراهيم منشيءَ ڪوڙساريون وايون لکيون آهن، پر مڙني جو گهاڙيٽو هڪڙي ئي طرز جو آهي. هن پنهنجي ڪتاب 'ڏؤنري ڏينهن ڏاڙا' ۾ هڪڙي وائي ٽه - پدي لکي آهي، سو به صرف ٿلهه ۾ ٽي پد رکيا اٿس، باقي بندن ۾ اهي ئي ٻه پد رکيا اٿس. ٿلهه جو ٽيون پد وراڻيءَ طور بندن جي پويان آندو اٿس. اوهين به پڙهي ڏسو.

ٿلهه: پلي پوري چار مان، چگيون پٽ چانٺي،
باقي ٻه ٽي ڏينهڙا.

بند: 1. پُڙ پاسي پيريءَ جي، ڪيرايو ڪانٺي.
2. هو ٽي گهوڙو مس اچي، انهيءَ ئي آنٺي.
3. گهوري گهوريان جنڊڙي، سڄڻ جي سانٺي.
4. منشي پياريو پريت جو، مڏ منجهان ماٺي.

(ڏونري ڏينهن ڏاڙا)

هن وائيءَ جو ٿلهه ٽه - پدو آهي، 'دوهو ڇند' تي ٻڌل آهي، باقي ٿلهه جو ٽيون پد فقط بندن پويان وراڻي طور ڪتب آندو اٿس. ٿلهه ۾ قافيو، مصرع جي ٻئي پد ۾ رکيو اٿس ۽ هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو آندو اٿس.

هن ئي ٺهيءَ جو راشد مورائي پڻ بهترين شاعر آهي. سندس تعلق موري سان آهي. موري جي زمين ڪٽڪ جي پوک، ڪپهه ۽ ڪمند جي پوک جيان ادب ۽ شاعريءَ لاءِ به اوتري ئي زرخيز رهندي پئي آئي آهي. موري جي سرزمين اسان کي راشد مورائيءَ جهڙو جوان جذبن جو پرچارڪ شاعر عطا ڪيو آهي. راشد مورائيءَ شاعريءَ جي ٻين صنفن سان گڏو گڏ وائي به لکي آهي. سندس ڪتاب 'دل جو شهر' جنهن جو ٻيو ڇاپو ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، اهائي سندس شاعريءَ جي ميجتا آهي. اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي گهٽ اديبن

جا ڪتاب ٻيهر ڇپيا آهن. راشد مورائي، ”نه رڳو اعليٰ پائي جو شاعر آهي، پر هڪ اهڙو عظيم انسان آهي، جنهن سنڌ جي سوين نوجوانن کي زندگيءَ سان منهن مقابل ٿيڻ جو ڏڳ پئي ڏسيو آهي.“[7]

”مون راشد جي شخصيت، فن ۽ ان جي فڪر جو تمام ويجهو مطالعو ڪيو آهي، هن شاعر جي پختگي ۽ ان جي فن جي ارتقا ۾ جيڪي لاها چاڙها، گهٽيون گهيڙ، مرحلا ۽ مقام آيا، آءٌ انهن سيني جو واقف آهيان.“[8]

تنهن ڪري عبدالحڪيم ارشد سندس مڙني صنفن تي ڳالهائڻ باوجود راشد مورائيءَ جي وائيءَ جو ڪوبه حوالو نه ڏنو آهي ۽ نه ئي سندس ان صنف تي ڪي اکر ئي لکيا اٿس.

مان اوهان کي راشد مورائيءَ جي هيءَ وائي پڙهائڻ چاهيندس. راشد مورائيءَ به عام ٻه - پدي وائي ته لکي ئي لکي آهي، پر هن ٽه - پدي ٽلهه واريون وايون به لکيون آهن. سندس اهڙي هڪ وائي پڙهي ڏسو:

ٽلهه: ڪومل ڪومل مکڙو تنهنجو، ڪوماڻو آ ڪيئن؟
اسان وٽ جذبو جيئڻ جو تيئڻءَ.

بند: 1. آڏيءَ جيڪو عشق هو سو، ساڳيو ويل وچيئڻءَ.
2. نيٺ رسايو منزل تي آ، سپ کي راهه سنئيڻءَ.
3. ياڪر ۾ نه ڪيو تو پهريان، ڪيڏو ڪالهه پليئڻءَ.
4. محبت تنهنجي مهر ميجان تو، محبت ساڻ رهيڻءَ.
5. راشد جهومون ڳايون ويٺا، پريو پيگ پريڻءَ.[9]

هن وائيءَ جو ٽلهه ٽه - پدائون آهي. وائي 'دوهو ڇند' تي رچيل آهي. ٽلهه جي ٻئي ۽ ٽئين پد جا قافيه هم وزن رکيا اٿس، باقي سيني بندن ۾ قافيو ٻئي پد ۾ رکيل آهي ۽ ٽلهه جو ٽيون پد، هر بند جي پويان وراڻيءَ طور رکيو اٿس.

سندس وائيءَ جو هي گهاڙيٽو جيڪو مان اوهان کي پڙهائڻ ٿو گهران، اهو شاهه لطيف جي واين ۾ صرف هڪڙي وائيءَ جو رکيو ويو آهي ۽ شاهه لطيف پاڻ به اهڙي گهاڙيٽي تي وڌيڪ وايون نه لکيون يا چونڊ نه ٿي گهريائين. جيتوڻيڪ ان وائيءَ تي اختلاف آهي ته اها وائي شاهه لطيف جي ناهي ۽ ان کي فاطمه لعل جي ٿا سمجهن پر ته شاهه لطيف جي ڪنهن به مرتب ڪيل رسالي ۾ اها آيل ناهي، تنهن ڪري جي. ايم. سيد ان وائيءَ کي ڪافي ڪري لکيو آهي.

راشد مورائيءَ جي وائي جيئن ته ان گهاڙيٽي تي لکيل آهي، تنهن ڪري مان هتي ورجاءُ ٿو ڪريان. اها ته - پدي وائي آهي:

ٿلهه: لاٿي ته نماڻيءَ سان نينهن، دوست ايئن نه دل متجي.

بند: 1. مون ڪان پاليو نه پڄي، شوق اوهان جي جو شينهن،

ماس هڏن تؤن ٿو ڪپجي.

هن وائيءَ جو ٿلهه 'للت چند' تي رکيل آهي، پر بندن ۾ وري 'للت چند' ۾ واڌارا ڪيا ويا آهن، شايد اهو راڳ جي تقاضا جي ڪري ڪيو ويو هجي. هاڻ ان ئي گهاڙيٽي سان ميل ڪائيندڙ راشد مورائيءَ جي هيءَ وائي ڏسو:

ٿلهه: ڦڙي ڦڙيءَ آ تلاءُ، اڇو ته گڏجي واهه وهايون.

بند: 1. پاڻيءَ تي ئي پوک پڄي ٿي، ساوڪ ۾ آ ساءُ،

سائين پوکن ۾ سرهايون.

2. ڌرتي سونا سنگ ڏيڻ لئه، ماندي آهي ماءُ،

هاري يارو هر ته هلايون.

3. بني ونيءَ تي سِر ڏيندا سون، پيڙو ٿئي هر ياءُ،

دنگ تي پنهنجو رنگ رچايون.

4. آهه بدڙيءَ ۾ طاقت ڏاڍي، ڪم ۾ پڻ اُڪلاءُ،

ساٿي گڏجي سات نبهايون.

5. روڳي ماڻهن جي لئه راشد، ٿي نه ڪڏهن پوراءُ،

محنت ڪريون چو پڇتايون.

(دل جو شهر، ص: 151)

راشد موراڻيءَ کان اڳ جن به شاعرن جي وائيءَ جا مثال ڏيئي آيا آهيون، انهن مڙني مان ان گهاڙيٽي تي ٻئي ڪنهن به شاعر اهڙي وائي نه لکي آهي. هن وائيءَ کي ٻنهي فني گهاڙيٽن يعني 'دوهي ڇند' ۽ 'سورٺي ڇند' ۾ شماري ٿو سگهجي. هن وائيءَ جي ٿلهه جي ٻنهي پدن ۾ ڏار ڏار قافيا آهن، جيئن ٿلهه جي پهرئين پد ۾ 'تلاءُ' ۽ ٻئي پد ۾ 'وهايون' ڪم آندو اٿس، اهي ٻئي قافيه وائيءَ جي هر بند جي ٻئي ۽ ٽئين پد ۾ رکيا اٿس. مثال ٿلهه جي پهرئين پد جو قافيو 'تلاءُ' آهي، ان سان هم قافيه هر بند جي ٻئي پد ۾ 'ساءُ'، 'ماءُ'، پاءُ'، 'اُڪلاءُ' ۽ 'پوراءُ' آڻي ٺهڪايا اٿس. ساڳي وائيءَ جي ٻئي پد ۾ قافيو 'وهايون' آهي، ان سان بندن جي ٽئين پد جا قافيه هڪ جهڙا رکيا اٿس، جيئن 'سرهايون'، 'هلايون'، 'رچايون'، 'نبهايون' ۽ 'پڇتايون' آندا اٿس.

هن ئي ٿهيءَ ۾ مير محمد پيرزادي وٽ تا هلون. سندس ڪتاب 'ليار نيڻن ۾ ڦنا' ۾ وائي ڪيئن لکي اٿس. مير محمد پيرزادي کي نه صرف ڳوٺاڻو پسمنظر آهي، پر هن جي نوڪري ئي زراعت کاتي ۾ رهي آهي، ان کان سواءِ کيس راڳ ۽ راڳڻين جي ڪافي ڄاڻ آهي. سندس هيءَ وائي ٿلهه کان بندن تائين ٻه - پدائين آهي، اها ڏسو ڪيئن آهي:

ٿلهه: پري پري اڄ پيار، وري ٻئي وار، ملڻ مشڪل آ.

بند: 1. گوليءَ کان اڳ ڪلندي ڪلندي، هڪڙي وار نهار.

2. سات نباهي سوريءَ سان، ۽ پيار سان واعدو پار.

3. اونداهي انڌڪار ڪي ٽاري، ديپ دلين جا ٻار.
4. ويندي ويندي ويرن مان ٻيي، اڻ تارن ڪي تار.
(ليار نيٽن ۾ ڦٽا)

مير محمد پيرزادي جي هيءَ وائي نَون بندن تي ٻڌل آهي. وائي 'سورنو چند' تي چيل آهي، وائيءَ جي وراڻيءَ جو خوبصورت ٺهڪاءُ آهي. اجا بہ هن وائيءَ ۾ هڪڙي اضافي خوبصورتي آهي، اهو آهي اندروني قافيي جو آڻڻ، جيڪو ٽلهہ جي ٻئي پد 'وري ٻئي وار' آندو اٿس. اهڙو مون ڪي ڪنهن متي ذڪر ڪيل واين ۾ نہ مليو آهي.

مير محمد پيرزادي جي هن ڪتاب جو مهاڳ 'وڻ وڻ ويٺا شاعري' ۾ تنوير عباسي لکي ٿو تہ:

"هن وٽ نہ رڳو پنهنجي چوڌاري وسندڙ ڪائنات کي ڏسڻ ۾ محسوس ڪرڻ جي سگهہ آهي، پر ان کي بهترين نموني ۾ ٻيهر تخليق ڪري بيان ڪرڻ جو فن بہ آهي."(10)

جيئن تہ مير محمد پيرزادي وٽ عڪسن، مسئلن جي سچاڻ خوبصورتيءَ کي اظهار جو ڏانءُ ۾ لفظن جي ڪاڪوٽ ناهي، تنهن ڪري هن جون وايون بہ غزل ۾ گيت جيان تمام ڏگهيون يا گهڻ مصراعون آهن. سندس هڪڙي تہ - پدي وائي ڏسو، جنهن ۾ لفاظي، ادائگي، عڪس ۾ منظرنگاري ڪيئن آهي.

ٽلهہ: خواب ۾ آيو ڪڏهن، اڌ رات جو هو اچتو،
ڪونہ پيو هو ڪو پتو.
بند: 1. مون بہ تولئہ ساز کي، ڇيڙي ڇڏيو اڌ رات جو.
2. سانت جا آواز ويڙهن، ڪوتہ منهنجو ڏس ڏيو.
3. مالڪوُنسي ڪيفيت ۾، مان هئس پر ڪو ٻيو.

4. رُت بسنتي باغ ۾ پر، گل نہ هو مَن جو کڙيو.
5. ڪير هو مون ۾ لڇي جنهن، راڳ نٽ - پينرو ڇيو.
6. بي خوديءَ ۾ مون بہ پيتو، چنڊ تنهنجو پيگ هو.
7. قال ۾ سوَ سور آهن، حال ۾ ڪجهہ پي نہ هو.
(ليار نيٽن ۾ ڦٽا، ص: 54)

مير محمد جي هيءَ وائي پڙهي ڏسو، ڪن - رس ۽ چپ چسڪو، اوهان کي اهڙو ساءُ ڏيندو، جو ڪجهہ هن وائيءَ جي هر بند ۾ سمايو آهي. هن وائيءَ جو ٿلهہ تہ تہ - پدائون ۽ بند سڀ بہ - پداوان آهن. وائي 'دوهو ڇند' تي ڇيل آهي. هن وائيءَ ۾ بہ ورائيءَ واري پد جو بندن سان جڙاءُ، مُنڍيءَ تي پُڄي (ٽڪ) جيان آهي.

ان ئي ٿهيءَ سان تعلق رکندڙ انور پيرزادي جو جديد شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن ٿهيءَ ملڪي صورتحال ۾ ڏاڍيون اٿلون پٿلون ڏٺيون. معاشي بدحالي، سياسي ۽ سماجي پيچ، پر قتل، غارتگري، ملڪ مٿان جنگيون مڙهيل، جمهوريت لاءِ هلايل ايم. آر. ڊي. هلچل، سياسي دٻڙ ڏونس ۽ مارشل لائون، انهن جو اثر هن ٿهيءَ جيئن جو تيئن ورتو ۽ ڪيترائي اکين ڏٺا رت ويچاڻن جا عڪس اکين ۽ ذهنن، يادگيرين ۾ سمائي، جو ڪجهہ حساس پڻو ۽ شاهد طور سرجيو، ان جو اولڙو انور پيرزادي جي شاعريءَ مان ڳاٽ اوچو ڪيو، پنهنجي ياد ڏياري، جيءَ کي جهوري رهيو آهي.

هونءَ تہ انور پيرزادو نظم جو شاعر آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن سندس ذهن ۽ قلم ذائقي مٽ بہ ڪئي ۽ پوءِ ڪجهہ غزل، گيت، دوها، سورٺا ۽ وايون بہ لکيائين.

”هن جي شاعريءَ ۾ اهڙي دانشمند شاعر جو سچو ۽ کرو اظهار شامل آهي. هيءَ شاعري رڳو سياسي ڪمٽمينٽ نہ آهي، پر هن جي شاعريءَ جي

گهاڙيٽي نئين محاوري (Metaphor) ۾ جديد اظهار جا تجربا پڻ موجود آهن، جيڪي تقليدي نه تخليقي آهن ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ قابلِ قدر اضافو آهن."(11)

انور پيرزادي جي شاعريءَ جو هڪڙو ئي ڪتاب ڇپجي منظرِعام تي آيو. ان ۾ سندس ٻين شاعراڻين صنفن مان اسان کي سندس وائيءَ بابت ئي لکڻو آهي. هن ڪتاب ۾ فقط ٽي وايون شامل آهن، اتفاق سان ٽنهي واين جو گهاڙيٽو ساڳيو آهي. سندس وايون ته - پدائين ٿلهه ۾ ٻه - پدائين بندن سان سينگاريل آهن، پر ٿلهه جي ٻئي ۽ ٽئين پد کي هم قافيه رکيا اٿس. هيٺ ڄاڻايل وائي 'دوهي ڇند' تي ڇيل ڳڻي سگهبي، باقي سيئي بند ٻن پدن تي جڙيل اٿس، ڏسو ڪيئن آهي:

ٿلهه: ڳيت ڏئي ڇڏ، سور ڳهي ڇڏ، جندڙي لڙڪ وهائي،
جيئڻ سولو ناهي.

بند: 1. اوندهه جا اوڙاهه جي ايندا، سهبا سينو ساهي.
2. دنيا دارونءَ جو ئي دونهون، ڇاتي ويو آ ڇاهي؟
3. ڏات ڏکي تي ڏاڍ ڏنگي تو، ڏنب اچي تو ڏاهي.
4. جان اصل کان اڄٽي وچٽي، پوئتي هٽڻو ناهي.
5. سوريءَ جو سينگار ٽئي پيو، ڪوئي چڙهندو ڦاهي.
6. دوکي جي هن دنيا اندر، مرڻ ته سولو آهي.

هيءَ وائي پڙهڻ سان محسوس ٿيندو ته ٿلهه ۾ جڻ چار پد آهن، پر حقيقت ۾ ٽي پد ئي ڪونه، ڇاڪاڻ جو هن وائيءَ جي ٿلهه جي پهرئين پد ۾ 'ڏئي ڇڏ'، 'ڳهي ڇڏ' جڻ قافيو ۽ رديف ٻئي بيساخته شامل ٿي ويا آهن. ٻوري ٿلهه جي ٻئي ۽ ٽئين پد کي هم قافيه رکيو اٿس. هن وائيءَ جي هر بند ۾ قافيو، ٿلهه جي ٻئي ۽ ٽئين پد واري قافيي سان ملايو اٿس، جيئن ته سندس ٽئي وايون هڪڙي ئي گهاڙيٽي تي ڇيل آهن، تنهن ڪري اهو مثال ئي ڪافي آهي.

خاڪي جويو به هن ٿهيءَ مان هڪڙو شاعر آهي. هُو شاعر طور هڪ طويل نظم جي ڇپجي پڌرو ٿيڻ سان ٿيو. جيڪو سنڌ جي حالت زار بابت هو، جنهن جو مهاڳ محمد ابراهيم جويو لکيو هو ۽ کيس متعارف ڪرايو هو. هُو سَن جي پرپاسي مان پڪا پتي، اچي سکرنڊ وسايو هئائين. هارپ ۽ ڏنار ڪان وٺي بيراگيريءَ تائين زندگيءَ جا تجربا ماڻيائين ۽ نيٺ هن جي اندر مان شاعري نينهن جا اپڙڪا ڪري نڪتي، جنهن ۾ ڌرتيءَ تي پيل تازي مينهن جي سڳنڌ سمايل هئي. هن پوءِ ماهوار رسالو به حيدرآباد مان ڪڍيو ۽ سکرنڊ ۾ هڪ ڪيبن 'سنڌ ڪتاب گهر' نالي جوڙيائين. نيٺ شاعري سندس مڙني ڪرتين تي حاوي پئجي وئي.

سندس علائقي جي ۽ هڪ ٿهي وڏڙو شاعر عبدالحڪيم ارشد هن لاءِ هيئن لکيو:

"خاڪي، علم عروض، بحر، وزن جو شاعر ناهي، پر بنيادي طور تي گيت، بيت ۽ وائيءَ جو شاعر آهي."(12)

خاڪي جويو کي عبدالحڪيم ارشد ته وائيءَ جو شاعر ڪوٺيو آهي، پر پاڻ سندس وائيءَ تي لکڻ کان نه ڄاڻ ڇو لنوايو اٿس.

"بيت ۽ وائيءَ کي شيخ اياز کان پوءِ جنهن شاعر وڏ ۾ وڏ جيءَ ۾ جاءِ ڏني ۽ ان تي طبع آزمائي ڪئي آهي، سو خاڪي آهي. هن جي ٻي سموري شاعريءَ تي بيت ۽ وائيءَ جو پاڇو، واقعي مامتا جو سباجهڙو هٿ ياسي ٿو، نه رڳو ايترو پر خاڪيءَ ولين ۽ بيتن ۾ جيڪا فني بلندي، خيالن جي نواڻ ۽ لفظي سونهن جي جڙاوت ڪئي آهي، ان کيس سنڌيءَ جي جديد شاعرن ۾ بهترين درجو نصيب ڪيو آهي."(13)

خاڪيءَ روايتي اساسي شاعري به لکي آهي ته وري هن وائيءَ ۾ نواڻ يا تجربا به ڪيا آهن. اول اسان سندس روايتي وائي پڙهڻ لاءِ ڏينداسون.

ٿلهه: ڏيون روز رڙن، چارون جبل چوٽ تي.

بند: 1. ڦريو وڃيو ڦيٽ لئه، اوکيءَ منجهه اڙن.

2. اڃيون بکيون آئيون، ترڪن منجهه تڙن.

3. ڪيسين ڏوڙ پائيان، 'خاڪي' منجهه ڪڙن.

(ايءُ خاڪيءَ جو خيال، ص: 49)

هيءَ خاڪي جويو جي وائي، شاهه عنات رضوي ۽ پوءِ شاهه لطيف ڪان سنڌيءَ شاعريءَ ۾ هلندي اچي ٿي. هيءَ وائي 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل آهي. هن وائي جي ٿلهه جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيو ويو آهي ۽ هر هڪ بند جي ٻئي پد ۾ رکيل آهي. هر بند جي آخر ۾ ٿلهه جو ٻيو پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس. مضمون جي لحاظ کان ڏنارڪي ڏنڌي جي ڏکيائين کي وائيءَ جي صنف ۾ اظهاريو ويو آهي.

خاڪي جويو ٻاران وائيءَ ۾ ڪيل هي تجربو ڏسو ڪيئن آهي:

ٿلهه: ڏوري ڏير ڏسان، پنهل پسان، لڪ لتاڙي لوءِ جا.

بند: 1. اکيون اهنجون اوپريون، چاڙهيون سپ چڙهان، پنهل پسان.

2. پهڻ سمورا پب جا، ريتي رت پريان، پنهل پسان.

3. پڌرو پنهنجو پنڌ ۾، ارڏو عشق ڪيان، پنهل پسان.

4. 'خاڪي' خيال اڏائيان، ايري عرش مٿان، پنهل پسان.

(ايءُ خاڪيءَ جو خيال، ص: 55)

اصولي طور تي هيءَ وائي 'سورٺي ڇند' تي آڌاريل آهي، پر هن وائيءَ جي پهرئين پد ۾ ٽنو قافيو رکيو ويو آهي. اهڙو تجربو شاهه لطيف وٽ به آهي. خاڪي جويي ٿلهه جي پهرئين پد ۾ 'ڏسان' ۽ 'پسان' قافيه آندا آهن، باقي بندن ۾ ايئن نه ڪيو اٿس، جو هر بند جي ٻئي پد پويان، وراڻيءَ کان اڳ 'پنهل پسان' رکيو اٿس، پوءِ ٿلهه جو ٻيو پد وراڻيءَ طور رکيو اٿس. هن وائيءَ

جو موضوع سسئيءَ جي داستان تي آڌاريو اٿس.

ناٿن شاهه جي ڏرتيءَ شاعراڻو ڦوٽهڙو خوب ڪيو. هن ڌرتيءَ جا ڪيترائي شاعر سنڌي شاعريءَ ۾ نمايان حيثيت جا مالڪ آهن، انهن مان آٿم ناٿن شاهي به هڪڙو آهي.

"اها حقيقت آهي ته آٿم ناٿن شاهي بنيادي طور نظم جو شاعر آهي ۽ سندس ٻوليءَ جو تاجي پيٽو ڳوٺاڻي ٻولي، فطرت جي نظارن، ڪچي ۽ ڪاڇي جي ماحول ۽ ديهاتي حسن جي آڌاڻي تي اٽيل آهي. اهوئي سبب آهي جو هُو غزل ۾ به نظم واري رواني ۽ مترنم ٻولي ڪٽي اچي ٿو، جنهن ۾ گيتائون، سنگيت، بوٽينديءَ ۽ چنگ جو ٻُراءُ آهي."[14]

"جيڪڏهن ڪو شاعر پنهنجي زبان ڪان پوري واقفيت نه ٿو رکي ۽ انهن کي صحيح طرح استعمال جو ڏيان نٿو رکي ته ان جي شاعري ڪڏهن به بلنديءَ کي ڇُهي نه سگهندي. منهنجي خيال ۾، جيسيتائين شاعريءَ ۾ بيساختگي ۽ عوامي ليول جي ٻولي ناهي، تيسيتائين اها شاعري مقبوليت جو درجو ماڻي نه ٿي سگهي."[15]

آٿم ناٿن شاهي عروض تي بهتر پهچ ۽ ڄاڻ رکي ٿو، هن غزل ۽ نظم ڪان سواءِ وائي به لکي آهي، جا هن ئي ڪتاب ۾ پنهنجي پوري جوين سان پاڻ پسائي رهي آهي. آٿم نه صرف وائي لکي آهي پر ان جي گهاڙيٽي ۾ ڪي تجربا به بين عام شاعرن جي پيٽ ۾ وڌيڪ ڪيا اٿس. هن ٻه - پدي، ٽه - پدي ۽ ڪا چئه - پدي وائي به لکي آهي. ڏسو ۽ انصاف ڪيو ته وائيءَ جي صنف تي لکندڙ شاعرن ڪان اها ڳالهه ڪئين چوڻ گٽي آهي ته آٿم ناٿن شاهي وائيءَ جو به سٺو شاعر آهي. هن ئي سندس شاعراڻي ڪتاب ۾ ستيتاليهه وايون آيل آهن. آٿم جي هيءَ وائي ڏسو، هن وائيءَ جي گهاڙيٽي کي ڪيئن گيت جي مدِمقابل آڻي بيهاريو آهي.

ٿلهه: پرسان واريءَ پاڙ ۾، اڏرن ٿيون آڙيون،
رات سمي جي سانت ۾.

بند: 1. ڪنهنگون نڪري ڪَهِر مان،
ڳاڙهين چنهنبن سان چڳن، ڪچ - ڳيون لاڙيون.

2. تيز هوا جي تال تي،
پن پپر جا پاڻ ۾، وڄائن تاڙيون.

3. شيطانن جي شهر ڪي،
اي تان اڄلي پيا ڏين، تارا اماڙيون.

4. ۽ مون هن جي ياد ۾،
تڙقي تڙقي سپ سندس، تصويرون ڦاڙيون.

هن وائيءَ جي گهاڙيٽي جي ٿلهه ۾ ٽـ ٽي پد آهن، جي ٽـ - پدي ٿلهائين وائيءَ ۾ آندا ويندا آهن، پر هن وائيءَ جي هر بند ۾ ڏسڻ ۾ ٽـ بہ پد ۽ ٽين وراڻي آهي، پر هن گهاڙيٽي جي نواڻ يا تجربو هن ريت ڪيو آهي، جيئن ڏيڍ سِٽو شيخ اياز لکيو آهي، پر هن وائيءَ ۾ وراڻيءَ جو جوڳو جوڙ، ان کي وائيءَ جي صنف ۾ شماري ٿو ڇڏي. ڏسندا ٽـ هر بند جو پهريون پد اهوئي عام وائيءَ جيان رکيو اٿس، پر ٻيو پد، ڇڻ نظم يا گيت جي مصرع پئي ياسي. اهڙو تجربو، اڳ آيل ڪنهن بہ شاعر وٽ ناهي. وائيءَ جو اهو بنهہ اڇوتو تجربو آهي ۽ ان وائيءَ بابت ڪجهہ بہ نہ لکيو ويو آهي.

وري آٿم پاران وائيءَ ۾ ڪيل هي تجربو بہ ڏسو، هونءَ هيءَ وائي ٽـ - پدي آهي، جا ٿلهہ کان وٺي مڙني بندن تائين نہ صرف ٽـ - پدي وائي آهي، پر هن وائيءَ ۾ بہ نواڻ آهي. ڏسو ڪيئن آهي:

ٿلهه: ڇا ڪو ونگجي پيو؟ يا ڪو ڏنگجي پيو،
هن جي وارن کان پڇجي!

بند: 1. ڪَڪ، - پن ساڙيئين ڇا؟ خلق لتاڙيئين ڇا؟
ميلي وارن کان پڇجي!
2. پيار ڪيوڙس ڪو؟ يار ڪيوڙس ڪو؟
پاڙي وارن کان پڇجي!
3. خوشبو اڏري آ، هوءَ ته نه گذري آ؟
رستي وارن کان پڇجي!
4. مون وٽ ايندي ڇا؟ رنگ رچيندي ڇا؟
ڏاري وارن کان پڇجي!

هن وائيءَ جو گهاڙيٽو ڏاڍو عجيب آهي. ٿله جي پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ قافيو ۽ رديف به رکيو اٿس، پر ٻنهي پدن ۾ سوال اٿاريل آهي ۽ وراڻي، انهن سوالن جو جواب آهي. ساڳيءَ ريت وائيءَ جا چار ئي بند به ٿله جي مطابق قافيي ۽ رديف سان رکيا اٿس ۽ هر پد ۾ هڪڙو سوال ۽ ٽيون پد انهن سوالن جو جواب آهي. اهڙي وائي، آٿر کان اڳ وارن شاعرن مان ڪنهن به نه لکي آهي.

آٿر ناٿن شاهيءَ جي هيءَ ٿه - پدي ٿله واري وائي پڙهي مون کي شاهه لطيف جي سُر سسئيءَ مان هيءَ وائي ياد اچي وئي جڻ ٻنهي جو وزن ساڳيو آهي. اول آٿر جي چيل وائيءَ جو فقط ٿله ٿو مثال طور پيش ڪيان.

ٿله: رات هئي يا ڏينهن، مان ۾ منهنجو نينهن،
اپليو نا رهي.

هونءَ آٿر ناٿن شاهيءَ روايتي ٻه - پديون، يا صرف ٿه - پديون وايون به لکيون آهن، جن جو هتي حوالو ڏيڻ نه ٿو سونهين.

سحر امداد سنڌي شاعرائن ۾ نمايان حيثيت رکي ٿي ۽ سحر، امداد سان گڏجڻ کان به اڳ شاعري ڪندي اچي. سندس خاصيت ته نظم آهي، پر ڪڏهن ذائقي مٽ، صنف مٽ لاءِ وايون به لکيون اٿس. سندس ڪتاب

'چوڏهينءَ چنڊ آڪاس' شاعريءَ جو مجموعو آهي.

"شاعري غيرمعمولي سٽن سرجڻ جو فن آهي ۽ سحر ۾ اهڙين سٽن سرجڻ جي سگهه آهي. خيال جي منظوميت ۽ گهري فڪر کي سادي نموني بيان ڪرڻ تي هن کي قدرت آهي ۽ سحر وٽ اوليت ذات ۽ ذانءَ کي آهي."(16)

سندس وائيءَ جي صنف بابت امداد حسيني لکي ٿو:

"هن جي وائي پنهنجو مٽ پاڻ آهي، ان ۾ تل / وراڻي ڪُل جي جُز وانگر آهي. شاعريءَ جي سونهن ان جي سادگيءَ ۾ آهي، پر وائيءَ لاءِ خاص طور اها راءِ وڌيڪ اهم آهي ۽ سحر جي وائيءَ ۾ سادگيءَ جي اها سونهن موجود آهي."(17)

هاڻ چاڻي واڻي سحر امداد حسينيءَ جي ڳالهه کي ٽيڪ اچي ۽ اوهان کي وائيءَ جي ههڙن گهاڙيٽن لکڻ جي پرک ٿي پوي. سحر امداد جي وائيءَ لاءِ ٻه عنوان جوڙيا آهن.

چؤنري تي چنڊ

ٿلهه: چؤنري تي جو چنڊ ڏٺوم، سرتيون ساجن سنيريوم،
تارا تارا لڙڪ رنوم.

بند: 1. ڏينهن ڏونگر، راتيون روهه، جانبهه جهڙي جندڙي،
توزيءَ جاڙ جيوم.

2. من - بن ۾ دڪندو دڪ، سُڪي آهيان سرتيون،
ڪيڏو ڪوڙ ڪيوم.

3. سهسين سارنگ سجڻ ڪري، مرڪي ايندا مان ڳري،
هنئڙي ڏيڏ ڏنوم.

4. ڏرت ڏهاڳ-ڏونگرين، جيون جت آ جيڏيون،
ڏانوڻ نه ڏايوم.

5. هيڏي شهر ڀنڀور ۾، موتي مون وڃايا،
ڪايو ڪمايوم.
6. منل مارو، ڪنل ڪيهون، اڪئين ڀڌم اڪا،
ڪنين ميڻ وڌوم.
7. ڏڳ سمورا نرڳ ڏي، سرڳ سما سپرين،
پو ساگر اڪريوم.
(چوڏهينءَ چنڊ آڪاس، ص: 111)

مٿي لکجي آيل وائي ٿلهه کان وٺي ستن ئي بندن ۾ ٽه - پدي وائي آهي، پر هن وائيءَ ۾ بنهه انوکو تجربو ڪيل آهي. هن وائيءَ جي ٽنهي پدن کي هم قافيه رکيو اٿس، پر بندن جي ٽئين پد ۾ قافيو رکيو اٿس ۽ بندن جا پهريان ٻئي پد بي قافيه آهن، باقي ٿلهه جو ٽيون پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس. هھڙي وائي ٻه ٻئي ڪنهن شاعر نه لکي آهي.

سحر امداد جي جنهن ٻي وائيءَ جو امداد حسينيءَ مثال ڏنو آهي، اها وائي پڙهي هنئين سان هنڊائي ڏسو. هن وائيءَ جو به سحر امداد عنوان جوڙيو آهي.

انڊلٺ رنگا ڏينهن

ٿلهه: هيل ته برسيا ڏاڍا مينهن، رنگ رسيلا مينهن!
بند: 1. ٽڙي پيا انگ، ڦٽي پيا نينهن،
نوان نڪورا نينهن!
2. نينهن ته آهي، سچاڻو سينهن،
هو ساٿوڙ سينهن!
3. پوپٽ پرتي، اڏريا ڏينهن،
انڊلٺ رنگا ڏينهن!
(چوڏهينءَ چنڊ آڪاس، ص: 155)

هيءَ وائي بہ انوکي آهي: ٿلهہ بہ - پدو، بنهي پدن ۾ قافيو رکيل، پر بندن جا پد، ٿلهہ جي پدن جي پيٽ ۾ گهٽ وزن وارا رکيا اٿس، جو هڪ ٿي پد جو گمان ٿو ٿئي ۽ عجب اهو آهي تہ بندنِ جي ٻئي ۽ ٽئين پد کي هم قافيہ رکيو اٿس ۽ بند جي ٻئي پد ۾ آيل قافيو، بندن جي ٽئين پد ۾ ساڳيو، پر نئين مطلب نڪرڻ سان، مان سمجهان ٿو تہ اهڙيون وايون اسان پاران مٿي ڄاڻايل مڙني شاعرن مان ڪنهن بہ نہ چيون آهن. ان ڪان سواءِ وائيءَ مٿان عنوان ڏيڻ جو تجربو بہ سحر امداد وٽ ئي آهي، ٻئي ڪنهن بہ شاعر وائيءَ کي عنوان تہ ڏنو آهي. اسين سندس هڪ ٻين وائيءَ جا مثال پڙهندڙن کي ڏيکارڻ چاهينداسون. هن وائيءَ جو بہ عنوان رکيو ويو آهي.

رنگ رتي پريات

ٿلهہ: وَيَلَ وَيلَ جي واڳ ورائي، آٿيون اهڙي رات،
الو ميان! آٿيون اهڙي رات.

بند: 1. جنهن جي اهڙي سانجهہ هجي، ۽ رنگ - رتي پريات،
الو ميان! آٿيون اهڙي رات.

2. من جي مکڙي هيڪل وياڪل، تن کي تنهنجي تات،
الو ميان! آٿيون اهڙي رات.

هن وائيءَ جو ٿلهہ ۽ ٻہ بند پڙهي، پڙهندڙن کي هڪڙو اندازو ٿي ويو هوندو تہ اهو گهاڙيٽو ڪيئن گهڙيو ويو آهي. هن وائيءَ جو موضوع رومانوي آهي. هن وائيءَ جي وڏيڪ وائنک ڪرڻ نہ جڳائي، شاعريءَ جي گهراين ۾ گهڙي، ان جي انگ انگ جي ونگ ونگ کي کولي، ان جي تہ تائين پهچيندڙ ضرور پهچي، پروڙي ويندا.

تاج جويو موجوده ٿهيءَ جي نمائنده شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو، پر نہ ڄاڻ سندس شاعريءَ جو آڳاٽو ڪتاب 'سوچون سرها گل'، اياز گل سان گڏ

ڇپيل ڪتاب کانسواءِ ٻيو ڪتاب سامهون اچي نہ سگهيو آهي. ممڪن آهي تہ هن پاڻ پنهنجي شاعريءَ تي ادبي تحقيقي ليکن کي ترجيح نہ ڏني هجي. هونءَ هُو 1967ع کان شاعريءَ جي ميدان ۾ پير پائي چڪو هو. پاڻ شاعريءَ جي اڪثر صنفن تي لکندو رهيو آهي. بيت، وائي، غزل، نظم، گيت ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ داخل ٿيل صنفون آزاد نظم، هائيڪا، رينگا ۽ ٽنڪا بہ لکيا اٿس. هي ڪتاب 1978ع ۾ ڇپيو هو، هن ڪتاب ۾ بہ سندس ڇپيل ڪجهہ وايون آهن، جن مان ٻہ وايون ٻہ - پدائين ٿلهہ ۽ بندن سميت ۽ باقي وايون ٽہ - پدائين ٿلهہ سان لکيون اٿس.

”مون پنهنجي وائيءَ ليس تي ڪافي من پسند آواز جهٽيا آهن. تاج جويو انهن من پسندن آوازن مان هو، جنهن جو پيڇو مون شروع ڪيو. تاج اڪثر هنڌن تي پنهنجي وچ وراڪا سوچ اهڙو ڏيکاءُ ڏنو آهي، جيڪو تمام چرڪائيندڙ آهي. تاج داخلي نوعيت جي شاعري اٿهوند جي برابر ڪئي آهي.“(18)

سندس ٻہ - پدي وائي پڙهي ڏسو:

ٿلهہ: آيا آيا يار، سنڌ سجاڻي ڌار جو

بند: 1. ڪيري آيونءَ جي وهي، مکڙا قبول قلار.

2. ظاهر گل گلاب جا، جهيڙي ۾ جهونجهار.

3. مرڪون مقتل سامهون، ڪانئر لاءِ ڪتار.

4. رت ريتو اڏيءَ تي، پرهہ ڦٽيءَ جا پار.

هيءَ وائي ’سورني ڇند‘ تي آڌاريل آهي. هن جي ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيل آهي ۽ هر بند جي ٻئي پد ۾ هم - وزن قافيو رکيو ويو آهي. هيءَ سچي جي سچي وائي خارجي ۽ سنڌ جي سورهين جي سنڌ لاءِ سِر ڏئي سوڀ ماڻڻ خاطر آيلن جا پاريتا ڇاڻايا ويا آهن.

تاج جويو جي ته - پدائين ٿلهه واري وائي ڏسو:

تلهه: ڳوڙهن ينڙا ڳل، آئي اڄ اتل،
نيڻن جي درياهه ۾

بند: 1. ڪنهن جيءَ سار سرير جا، ڪوماڻا ڪنول.
2. سونهن ننگر جي سئر لئه، ڪاڏي ساهه اچل.
3. هي چانڊوڪيون چيٽ جون، چڪيا چاڪ چتل.

تاج جويي جي هيءَ وائي 'دوهي ڇند' تي آڌاريل آهي، تنهن هوندي به سندس هن وائيءَ جي ٿلهه جي پنهي پدن ۾ هم وزن قافيه آندا اٿس ۽ وائيءَ جو ٽيون پد ورائيءَ طور استعمال ٿيو آهي. ورائيءَ وارو پد بي قافيه آهي. هيءَ وائي شاعر جي داخلي ڪيفيت جو اظهار آهي.

ڍولڻ راهي به هند جي اجمير شهر ۾ 1949ع ۾ پيدا ٿيل سنڌي خاندان جو ٻالڪ آهي. هُو سنڌيءَ ۾ ايم. اي. ۽ بي. ايڊ. ٻڌجي ليڪچرار بڻيو آهي، ان جو جسُ جيترو ڍولڻ راهيءَ کي آهي، ان کان به وڌيڪ جس لائق ته سندس ماتا - پتا ٿا لهڻن، جو هند جي اجمير ۾ رهندي به پنهنجي اولاد کي سنڌي ٻوليءَ جي سکيا ڏياري اٿائون. ڍولڻ راهيءَ به شاعريءَ جي ميدان ۾ لفظن جا گهوڙا ڊوڙايا آهن. هن تي منزلون ماڻيون، يعني سندس شاعريءَ جا ٽي ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا آهن.

"شاعري ڇا آهي؟ صرف قافيي ۽ رديف سان نباهڻ شاعري ناهي. ڪويتا تڏهن ڪويتا آهي، جڏهن دل کي ڇُهي، ڇهنڊڙي پائي، ڪجهه سوچڻ لاءِ ڏئي ۽ مَن کي سنتوش (سڪون) بخشي. شاعري خلش به آهي ته سڪون پڻ. ڍولڻ راهي پاڻ به سٺو گائڪ، ڪلاڪار آهي، هن ٻارن لاءِ سٺا گيت لکيا آهن، گيتن کي سنگيت ڏنو آهي ۽ ريڊيو اسٽيشن تي ڳائي گيتن کي چڱي خاصي مشهوري ڏني آهي."(19)

ڊولڻ راهي جيئن تہ شاعر سان گڏ گائڪ ۽ سنگيتڪار بہ آهي، تنهن ڪري هن جي شاعريءَ ۾ ڳائڻ جو عنصر بيحد ڀرپور آهي. هن گيت، غزل، وايون، نظم، آزاد نظم، دوها، سورٺا، قطعا ۽ هائيڪا بہ لکيا آهن.

ڊولڻ راهي تہ - پدي وائي بہ چئي آهي، پر هن هند جي وڏن شاعرن يا هڪ ٿهيءَ اڳ وارن کان هڪ قدم اڳتي وڌائي نواڻ يا گهاڙيٽي ۾ تجربو پڻ ڪيو آهي. ڏسو اهو ڪيئن آهي.

تلھ: ڏاڍ ڪري ويا ڏير، هاءِ ڏئي ويا ڏنڀ ڏکيءَ کي!

بند: 1. هوت پنهونءَ کي ڏوھ ڏئي جا، هيءَ ڪميٽي ڪير؟

ڪهل پوي ڪا ڪيچ ڏٺيءَ کي!

2. مون کان منهنجو محب وڇوڙيو، هاءِ! سمهڻ جي هير،

ننڊ نهوڙيو درد ونديءَ کي!

3. جيءَ جهڄي پيو جهر جهنگل ۾، ڦٽجي پيا ٿم پير،

ڪير پڄائي ماڳ مُٺيءَ کي!

(مور پنکيءَ پل، ص: 40)

هيءَ وائي گهاڙيٽي جي نواڻ آهي، اهڙي وائي شاھ لطيف بہ هڪڙي چئي سگهيو هو ۽ نہ ڄاڻ ان تي وڏيڪ ڏيان ڇونہ ڏريو هئائين يا واقعي ئي اها وائي شاھ لطيف جي نہ آهي، جنهن جي لاءِ جي. ايم. سيد پاڻ بہ لکيو آهي تہ اها وائي نہ گنج ۾ شامل آهي ۽ نہ ئي ڪنهن ڇاپي رسالي ۾، تنهن هوندي بہ سنڌ جا ڪيترائي ڳائڻا فنڪار اها شاھ لطيف جي نالي سان ڳائي رهيا آهن. ان وائيءَ جي مقطع ۾ 'اديون عبداللطيف چئي' جو نالو پڻ هن وائيءَ جي مطلع ۾ آيل آهي. تلھ جي ٻن پدن ۾ مختلف قافيو رکيو ويو آهي، پر هن وائيءَ جي ٽنهي بندن جي هر ٻئي پد ۾ آيل قافيو، تلھ جي پهرئين پد ۾ آيل قافيي سان هم وزن ۽ بند جي ٽئين پد جو قافيو رديف جي ٻئي پد ۾ آيل

قافيي سان هم وزن قافيو رديف سميت بيهاريو اٿس. ٽنهي بندن جي هر ٽئين پد ۾ قافئي سان گڏ رديف پڻ رکيو اٿس.

ڊولڻ راهيءَ جي هن ٿي شاعريءَ جي ڪتاب ۾ هيٺئين گهاڙيٽي ۾ تجربي ڪي ڏسو. هن ته ان جي صنف وائي لکي آهي، پر منهنجي راءِ اها آهي ته اُها ڪافي آهي. اوهان به پڙهي ڏسو، پرجهيو ۽ پرکيو، پوءِ راءِ جوڙيو.

ٿلهه: پکيئڙو پرينءَ پار اڏري ويو،
نماڻان ڪٽي نيڻ نڪري ويو.
بند: 1. اگر ديس کان آيو هو هن ديس ۾،
گهٽوئي گهميو ديس پرديس ۾،
گهمڻ ۾ سندس وقت گذري ويو.
2. ڪڏهن تي رهيو آشيانو اڏي،
ڪڏهن گهر پراڻو ڇڏي ويو لڏي،
اصل گهر وسوڙيل کان وسري ويو.
3. پيس پئد چوڳي چڳڻ جي ڪري،
ٿيو قيد پڃري ۾ آهون ڀري،
نما شام تي سج به اتري ويو.
4. اُڏڻ لاءِ ڪنيڙاتيون ڪوهي گهٽيون،
چٽڻ لاءِ پڳلي گهڙيون تي ڳٽيون،
پراڻو ٿيو پڃرو ته اڏري ويو.
(مور پنکيءَ پل، ص: 42)

مان پنهنجي راءِ مٿي لکي آيو آهيان، هاڻ پڙهندڙن ۽ شاعراڻين صنفن تي نظر رکندڙ دوستن تي ڇڏيل آهي ته اهي منهنجي راءِ سان يا ڊولڻ راهيءَ جي راءِ سان سهمت ٿا ٿين.

ادل سومرو سنڌي ٻوليءَ جي وچين ٿهيءَ جو نمائندو شاعر آهي. اَصل ۾ استاد جي حيثيت سان ڄاتو سڃاتو ٿو وڃي. هن نثر سان گڏ نظم به لکيو آهي ۽ ان جا ٻه ڪتاب ڇپيل اٿس. ادل سومرو جي شاعريءَ ۾ سچاڻ ته نظم آهي، هن جو ڪتاب 'وساري نه ڇڏجو' سڄو شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ دوها، بيت، غزل، گيت، ترائيل، نثري نظم ۽ آخر ۾ وايون آيل آهن، جن جو تعداد ٽيتاليهه آهي.

"ادل سومري جي شاعري وک وک تي وکريل زندگيءَ جا سمورا عڪس ميڙيندي، لفظن ۾ مڙهيندي، شفاف آئينو بڻجي سماج آڏو بيهي ٿي رهي. سندس شاعريءَ کي ڪنهن هڪ موضوع جي سِري سان ڏسي نه ٿو سگهجي. سندس شاعريءَ ۾ سڄايل سوين رنگن مان مون کي ڪو رنگ اهڙو نه ٿو سُجهي، جنهن کي مان سندس شاعريءَ جي عنوان طور چونڊي سگهان، سندس جيون سفر ۾ جانورا بڻجن ٿا، پوءِ اهي ماڳ، مڪان، لوڪ لاءِ مڙئي شهر هجن، پر شاعر لاءِ اهي زنده تمثيلون بڻجي پون ٿا. ادل سومري جي شاعريءَ ۾ اهڙين تمثيلن جو جابجا ذڪر موجود آهي."[20]

ادل سومري هن ڪتاب ۾ مختلف صنفن تي مختلف اديبن جا رايا ڏنا آهن. بيت ۽ دوهي تي شيخ اياز جي راءِ ته، "ادل سومرو نئين ٿهيءَ جو اهو شاعر آهي، جنهن فارسي ۽ اردو وزن کي لت هڻي ڇڏي. جديد شاعر پاڻ تي ڪوبه زنجير رکڻ نه ٿا چاهين، انهن جون اکيون ڪليل ۽ پير آزاد آهن. ادل سومرو انهن مان برک شاعر آهي."[21]

ادل سومري وائيءَ جا صرف ٻه گهاڙيٽا لکيا آهن، جن ۾ ٻه - پدي وائي، جيڪا ٽلهه ڪان وٺي ٻندن تائين ٻه - پدي رکي اٿس، انهن مان ڪي 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل آهن ۽ ڪجهه 'دوهي ڇند' تي لکيون اٿس. سندس ٻه - پدي وائيءَ جو مثال هي آهي:

ٽلھ: شهر سڄو شيشا، پير اگهاڙا پيار جا.
بند: 1. نفرتن جي لُڪ ۾، ڏامر جا رستا.
2. ريتون هن سماج جون، پٿر ۽ ڪنڊا.
3. لهوءَ ۾ هر جاءِ تي، رهيا رنگ رتا.
(وساري نہ ڇڏجو، ص: 180)

هيءَ وائي انتهائي سادي سودي ۽ 'دوهي ڇند' تي آڌاريل ۽ ٽلھ جي پنهي پدن ڪي هم - قافيہ رکيو اٿس، اهو ڏاڍو بيساختہ جڙي ويو اٿس. هي شهر جا خارجي عڪس آهن.

ادل سومري جي ٽلھ ۾ ٽہ - پدي ۽ باقي بندن ۾ ٻہ - پدي وائي، جيڪا اصل ۾ 'دوهي ڇند' تي جوڙيل آهي ۽ ٽيون پد وراڻيءَ طور استعمال ٿيل اٿسّ، ڏسو ڪيئن آهي:

ٽلھ: اجنبي ٿيندا وڃون ٿا، روز ٿا ٿوري ملون،
هيءَ بہ ڪهڙي دوستي آ.
بند: 1. جا اندر ۾ پئي تي سڏڪي، سا نہ ٿا اوري سگهون.
2. اوپريون پاسن نگاهون، اوڇتو جي ٿا ڏسون.
3. ڏينهن ٿيا جو پيار جي، لفظ لئہ پيا ٿا سڪون.
4. دوستن جي گهر ڏي ويندي، جي لڳن ڳوريون وکون.
(وساري نہ ڇڏجو، ص: 185)

هيءَ وائي صرف ٽلھ جي حد تائين ٽہ - پدي آهي، باقي سڀ بند ٻہ - پدا ڇيل اٿس. ادل سومري جي وائيءَ لاءِ هڪ لفظ بہ نہ لکيو ويو آهي. سندس هيءَ وائي خارجي، زماني ۾ رهندڙ، جيئندڙ انسانن جي روين جي عڪاسي ڪري ٿي.

عبدالغفار تبسم راڳ جو ڄاڻو ۽ موسيقيءَ جي ڄاڻ رکندڙ شاعر آهي. هن يار شاعريءَ جي اڪثر مروج صنفن تي شاعري ڪئي آهي، جن ۾

آزاد ۽ نثراڻا نظم، غزل، بيت، وائي، هائيڪا ۽ چوسٽا (قطعا) بہ لکيا اٿس.

"شاعري پاڻ بہ ٻين فطري عملن وانگر، هڪ جاري رهندڙ عمل آهي، جنهن لاءِ هر شاعر پنهنجي ڪيتر ۾ نت نوان ٻج پوکي رنگ برنگي گل ٽيڙي ٿو. شاعري غزل کان وٺي نثري نظم تائين هلي آئي آهي."[22]

رنگارنگي گل آهن شاعراڻيون، صنفون جن جي شاعر تخليق ڪري ٿو. ان ۾ ڪي تجربا، ڪي گهاڙيتا گهڙي، موسيقيءَ جي تند ۽ تار سان ملائي، جڏهن ڳائجي ٿي تہ ان جي ڪن - رس ۽ سڳنڌ ساري ڪائنات ۾ پکڙجي ٿي تہ انسان جا لطيف ڪان لطيف جذبا ڪَر کڻي بيهن ٿا.

"تبسم ۾ وائيءَ جو فن جلدئي توڙ تائين پهچڻ وارو آهي. هُو قافيي مان ترنم جي تخليق بخوبي ڪري سگهي ٿو. مون کي اميد آهي تہ اڳتي هلي هن جي شاعري پنهنجي فن ۽ فڪري صلاحيتن سان اڃا بہ نمايان ترقي ڪندي رهندي. آخر شاعري بہ ٻئي هر لطيف فن وانگر ساري زندگيءَ جو رياض آهي ۽ ان لاءِ لڳاتار پٽ - کوهہ ڪرڻي ٿي پوي."[23]

"هن جي شاعري فطرت توڙي داخلي سونهن جي ترجمان شاعري آهي. هن جا لفظ سادا، تُز ۽ احساساتي ڪشمڪش کي بيان ڪندڙ آهن."[24]

هتي سندس اهي ئي وايون پڙهندڙن لاءِ پيش ٿيون ڪجن، جيڪي شيخ اياز حوالي طور استعمال ڪيون آهن.

ٿلهہ: جي نہ اچين تون، مون کي سي منهنجيون،
ساروٽيون موٽائجانءِ.

بند: 1. سمنڊ ۽ ڇوليون، چنڊ سنيارون.
2. لمحا گهرن تا، ننڊ جون گوريون.
3. چنڊ سرءُ جو، هينئڙو ڦاڙون.
4. ياد جي موسم، چيٽ جون ٻاريون.

5. سوچ جو آڳر، تنهنجون اڏارون.
6. عڪس اکين ۾، چنڊ ڇيهاڙيون.
(سوچون صحرا سراب، ص: 48)

هيءَ تبسم جي ٽہ - پدي وائي آهي، پر ٿلهہ جي حد تائين ۽ باقي بندن ۾ اهي ٻہ - پد رکيا اٿس. سندس هيءَ وائي 'دوهو ڇند' تي آڌاريل آهي، قافيو بند جي هر ٻئي پد ۾ رکيو اٿس، باقي ٿلهہ جو ٽيون پد وراڻيءَ طور استعمال ڪيو اٿس. هن وائيءَ جي پهرئين، ٽئين ۽ پنجين پد جو جيڪو قافيو رکيو اٿس، ان کي شاعراڻي لحاظ سان ڪبيهہ قافيي ۾ شمار ڪبو. سندس ٻي وائي جيڪا شيخ اياز خوالي طور ڪئي اٿس، اوهان بہ ان جي گلن جو واس وٺي ساهہ سڏير ڪريو. وائي هن ريت آهي:

ٿلهہ: ڇو آس ٽٽي لاٽي، هوءَ باک ڦٽي آهي.
بند: 1. اک ڦلڙيون اکين ۾، ڇو ڇاجي لاءِ ساٽي.
2. ٻڏ ڪنور پيو ڳائي، آسا ۽ پرياٽي.
3. ڇڏ ويل جو ويسورو، او جيءَ! ڇڏ جيڪا ٽي.
(سوچون صحرا سراب، ص: 37)

غفار تبسم جي هيءَ وائي ٿلهہ کان وٺي ٽنهي بندن تائين ٻہ - پدي آهي، جيڪا 'سورٺو ڇند' تي جوڙيل آهي ۽ ان جي هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس.

غفار تبسم جي هيءَ وائي ڏسو جيڪا ٿلهہ ۾ ٻہ - پدي پر بندن ۾ ٽي پد رکيا اٿس. هن ٽہ - پدي ٿلهہ واريون وايون بہ لکيون آهن، پر انهن جي بندن ۾ ٽي پد نہ رکي سگهيو آهي، يا اها ضرورت محسوس نہ ڪئي اٿس. اهڙيون وايون شاهہ لطيف جي رسالي ۾ جام ملنديون. سندس هيءَ وائي ڏسو، جنهن جي بندن ۾ ٽي پد رکيا اٿس.

ٿلهه: او نيري اُڀ جا اداس پنڇي! ڇو اڄ تون ايڏو اداس آهين.
بند: 1. اجان گگن ۾ تو گيت ڳولهين، آويءَ ۾ ڇو اوڳا ڦولهه ڦولهين،
ڇريو ته ناهين.
2. ڪو چاندوڪين ڪي ڇٽي رهيو آ، سوجهرن ڪي گهٽي رهيو آ،
مايوس آهين.
3. فضا سموري نڪاءَ آهن، بارود بم جا هڳاءَ آهن،
ڇا گهر اڏائين.
4. هوائون گونگيون ۾ ٻوڙا بادل، او پنڇي تنهنجا هزار قاتل،
ڪنهن تي دانهين.
5. ڏسين پيو هر لام دام لڙڪي، ۾ هِلِ جي ڇنبن ۾ ڳيرو ڦڙڪي،
جهيڙڻ تو چاهين.
(سوچون صحرا سراب، ص: 41)

غفار تبسم جي هن وائيءَ جو انوکو تجربو آهي. هن وائيءَ جو ٿلهه ٻه - پدو ۽ هر بند ٽه - پدو رکيو اٿس، پر سندس هيءَ وائي شاهه لطيف جي اهڙي قسم واري وائيءَ کان مختلف آهي. هن يار وائيءَ جي ٿلهه جي ٻئي پد ۾ جو قافيو آندو آهي، اهو هر بند جي ٽئين پد سان هم قافيه آهي، جڏهن ته وائيءَ جو پهريون ۽ ٻيو بند وري ٿلهه کان مختلف قافين سان جوڙيا اٿس. وائيءَ جي ٻئي ۽ ٽئين پد ۾ وري قافيي سان گڏ رديف به آندو اٿس، جڏهن ته پهرئين، چوٿين ۽ پنجين بند جي پهرئين ۽ ٻئي پد کي صرف هم - قافيه رکيو اٿس. هونءَ وائيءَ ۾ رديف آڻڻ ضروري نه هوندو آهي، ايئن ڪافي يا غزل ۾ ته ڪرڻ ضروري هوندو آهي، نه ڄاڻ ڇو هُو يار مڙني بندن تي هڪجهڙائي بخشي نه سگهيو آهي.

مشتاق ٻاگاڻي، شڪار جو شوقين آهي، نه ڄاڻ ڪيئن هن جو سنڌي

ٻوليءَ جي شاعراڻي صنف وائيءَ سان پيچ پئجي ويو. سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ ۾ به ڪڏهن ڪڏهن اچي سهڙندو هو ته ڪيس پڙهڻ ۾ ٻڌائڻ لاءِ وائي ئي هوندي هئي. شايد ڪيس وائيءَ جي صنف ۾ بهتر خيالن جو اظهار ڪرڻ ايندو آهي.

”مشتاق باگاڻي ننڍو نيٺو ۽ الهڙ شاعر آهي، سنڌس وايون جيڪڏهن فني ريت پختيون ناهن، ان هوندي به هي شاعر ڌرتيءَ جي شاعريءَ جو هڪ ڪرڻو آهي. سنڌس الهڙ سچائيءَ کي سنڌي ادب جي تاريخ وساري نه سگهندي. شاعر بغاوت نه به لکي پر ڏکن ڀريل انسان جي جيڪڏهن مورت چٽي ٿو ته به اها نئين سماج لاءِ لاٽ ۽ واٽ آهي، ڇوته شاعر تاريخ جو اڻ لکو اظهار ڪندو آهي.“(25)

شاعر جنهن به ٻوليءَ ۾ پنهنجو اظهار، شاعريءَ جي ڪهڙيءَ به صنف يا ادب جي ڪهڙي به صنف ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪري، اهو ان ٻوليءَ جي ادبي تاريخ جو حصو بڻجي پوندو آهي. مشتاق باگاڻيءَ شاعريءَ جي ٻين صنفن تي به قلم ۽ ذهن کي هلايو آهي، پر ايترو نه جيترو هن وائيءَ جي صنف تي ڌيان ڏنو آهي. سنڌس هي ڪتاب 'هُو جي ٻول ٻُريا' سڄي جو سڄو وائيءَ جي صنف تي آهي، هن ڪتاب ۾ شاعريءَ جي ٻي ڪا به صنف شامل ٿي ناهي.

مشتاق باگاڻي به وائيءَ جي صنف ۾ ڪي تجربا ڪيا آهن، جن ۾ هڪڙو گهاڙيٽو به - پدي ٿلهه ۽ بندن وارو آهي ۽ ٻئي گهاڙيٽي ۾ ٽي پد رکيا اٿس باقي سڀ بند اهي ئي ٻه - پدا رکيا اٿس. اوهان به پڙهي ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلهه: ڪُنن ڏي ڪاهين، مڇيءَ لاءِ مورڙيا.

بند: 1. ويهڻ مور نه ماٺ ۾، سوريون سهسائين.

2. راوت رنگي رڇڙا، نوڳيءَ کي ناهين.

3. هٿي ڪات ڪپار ۾، گهاتوئڙا گهائين.

(هو جي ٻول ٻُريا، ص: 43)

سندس هيءَ وائي 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل آهي، مطلب تہ هن وائيءَ جي ٿلهہ ۾ قافيو پهرئين پد ۾ رکيو ويو آهي، باقي بندن ۾ هر ٻئي پد ۾ قافيو آيل آهي. هيءَ وائي سڄي خارجي منظر پيش ڪري ٿي، جڏهن تہ مون کي هن وائيءَ جو ٻيو بند، باقي وائيءَ ۾ آيل موضوعن سان ميل ڪائيندڙ نہ ٿو لڳي. سندس هيٺ ڏنل تہ - پدي وائي پڙهي ڏسو.

ٿلهہ: ٻڏيءَ ڪي تاريو، سڄڻ سنياريو،
ناوَ وچي تي هٿ مان.

بند: 1. ويٺو جهليو وائڙا، ڪَهي ڪوڪاريو.
2. مانجهي وانجهي واڙيا، سڙهہ ڪي سنواريو.
3. دامڻ ڇڪيو دادلا، همتان هوڪاريو.

(هو جي ٻول ٻريا، ص: 45)

هن صرف وائيءَ جي صنف کي پنهنجو ڪيو آهي. ان گهاڙيٽي جي بدران ڪنهن حد تائين موضوع جي نواڻ ئي آندي آهي. هيءَ وائي سڄي خارجيت ۽ ملاحن جي ٻيڙيءَ بابت ڪي لفظ استعمال ڪري سگهيو آهي، باقي ٿلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ قافيو رکيو اٿس، جڏهن تہ وراٽيءَ وارو پد بي قافيہ آهي.

نصير مرزا، مرزا قليچ بيگ جي خاندان جو چشم چراغ، شاعر، اديب، ادب ۾ مضمون نگار، ڪمپيئر، ريڊيو پاڪستان سان ڊگهو عرصو واڳيل رهيو آهي. اسڪرپٽ لکڻ، اسڪرپٽ جاچڻ، ان کي پاڪستان جي ريڊيائي لهرن تي اُماڻڻ، نصير مرزا ۾ خوداعتمادي پيدا ڪري ڇڏي. خانداني اديبن جي ذات ۽ ڏانءَ جو بہ هن تي گهرو اثر پيل آهي، ڪيس ڳالهائڻ

۾ پاڻ پرائي ۽ غضب جو ياد گيرو حاصل آهي. ادب، اديبن ۽ ادب پارن جي جاڻ سان گڏوگڏ ياد داشت جي ميلاپ کيس نشانبر ڪري ڇڏيو آهي. اڄ ڪلهه ريڊيو اسٽيشن ڊائريڪٽر طور ذميواريون نباهي رهيو آهي.

رڳو اهو ئي نه پر هن شاعراڻي ادب ۾ به پاڻ موکي ڏيکاريو آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب ڇپيل آهن، جن ۾ 'خوشبوءِ جي سنگ سنگ' ۽ 'تي نه سگهيس شاعر' شامل آهن. هن شاعريءَ ۾ گهڻو تڻو نظم لکيو آهي، پر هن غزل، گيت ۽ ڪجهه وايون به لکيون آهن.

"شاعري لفظن جي نه پر خيالن جي منظوميت جو نالو آهي بلڪ منظوم خيال چوڻ وڌيڪ سولو ٿيندو، ڇاڪاڻ جو ان ۾ وزن / ڇند، ردم، معنيٰ، اثرانگيزي، سڀ اچي ٿو وڃي ۽ سڀ کان وڌيڪ ان منظوم خيال کي پنهنجي تي آڻڻ جو جواز به آهي. نصيراڻا نظم نصير جي اختراع آهي، هونءَ ته هن جو هر نظم نصيراڻو آهي."(26)

هاڻ امداد حسينيءَ تي سندس نظم تي مهر هڻي ڇڏي آهي ته نصير مرزا جي نظم / شاعري نصيراڻي آهي، يعني اهڙي ٻيو ڪو ڪري نه ٿو سگهي. بهرحال نصير مرزا 'وائي' تمام گهٽ لکي آهي، الائي ڇو؟ جڏهن ته ڪيس راڳ ۽ راڳڻين جي ڪجهه ته ڄاڻ آهي، تنهن هوندي به وائي ۽ ڪافي هن جي ڊاک تي چڙهي نه سگهي، پوءِ به سندس هن ئي ڪتاب ۾ ڪُل ٽي وايون آيل آهن. سندس به - پدي وائي پڙهڻي ڏسو:

ٿلهه: ڏرتيءَ جو پڳوان، الو ميان! آهي خود انسان.
بند: 1. وستيءَ وارڙ جاڳو جاڳو، آڏيءَ جو ايمان، الو ميان!
2. ڪارو اُپ ۽ ريٽي ڏرتي، سوريءَ تي بلوان، الو ميان!
3. جو پي ڏرتيءَ نانءُ ڳنهي ٿو، تنهن لئہ آ زندان، الو ميان!
(تي نه سگهيس شاعر، ص: 158)

هيءَ وائي ٿلهہ کان وٺي ٽنهي بندن تائين ٻہ - پدي، 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل آهي، جو ٿلهہ جي ٻنهي پدن ۾ قافيو رکيو اٿس. اهڙي طرح هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو آهي. سڄي وائي خارجيت ۽ سياسي رنگ ۾ رتل آهي، پر ڪانئس شايد اها ڳالهہ وسري وئي تہ 'سوري' يا 'ڦاسي' چاڙهيل انسان يا سندس لفظن ۾ 'ٻلوان' جي جسم مان رت ڪيئن وهي ڌرتيءَ کي ريٽو ڪندي، جو اهو انسان تہ ساهہ جي رڳ بند ٿيڻ ۽ مغزي ڏور ڇڄي پوڻ ڪري پساهہ پورا ڪندو آهي.

نصير مرزا هڪ ٽہ - پدي ٿلهہ واري وائي بہ لکي آهي، پر اهي ٽي ٽي پد بندن ۾ آڻي نہ سگهيو آهي، ڪيس بيساختہ خيال جيئن آيو آهي، تيئن وائيءَ جي صنف ۾ سمايو اٿس، ڇوتہ هر خيال پاڻ سان گهاڙيٽو ڪنيو ايندو آهي. سندس هيٺ ڄاڻايل وائي ڏسو:

ٿلهہ: ڪنڊيل ڪڪوريل اڪڙين ۾، ڪجل جي ريکا پائي
ڳجرو تي ڳيرو گهائي.

بند: 1. ڇوهہ مان ڇالون ماري ڇوري، هانوَ هڙن جا هرڪائي.
2. جوڀڻ جي جر ڦل سان جُوءِ، جهرمر سان جرڪائي.
3. وار ڳنڍي ويڙهو ٽي ۾، ڳل ڳلاب جو اٽڪائي.
4. سر ڪنڊ مَکي لڳن ڪي، هر جا خوشبو ڦهلائي.

(ٽي نہ سگهيس شاعر، ص: 156)

هيءَ وائي ٿلهہ ۾ ٽہ - پدي، 'دوهو ڇند' تي ٻيهاريل آهي. هن وائيءَ جي ٽئين پد جو قافيو بہ ٻئي پد سان هم قافيو رکيو اٿس، باقي هر بند اهوئي ٻہ - پدو رکيو اٿس. ٿلهہ جو ٽيون پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس.

اياز گل: سنڌي شاعريءَ جي ميدان جو اهڙو سرڪش گهوڙو آهي، جنهن ڪيئي معرڪا ماڻيا آهن. سندس ڪتاب 'ميلي جي تنهائي' سال

2013ع جا ٻہ ادبي انعام ماڻي چڪو آھي، ھڪ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد ۽ ٻيو پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، اسلام آباد پاران. ھُو پنھنجي ٿھيءَ جو نمائندو شاعر آھي ۽ ڪيس غزل چوڻ تي پوري گرفت آھي، پر ھن غزل کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ رائج ٻين شاعراڻين صنفن تي بہ لکيو آھي. سنڌس ھن ٺي ڪتاب ۾ غزل، وايون، نظم، ڪافي (صوفياڻو ڪلام)، بيت، گيت، چؤسٽا ۽ ترائيل آيل آھن.

”اياز گل انھن شاعرن ۾ سين کان اڳرو آھي، جن پنھنجي دؤر جي شاعري ڪئي آھي. اياز گل، نارائڻ شيام وانگر غزل سان لنءُ لڳائي آھي، ايئن چئجي تہ اياز گل، نارائڻ شيام جو اُسريل ۽ اڳتي وڌيل روپ آھي تہ غلط نہ ٿيندو.“(27)

”اياز گل جي شاعري پنھنجي ڏرتيءَ جي پيدائش آھي، اھا فارسي بحر وزن جي مشاقيءَ تي نہ ٿي لڳي، ان کي ھڪ انوکي خوشبو آھي جا نم جي ٻور ۾ ٿيندي آھي ۽ ان کي ھڪ الڳ رنگ آھي جيڪو پيرن ۾ ٿيندو آھي. جيڪڏھن ھن مشقِ قلم جاري رکي تہ ڪنھن وقت ھن جي شاعري فن جون اھي بلنديون ڇھندي جا ڳالھہ تمام ٿورن شاعرن کي نصيب ٿيندي آھي.“(28)

مون جيڪا ڳالھہ اڳ لکي ھئي، ان جي تصديق پڻ ٿي چڪي، پر اسان جو موضوع تي 'وائي' آھي. ھن ڪتاب ۾ اياز گل جون ڪُل ايڪويھہ وايون شامل آھن. انھن جو گھاڙيٽو اھوئي روايتي شروعاتي اساسي وائيءَ وارو آھي، يعني سنڌس سڀ وايون ٿلھہ کان وٺي بندن تائين ٻہ پدايون آھن يا ڪن واين جي ٿلھہ ۾ ٽي پد باقي بندن ۾ اھي ئي ٻہ پد رکيا يا لکيا اٿس. سنڌس ھيءَ ٻہ پدائين وائي ڏسو:

ٿلھہ: راڻا اچي رس، وھي وھامي راتڙي.

بند: 1. روئي روز نھاريا، ھر ھر تنھنجو ڳس.

2. ڪر سڀ معاف مدايون، ڪاءُ ڪٽي ڪو ڪس.
3. ڪؤڙي لڳي ڪاڪ تي، ناهي ڪوئي چس.
(ميلي جي تنهائي، ص: 176)

هيءَ وائي ٿلهه ڪان ونئي تنهي پدن تائين ٻـ پدائين آهي ۽ 'سورٺو چند' تي آڌاريل آهي. ٿلهه جي پهرئين پد ۾ قافيو ۽ بندن جي هر ٻئي پد ۾ قافيو آيل اٿس. مومل راڻي جي داستان سان لاڳاپو رکيل اٿس، باقي عام روايتي وائي آهي. سندس ٽـ - پدي وائي ٿلهه جي لحاظ سان ڏسو ڪيئن آهي.

ٿلهه: ڪهڙي مات منجهان، ڪهڙي وات وجان؟
۽ مان سوچيندو رهيس.
بند: 1. ڪهڙي در ڪان ڏار تيان، ڪاٽي پير رکان؟
2. تو ڏنو تنهن درد کي، ڪهڙو نانءُ ڏيان؟
3. ڇا چاهي تي زندگي، آخر ماٿهوءَ ڪان؟
4. ڇا مان سوچڻ بند ڪيان، هاٽي لڙڪ اگهان؟
(ص: 156)

هن وائيءَ ۾ اياز گل ٿلهه ٽـ ٽـ - پدائون رکيو آهي، جنهن ۾ بـ قافيو پهرئين ۽ ٻئي پد ۾ رکيو اٿس ۽ ٽيون پد بي قافيہ وراٽيءَ طور رکيو اٿس. سيني بندن جي ٻئي پد ۾ قافيا سواليہ جوڙيا اٿس. هن ڪتاب ۾ سندس سڀ وايون انهن ئي گهاڙيٽن ڪان اڳتي نڪري نہ سگهيون آهن.

مير عبدالرسول مير نواب شاهہ ڪاليج ۾ ليڪچرار آهي. استاد ٽيڻ ۽ ذهني طور ترتانءِ ٽيڻ ڪان پوءِ شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. هن پختو ارادو ڪيو هئائين تہ،

"جيسيتائين پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي لائق نہ ٿو ٿيان، تيسيتائين شاعري نہ ڪندم يا ايئن چئجي تہ مون ڇاٽي واٽي شاعريءَ سان پٽي، وفائي

ڪرڻ شروع ڪئي. شاعري جڏهن سورنهن سينگار ڪري جهڙقڙ جي منڊ ۾ مينهن جي وجود سان چنبڙي مون ۾ سمائجڻ جي ڪندي هئي تہ بجاءِ ڪيس ڪلي ڪيڪارڻ جي مان ڪيس نراس ڪري ڇڏيندو هوس.“(29)

پوءِ جڏهن هن شاعريءَ جي اجهاڳ سمنڊ ۾ گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هن جو قلم ڪيترين ئي شاعراڻين صنفن تي هلڻ لڳو تہ هن بيت، وايون، غزل، قافيون، گيت، نظم، تہ - سٽا لکي، ڪتاب صورت ۾ سنڌي پڙهندڙن ڪي پيش ڪيا.

”مير عبدالرسول مير وائي بہ لکي آهي. هن جي وائيءَ ۾ جيڪا دين آهي، سنڌي شاعريءَ ڪي، انهيءَ تي گهٽو ڪجهہ لکي ٿو سگهجي. مثال وائيءَ ۾ هن جيڪي تجربا ڪيا آهن. هن عروض تي بہ وايون لکيون آهن.“(30)

”سندس واين ۾ بہ سنڌ جي موجوده سماجي شعور جي ڀرپور جهلڪ ملي ٿي. سنڌي قوم ڪي اسان جي شاعر ۾ وڏيون اميدون آهن ۽ پڪ سان سندس ذات ڏاهپ جي ڏياٽي هن اونداهي سماج ڪي روشني ڏيندي.“(31)

مير عبدالرسول جي هيءَ بہ - پدي وائي ڏسو:

ٿلهہ: مارون سڀ مُهان، ڪوبہ نہ ميرو مَن جو.

بند: 1. ايندو ايندو او ميان! اتم ڪو انسان.

2. ايندو ايندو اوچتو، تڪڙو ڪو طوفان.

3. ڪيرائيندو ڪوٽ ڪي، آزاديءَ-اعلان.

4. اوچو آهي اپ ڪان، متيءَ سندو مان.

5. آهي اسان جو عمر، آزادي-عنوان.

(سونهن ورونهن، ص: 85)

هيءَ وائي ’سورٺ چند‘ تي آڌاريل آهي. هن وائيءَ جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيو ويو آهي ۽ هر بند جي ٻئي پد ۾ قافيو آندل آهي. مير

عبدالرسول هن وائيءَ ۾ خارجي خيالن کي سمايو آهي. سندس هڪ ٽه - پدي وائي هن ريت آهي. هن وائيءَ ۾ هڪ نئون تجربو ڪيو ويو آهي، جو اوهان جي پڙهڻ ۽ پرجهڻ لاءِ پيش ٿو ڪجي.

تلهه: ڏوري ڏوري ڏيهه، پنهنجي پکيڙي پيهه.

بند: 1. بيوس آهين، باندي آهين، موڳي آهين، ماندي آهين،
پرجهي چڏ پرڏيهه، لاڳاپا لڙ لاهيون.
2. ڏيهه پرائو ڏنجهه ڏهاڙي، جنهن جي ڪائي اڳ نه پچاڙي،
واڳ ورائي ويهه، ڪوهه ڪجن ڪوتاهيون.
3. ساهه پساهه کان پيارو آهي، سينيءَ جو ئي سهارو آهي،
سارو ئي ساٽيهه، وندر ۾ ويساهيون.
4. پرت پکن جي پاري ڏسجي، گهرجائن سان گهاري ڏسجي،
چڪ جنين وٽ چيهه، 'مير' انهن سين آهيون.
(سونهن ورونهن، ص: 88)

هن وائيءَ جو تلهه ٻه - پدو ۽ ٻنهي پدن ۾ قافيو رکيل، پر هن وائيءَ جي هر بند ۾ چار چار پد آهن، جن ۾ پهريون ۽ ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيه ۽ ٽيون پد تلهه جي ٻنهي پدن سان هم قافيه آهي، پر چوٿون پد بنهه الڳ ۽ ان جو قافيو وري هر بند جي چوٿين پد سان هم قافيه آهي. منهنجي خيال کان ته اها وائيءَ جي صنف ۾ شمارڻ نه گهرجي، اها ڪافي آهي، ڇاڪاڻ ته ڪافيءَ ۾ هر مصرع ۾ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ ٽڪون يا چار ۾ چئن کان وڌيڪ پد ٿيندا آهن، پر شاعر هن کي وائي ٿو چوي. هن وائيءَ جو گهاڙيٽو شعوري طور ايئن رکيو ويو آهي. متي ڄاڻايل مڙني شاعرن وٽ اهڙي گهاڙيٽي واري وائي آهي ئي ڪانه.

نصير سومرو سنڌي ٻوليءَ جو شاعر ۽ مضمون نگار آهي. بنيادي طور هُو سائنس جو شاگرد، صحيح معنيٰ ۾ ڌاتو ڳارڻ Metallurgy جو

انجنيئر آهي ۽ پاڪستان اسٽيل مل ۾ ڪم ڪري چڪو آهي. هن جو خانداني پسمنظر، ادب، خاص ڪري مذهبي ادب ۽ عربيءَ جا ڄاڻو هئا، تنهن هوندي بہ "نصير واقعي شاعر آهي. هن جي شاعري ٺلهي لفظن يا هنر Craft نہ پر آئيڊياز جي فني شاعري Art آهي. هُو رڳو هڪ صنف سان مخصوص نہ پر اٽڪل سمورين شاعراڻين صنفن وائي، غزل، چؤسٽا ۽ هائيڪو وغيره لکيا اٿس ۽ پاڻ ملهايو اٿس، جنهن مان هن جي مهارت ۽ تنوع جو ثبوت ملي ٿو. ان ڪان سواءِ هُو عربي عروض ۽ سنڌي ڇندوديا جو ماهر آهي. ارڪان ۽ ماترائن ۾ هن پنهنجي انجنيئري صلاحيت جو مظاهرو ڪيو آهي."(32)

نصير سومرو جن صنفن تي پنهنجي قلم مان ڪارج حاصل ڪيو آهي، انهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي جهوني ۽ مقبول عام، ڳائي وڄائي ويندڙ صنف 'وائي' بہ آهي. اسان جي سامهون نصير سومرو جون جوڙيل سورنهن وايون آهن. هن ٿوري شاعريءَ ۾ سماجي ڪارج جون ڪجهہ خوبيون يا قدر ضرور آهن. اهڙن قدرن واري شاعريءَ کي اجتماعي قدرن واري شاعري چيو وڃي ٿو."(33)

نصير سومري جي ازحد ڪوشش سنڌيءَ جا چيدا لفظ استعمال ڪرڻ آهي. سندس واين تي تاجل بيوس جي راءِ ڪجهہ تہ وزن رکي ٿي. سندس وايون بہ - پديون آهن، جن جو مثال هن ريت آهي:

ٿلهہ: اوجهل ڇو انسان ڪان، پاڇولا پولار ۾.

بند: 1. دل ۾ دک دليل جا، اڳتي ڇا امڪان ڪان.

2. آڏي پت پوائتي، ڌرتيءَ جي دهمان ڪان.

3. شوق ٻٽائي ڇيڪ ڇڏيو، ٻانهپ جي ٻلدان ڪان.

هيءَ وائي 'سورٺي ڇند' تي ڇيل آهي، پر ان سان قافيي سان گڏ رديف بہ رکيل آهي. ٿلهہ جو ٻيو پد بلڪل جدارو ۽ وراڻيءَ طور بندن سان ميل

نہ ٿو ڪاٿي. هن وائيءَ ۾ ڪجهہ فلاسافي آهي، وائي چس رس کان عاري آهي.

نصير سومري جي انهن سورنهن واين مان هڪڙي وائي اهڙي آهي، جا وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ عجيب قسم جو تجربو ڪيل آهي. اهڙو گهاڙيٽو هِن اُن هڪڙي ئي وائيءَ تائين محدود رکيو آهي ۽ ان کي اڳتي نہ وڌايو اٿس. ان جا ڪي سبب ضرور هوندا. اسان اوهان جي پڙهڻ ۽ چس رس جي لاءِ پيش ٿا ڪريون. هن وائيءَ تي ڪافيءَ جو گمان پختو ٿو ٿئي.

تلهہ: چنڊ ڪر ڪا خبر، چا ڏٺئہ چا ٻڌءِ،
رات جي رج اندر.

بند: 1. چٽئہ پيا ڪي وچي، ننڊ تولئہ ڦٽي.
هڪ گهٽي ٻي گهٽي، دربدر دربدر.

2. هي بہ چٽجانس ڙي، ننڊ ڪڙڪيءَ منجهان،
پائي جهاتيون ڏسان، من اچين ڪٿ نظر.

3. ماٺ ئي ماٺ ۾، منزلون طئہ ڪيون،
ڪئين ڳالهيون ٿيون، مشڪ جان مشتهر.

4. وٺ ٻتيءَ جي جهڪي، پئي اجهامي ٻري،
دل ٻڏي ۽ تري، آهہ پويون پهر.

5. ريت چمڪي نصير، آسمان تان لهي،
جٽڪ آيا ڪهي، ڪهڪشان زيپر.

(جل تي ڪنول جيئن)

نصير سومري جي هن وائيءَ جي، منهنجي خيال ۾ ڪافيءَ سان ويجهڙائپ ٿئي ٿي. وائيءَ جو تلهہ ٽہ - پدائون، جنهن ۾ پهريون ۽ ٽيون پد هم قافيہ رکيو اٿس، پر هن وائيءَ جو هر بند چئہ - پدو آهي، جنهن ۾ وري بند جو هر ٻيو ۽ ٽيون پد هم قافيہ آهي ۽ بند جو چوٿون پد ٿلهہ جي پهرئين ۽ ٽئين پد

سان هم قافيہ بيهاريو اٿس. هن يار پاڻ بہ اها هڪڙي ئي وائي لکي سگهيو آهي. هونءَ شيخ اياز جو چوڻ آهي تہ شاعر گهاڙيتا ناهيندا آهن، گهاڙيتا شاعر نہ ناهيندا آهن.

اياز جاني سنڌي ٻوليءَ جي موجوده ٿهيءَ جو رڄ شاعر آهي. ڪن سببن جي ڪري سندس شاعريءَ جو ڪتاب ڇپجي نہ سگهيو آهي، پر سندس شاعري ڪافي ننڍي وهيءَ کان وٺي، ٻارن لاءِ ڇپيل رسالن ۾ بہ ڇپبي رهي آهي. هن جي اهميت اِها آهي تہ علم عروض تي چڱي هٿ پهچ رکي ٿو، جيڪا سندس ٿهيءَ جي گهٽ شاعرن کي چاڻ آهي، تنهن ڪري سندس غزل عروض تي ڇيل آهن، جن جو ڇيد تہ تڏهن ئي ٿي سگهندو، جڏهن سندس ڪتاب پڙهندڙن جي هٿن ۾ ۽ مطالعي ۾ اچي.

اياز جاني غزل کان سواءِ وايون بہ عروض جي آڌار تي لکيون آهن، پر هن وائي اهائي روايتي يعني بہ - پدي ئي لکي آهي، ان ۾ گهاڙيٽي جي ڪابہ نواڻ سواءِ عروض جي ڪانہ آڻي سگهيو آهي.

شيخ اياز نوجوان شاعرن جي شاعريءَ جي سهيڙ ۾ نون شاعريءَ تي لکندي، اياز جانيءَ بابت هيئن ٿو لکي، ”آخر ۾ اياز جانيءَ جي غزلن ۽ واين تي اچان ٿو. اياز جانيءَ مون وانگر سنڌيءَ جا مشدد لفظ بحر وزن ۾ مشدد ئي ڪري ڪم آڻي ٿو، جي مون اڳ ورلي ڪم آندا ويندا هئا. اياز جانيءَ جي واين ۾ ڪجهہ سٺا تصور (Images) آهن.“(34)

اياز جانيءَ جي وائيءَ جو گهاڙيٽو ڏسو، سندس هڪ بہ - پدي وائي هيئن آهي:

تلھہ: صحرا صحرا نيڻ، آءٌ مسافر آهيان.

بند: 1. منهنجي مايا اڄّ آ، سپنا سپنا نيڻ.

2. رات بہ مون سان چندڊ هو، تارا تارا نيڻ.

3. آءٌ ڏسان ٿو خواب ۾، دريا دريا نيڻ.

هيءَ بہ پدي ٿلهہ سان گڏ ٽن بندن واري وائي جوڙي اٿس. هيءَ وائي 'سورٺو ڇند' تي آڌاريل آهي ۽ هن وائيءَ جي ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيو اٿس. اياز جانيءَ جي واين ۾ توريون وايون صرف ٿلهہ ۾ ٽہ - پديون آهن ۽ باقي بند اهي ئي بہ - پدا ۽ ٿلهہ ۾ آندل ٽيون پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس. ڏسو ڪيئن آهي هيءَ ٽہ - پدي ٿلهہ واري وائي. شيخ اياز لکندي حوالي طور آندي آهي، جا پڙهندڙن کي پيش ڪجي ٿي.

ٿلهہ: ڪير چوي ٿو سج ايري ٿو، ٽانڊاڻو ٽٽي ڪو،
ٽڙندي جاڳرتا.

بند: 1. هٿ ڪڙين کي چمندي اپ ۾، پکين کي ڏسجو.
2. ڳڏجي ٿهڪ پکيڙيو، جڙندو، خوشبو جو رستو.
3. آهي جي اونداهيءَ ۾،جيئڻ جو جذبو.

هن وائيءَ ۾ اياز جانيءَ صرف ٿلهہ ٽہ - پدائون رکيو آهي، باقي بند بہ - پداوان رکيا اٿس. اها وائي روايت ۽ بناوت جو سهڻو ڳانڍاپو، اندر ۾ سمائي ٿي. ايئن ٿلهہ جو پهريون ۽ ٻيو پد هم قافيہ بہ آهن ۽ ٿلهہ جو ٽيون پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس. اياز جانيءَ جي وائيءَ کي پڙهي ايئن ٿو لڳي ٽہ شعوري طور تي ايئن لکيون ويون آهن، انهن ۾ بيساختگي ناهي.

سعيد ميمڻ هن دؤر جي شاعرن ۾ اهم جاءِ والاري ٿو. هن پنهنجي ٿهيءَ ۾ ڪافي حد تائين نين راهن تي رمڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سعيد ميمڻ جا ڪجهہ شاعريءَ جا ڪتاب ڇپيل آهن. سندس غزل، وائي، گيت، چؤسٽا پنج ڪڙا، نظم ۽ آزاد نظم پڻ ڪتابن ۾ آيل آهن. سندس وايون گهڻو تڻو بہ - پدي ٿلهہ ۽ بندن کان سواءِ، ٽہ - پدي ٿلهہ ۽ بہ - پدي بندن تي لکيل آهن.

شيخ اياز سندس وائيءَ بابت لکيو آهي ٽہ:

”مون کي هن جي ٽيڪنيڪ ۾ ڪافي پختگي نظر اچي ٿي. دراصل شاعري سچي زندگيءَ جو رياض آهي.“[35]

سعيد ميمڻ جي وائيءَ جي باري ۾ منير چانديو هو هيئن چوڻ آهي، ”هُو موجوده دؤر جي اهم شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس وايون بہ پنهنجي تخليقي سونهن ۾ وڏيون حسناڪ آهن، جن ۾ اعليٰ انسان دوست آدرشي مقصديت سمايل آهي. سعيد ميمڻ جي وائي ڪنهن بہ اداس ۽ مايوس ماڻهوءَ کي زندگيءَ ڏانهن موٽائي، فطرت ۽ سماج سان تعلق ڳنڍڻ لاءِ اتساهي ٿي.“[36]

سعيد ميمڻ جي وائيءَ بابت ٻن راين مان ايئن ٿو لڳي تہ سعيد ميمڻ جي وائي، رس چس سان گڏ جذبن ۾ اپار آٽي ٿي. ڏسون تہ ڪيئن آهي.

ٿلهہ: ڪو ڏسڻ وارو هجي، زندگي رنگين آ.
بند: 1. اپ جي نيراڻ ۾، تو اچي بادل گهمي.
2. گل جا ڳاڙها ڳٽا، تو ڦڪو پوپٽ چمي.
3. سائي ٽاري نم جي، ڪانگ تو جنهن تي لنوي.
4. سعيد ڏس ڪولي اکيون، هر نظارو تو ڏسي.

هيءَ وائي ’سورٺو ڇند‘ تي آڌاريل، ٿلهہ کان بندن تائين بہ - پدائين آهي. قافيو ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ آندو اٿس، باقي بندن جي هر ٻئي پد کي هم قافيہ بڻايو اٿس. سعيد ميمڻ جي واين مان سندس هڪ ٻہ - پدائين ٿلهہ واري وائي جو ڪن - رس حاصل ڪريو.

ٿلهہ: ڍوليا ڪائجي ڪس، راڻا ايئن نہ رس،
موتي آ تون مينڌرا.
بند: 1. مون تي ساڻوڻ مينهن جا، آڏيءَ ويلي وس.
2. توريءَ جوين جو جلي، پاڻ اچي تون پس.

3. گل ٽڙيا هن ڪاڪ ۾، رُت نہ ڏٺي تي رس.
4. چوڏهينءَ چانگي تي چڙهي، ساڳيو وٺي ڳس.
(اسان جو عشق اٿپورو، ص: 60)

هونءَ تہ هيءَ وائي ٽلهہ جي لحاظ کان ٽہ - پدي ۽ باقي هر بند ۾ بہ پد رکيا اٿس. وائي 'دوهو ڇند' تي ٻڌل آهي، پر 'سورٺي ڇند' ۾ شماري ٿي سگهجي، ڇو جو ٽلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد کي هم قافيہ ٺي رکيو اٿس ۽ ٽلهہ جو ٽيون پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس ۽ ان وراڻيءَ جو نباهہ بہ جوڳو ۽ وڻندڙ ڪيو اٿس.

وسيم سومرو موجوده ٿهيءَ جي نمائنده شاعرن مان هڪ آهي. هن شاعريءَ جي ميدان ۾ غزل، گيت، نظم، وائي، بيت ۽ اڪيچار صنفن جا گل ٻوٽا پوکي شاعراڻي ميدان کي سونهن ۽ سڳنڌ بخشي آهي. هيل تائين هن جي شاعريءَ جا ٽي چار ڪتاب ڇپجي پاڻ موڪائي چڪا آهن.

"وسيم سومري کي غزل تي بہ مهارت آهي، پر ٻين شاعرن وانگر تمام ٿورا وزن ٿو ڪم آڻي. هينئين 'وائي جا فاعلن فاعلن فاعلن فاعلن' جي وزن تي آهي، ڪيڏي نہ سريلي آهي، ڪيتري نہ اداس ۽ اباڻڪي آهي، ڪيڏو نہ اٿاهہ پيڙاهہ آهي ان ۾."[37]

وسيم سومري جيڪا وائي لکي آهي، اها ٽلهہ ۾ بہ - پدائين آهي ۽ ڪجهہ ٽہ - پدي ٽلهہ واري وائي بہ آهي، پر هن بندن کي ٽن پدن تائين وائي نہ لکي آهي يا مون کي هٿ نہ آئي آهي. سندس هڪ وائي جا ٽلهہ کان بہ - پدي آهي، جيڪا شيخ اياز حوالي طور ڪتب آندي آهي، اها پڙهندڙن لاءِ پيش ڪرڻ ٿو گهران.

ٽلهہ: ڪيڏا نہ پوپٽ پئي ڦريا، سورج مکيءَ جي کيت ۾.
بند: 1. جيئن سج اڀريو ننڊ مان، تيئن نيڻ مهڪي گل ٽڙيا.

2. سانوڻ تي پيلاڻ جا، رنگ تارن جيان ڪڙيا.
3. سورج مکي سپ شام جو، چڻ ڪنهن نشي ۾ تي ٿڙيا.
4. ويري ويري سرهاڻ جا، اي ديس آهن آڪڙيا.
(ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان، ص: 143 ۽ 144)

هونءَ ڏسڻ ۾ هيءَ وائي 'سورٺي ڇند' تي ٺهي ٿي، جنهن جي پهرئين پد ۾ قافيو رکيو اٿس ۽ ٻيو پد وراڻيءَ طور ڪتب آندو اٿس. هر بند جي ٻئي پد کي ٿلهه جي پهرئين پد سان هم قافيہ رکيو اٿس.

وسيم سومري جي هڪڙي وائي جيڪا ٿلهه جي لحاظ کان ٽہ - پدي آهي، باقي بندن جي لحاظ کان، انهن ۾ اهي ٺي بہ - پد رکيا اٿس. ان وائيءَ جي پڙهڻ مان اوهان بہ مزو ماڻي ڏسو.

ٿلهہ: هُو اکن ۾ ڦٽيون، واڳٽائي ڦليون،
مون کي رت راس نہ آئي آهي اجان.
بند: 1. ماڪ مکڙيون چميون، ۽ ڪٽوريون ڪليون.
2. سرمي سپني بنا، هي اکيون ڪوليون.
3. چين ڪٿ ڪونہ هو، سپ مون راهُون رليون.
(ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان، ص: 143)

وسيم سومري جي هيءَ وائي بہ عروض تي آڌاريل آهي، پر بندن جو بحر وزن ساڳيو نہ رکي سگهيو آهي. هونءَ هيءَ وائي 'دوهو ڇند' تي لکيل آهي. هن وائيءَ جي ٻئي پد ۾ قافيو آندو اٿس، پر ٿلهہ جو ٽيون پد انتهائي ڏکو ڪري ويو آهي. ٿلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد جي وزن کان چڙهيل آهي، اهوئي پد وراڻيءَ طور رکيل آهي.

اسان جنهن دؤر مان گذرون پيا، يعني ٻنهہ نئين ٿهي، انهن ۾ بخشل باغي بہ شمار ٿئي ٿو. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'آرسيءَ جا خواب' اسان جي

هٿن ۾ آهي. سندس هن ڪتاب ۾ غزل، وائي، بيت. هائيڪو ۽ نظم شامل آهن. بخشل باغي هونءَ ته ٻين شاعراڻين صنفن تي چڱي هٿ پهچ رکي ٿو.

”سندس شاعري تخليقي جوهر سان مالامال ۽ نت نين ترڪيبن سان ڀرپور زندهه رهڻ واري شاعري آهي. بنا شڪ جي هي نوجوان شاعر ٿي اهڙي زندگي ۽ پيار سان ڀرپور شاعري ڪري سگهي ٿو.“(38)

بخشل باغيءَ جي هن ٿي ڪتاب ۾ ڪوڙ ساريون وايون آهن، پر سيني جو هڪڙو ئي گهاڙيتو آهي. هن وائيءَ ۾ ڪنهن به قسم جي نواڻ آڻڻ ضروري نه ڄاتي آهي، تنهن ڪري سندس هڪڙي وائي حوالي طور هتي پيش ڪجي ٿي.

ٿلهه: ڪيئي سڄ لٿا، مند نه موٽي روح جي.

بند: 1. دل ويراڳي ٿي وئي، پٽڪي.ٻن سدا.

2. پنن ڇٽي پونءَ ڪي، ڏسي درد ڪٿا.

3. پنڌ نه ڪٽو پئي ٿڪا، رستن مان رستا.

4. اڏائي پئي پار تي، هوا روز پٽا.

5. سانوڻ صوفي سانورو، گيڙو گيت گهٽا.

بخشل باغيءَ جي حوالي طور ڏنل هيءَ وائي ’سورٺو ڇند‘ تي آڌاريل آهي، ٿلهه ٻه - پداڻون اٿس، باقي بندن جي هر ٻئي پد ۾ قافيو آندو اٿس. ٿلهه جو ٻيو پد ورائيءَ طور ايندو رهيو آهي. هن وائيءَ ۾ داخليت ۽ خارجيت سان گڏ آندي اٿس.

هن شاعراڻي صنف ۾ ستار پيرزادي، يعني مون به ڪي رنديا روڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. منهنجي شاعراڻين صنفن ۾ بيت، دوها، سورٺا، وائي، گيت، غزل، هائيڪا، چوسٽا، ترائيل، نظم، آزاد نظم ۽ ٽورا پنج ڪڙا به شامل آهن. هونءَ ته مون ڪي پنهنجو حوالو نه ڏيڻ گهربو هو، پر جيئن ته مون

وائيءَ جي گهاڙيٽي ۾ ڪجھ اهڙا گهاڙيٽا بہ لکيا آهن، جيڪي شاهہ لطيف کان پوءِ، سچل سرمست کان وٺي، ويندي شيخ اياز ۽ هن باب ۾ مون اڳ آخري شاعر بخشل باغيءَ بہ نہ ڪيا ۽ نہ لکيا آهن. شاهہ لطيف جي واين ۾ هڪڙي وائي ٿلهہ ۾ ٻہ - پدي ۽ بندن ۾ ٽہ - پدي آهي، جا شاهہ لطيف بہ هڪڙي لکي آهي. گهاڙيٽي تي هيءَ وائي ڏسو ڪيئن ٿي ڀاسي.

ٿلهہ: روح ڪي ريجهاءِ، ڪر ڪا ڳالهہ ڳهير،

بند: 1. آهہ اڪنديو جيئڙو، ساجن ڪي سرچاءِ،
ڪر ڪو ساهہ سڌير.

2. تو بن ناهہ قراريو، پرين اچي پرچاءِ،
ملج مون سان مير.

3. ڳالهيون ڳل ڳراٽيون، ويجهو ويهي ڀاءِ،
هيج هلي مان هير.

4. ساهہ جي توڏي تاڻ، آءُ اچي ڳل لاءِ،
پڪڙي پائج پير.

هونءَ هيءَ وائي ٿلهہ ۾ ٻہ - پدي ۽ ان جا چار ٽي بند ٽہ - پدا بيهاريل آهن. هيءَ وائي 'دوهو - سورٺو ڇند' جي ميل سان جڙيل آهي. ٿلهہ جي پهرئين پد ۾ قافيو 'ريجهاءِ' ۽ ٻئي پد ۾ 'ڳهير' رکيل آهي. هر بند جي ٻئي پد کي ٿلهہ جي پهرئين پد سان هم - قافيہ ۽ ٿلهہ جي ٻئي پد سان هر بند جي ٽئين پد سان هم قافيہ رکيو ويو آهي. شاهہ لطيف جي ان گهاڙيٽي جو مثال مٿي ڏنو ويو آهي.

ستار پيرزادي جي هيءَ وائي جيڪا ٿلهہ ۽ بندن ۾ ٽہ - پدي آهي، اهو نہ گهاڙيٽي ۾ تجربو آهي. اوهين بہ ڏسو، پڙهو ۽ پرجهيو، تنقيد جي گنجائش تہ جتي ڪٿي ۽ تنقيد کان مبرا تہ ڪير بہ نہ آهي.

ٿلهہ: ڪيڏو پنڌ پري، ننڍون ڪانہ ڪري،
ڏوري ڏسي عجيب کي.
بند: 1. ڏونگر ڏڪائي هينئون، سک ڪين سري،
چوان ٌچا نصيب کي.
2. ساهہ اڪير پنهل جي، ٿو جبل تيئن پري،
چونديس هلي حبيب کي،
3. ڏونگر کي ڏوراپو، پٿون پير ڪري،
ڏينديس حال حبيب کي.

هيءَ وائي ٿلهہ کان وٺي ٽنهي بندن ۾ ٽہ - پدي آهي. ٿلهہ جو پهريون ۽ ٻيو پد هم قافيہ آهي ۽ ٿلهہ جو ٽيون پد قافيي سان رديف بہ رکيو ويو آهي. بندن جي بہ هر ٽئين پد ۾ قافيو ۽ رديف ٻئي جوڙيا ويا آهن.

وري هڪڙي هن وائيءَ جو ڳهاڙيٽو بہ ڏسو، جنهن جي ٿلهہ ۾ ٻہ پد آهن ۽ هر بندن ۾ ٽي پد آهن.

ٿلهہ: توتي اک پئي، چمڪو ٿيو، ڪنوڻ ڪجي.
بند: 1. پير گهڪو بي خبر، پويان ڏوڙ رئي،
ڏسندي ٿي لڄي.
2. واڇ گودو ٿي وئي، ڳهليءَ ڳالهہ ڪئي،
پيا هڙئي هانءَ هڄي.
3. هل سارو حُسن جو، ڳوٺ ڳليءَ مان وئي،
پيارل ٻيس پڄي.
4. لوڏ لمڪا کو ڏسي، هلندي هاءِ هئي،
سرتيءَ سونهن سڄي.
5. ڪيڏي تهمت مڙهيئي، ڳالهہ مون خيري چئي،

پاڻ ٿي وئين ڏڄي.

6. گهور وجهي گهائي گهتي، سنڌ جي مون ڳالهه ڪئي،

پولو پيو پڇي.

هن وائيءَ جو گهاڙيتو بہ 'دوهو - سورٺو ميل' آهي، ٿلهه کان سواءِ سڀ بند ٽہ - پدا آهن. هر بند جو ٻيو پد، ٿلهه جي پهرئين پد سان هم قافيہ ۽ هر بند جو ٽيون پد ٿلهه جي ٻئي پد سان هم قافيہ آهي. وائي مسلسل آهي.

هاڻ هڪڙي آخري وائيءَ جو مثال ڏيڻ پسند ڪنداسين، اهو ڏسو تہ ڪيئن آهي.

ٿلهہ: تون ترت تياري ڪر، پينڊيون ٿي ٽر،

آهہ بکايل واٽهڙو.

بند: 1. آهہ پگهر ۾ شَلُ سڄو، لسيءَ ونڙو پر،

آهہ اجايل واٽهڙو.

2. ڏاڍو ڏهڪايل لڳي، اکيون هن جون تر،

ڏيل ڏنجهايل واٽهڙو.

3. ڏِک ڏئي تو اهڙي، گهر کان آ ٻي گهر،

اکيون اجهاٽل واٽهڙو.

4. جسم نبل هڏن مُنڙي، اکيون ڏرا ۾ تر،

سک سکايل واٽهڙو.

5. بت پيوتي، وارن چيڙهہ، موتيو ووڙي بر،

جهنگ جهاڳيل واٽهڙو.

6. خيال ٽڪاءُ نہ هن کي، ٻولي پيو ٻر ٻر،

گهورن گهايل واٽهڙو.

هيءَ وائي سڄي ٽہ ٽہ - پدي آهي. انسان جي حال زار کي اظهاري

رهي آهي. هن وائيءَ جي ٿلهہ ۽ بندن ۾ آيل ٽئين پد ۾ قافيو ۽ رديف رکيل آهي. هر بند جو ٻيو پد، ٿلهہ جي پهرئين ۽ ٻئي پد سان هم قافيہ آهي.

هن دؤر ۾ اهڙي گهاڙيٽي ۾ لکيل وائيون نوجوان شاعرن ۾ ورلي ملنديون. اهڙي قسم جون وايون هند - سنڌ جي گهٽ ۾ گهٽ شاعرن لکيون آهن. هتي ڏيڻ جو مقصد اهڙن گهاڙيٽن کي نوجوان شاعرن ۾ متعارف ڪرڻ جو آهي.

## نتيجو

سنڌ ۽ هند ۾ وائي لکندڙ شاعرن جا مثال ڏئي اهو ثابت ڪيو ويو آهي تہ اها سنڌي ٻوليءَ جي نج صنف جنهن جي شروعات تاريخي لحاظ سان راجستان جي ڪوين وٽ بہ ملي ٿي، جن ۾ فقط ميران ٻائي ۽ دادو ديال جا مثال مون کي مليا سگهيا ۽ پوري وثوق سان چئي نہ ٿو سگهان تہ راجستان ۾ ڳالهائجندڙن مان گجراتي، مارواڙي ۽ انهن کان سواءِ بہ ٻين ٻولين جي شاعرن، وائيءَ جي صنف تي لکيو آهي يا نہ؟ ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ مان اهي ٻوليون ڄاڻان نہ ٿو، ٻيو تہ اتان جي اديبن ۽ شاعرن جون لکڻيون اسان تائين پهچن نہ ٿيون، ٿيون جيڪڏهن اتان جا ڪتاب اسان وٽ اچن بہ ڪٿي تہ بہ لپيءَ جو مسئلو اسان جي آڏو ديوار بڻجي بيهي ٿو وڃي. اهو ڪم حقيقت ۾ هند ۾ رهندڙ اديب، جيڪي ديوناگري ۽ گرمکي لپي ۽ هيءَ سنڌ ۾ لکجندڙ عربي رسم الخط واري سنڌي بہ لکي پڙهي سگهن ٿا ۽ جيئن جو تيئن سمجهي بہ سگهن ٿا، باقي سنڌ ۾ تہ شاهہ عنات رضويءَ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌي شاعريءَ جي اها خوبصورت صنف نوجوان شاعر بہ لکندا اچن ٿا.

هن باب ۾ نئين نسل جي چند نمائيندن شاعرن کي ئي ڳڻايو ويو

آهي ۽ انهن جي شاعريءَ مان وائيءَ جا فقط ٻه يا ٽي مثال ئي حوالي طور ڏنا ويا آهن، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته اهي هن باب ۾ جاٽايل شاعر، وائيءَ جي صنف لکندڙ شاعرن جو هڪ سيڪڙو به ناهن.

2013ع ۾ ڊاڪٽر ذوالفقار سيال جي سهيڙ ۾ سنڌي ادبي سنگت، سنڌ پاران ڇپرايل ڪتاب 'سنڌي شاعريءَ جو سفر' ۾ ٿي 845 شاعر ۾ سندن شاعري گڏ ڪيل هئي، پر اهو ڪتاب سنڌ ۾ موجود ڪو حصو ئي. ڳڻائي سگهيو هو، جنهن ۾ شاعرن جون وايون به آيل آهن.

چوڻ جو مقصد آهي، ڪيترن شاعرن جا ڪتاب ڇپيل آهن ۽ انهن کان گهٽ ۾ گهٽ ڏهوڻا شاعر اهڙا آهن، جن جا ڪتاب ڇپجي نه سگهيا آهن.

اپريل 2014ع ۾ ماهوار ناٽڪ، ڪراچي، رحمت پيرزادي جي ادارت ۾ 'وائيءَ جي صنف بابت خاص ڪارنر' ڏني هئي، جنهن ۾ شيخ اياز کان شروعات ڪيل آهي ۽ شاهد حميد تائين 57 شاعرن جون وايون ڇپيون ويون آهن، پر انهن مڙني واين ۾ ڪنهن جو ڪو به تجربو ٿيل ڪونهي، سواءِ ڪن چند شاعرن جي جن صرف ته - پدائون ٽلهه ۽ باقي بند ۾ ٻه- پدا ٿيون وائيون لکيون آهن.

حاصل مطلب هي وچي بيهي ٿو، ته شاهه لطيف جيڪي وائيءَ جا گهاڙيٽا گهڙيا ۽ سندس رسالي ۾ موجود آهن، اڄ ڏينهن تائين ان مان اسان جا نوجوان شاعر به ٻاهر نڪري نه سگهيا آهن، سواءِ چند شاعرن جي جن ڪو انو ڏائو وائيءَ جي صنف ۾ تجربو ڪيو آهي.

اسان ڪوشش ڪئي آهي ته شاهه عنات رضويءَ کان وٺي موجوده دؤر تائين، هر شاعر وائيءَ جي صنف تي لکي ضرور ٿو، پر اها ئي روايتي شروعاتي چيل وائي، يعني ٻه - پدائين ئي لکي ٿو. هن طويل مضمون ۾ اڪثر اهڙن شاعرن کي جاءِ ڏني وئي آهي، جن وائيءَ جي صنف تي ڪونه ڪو

تجربو يا نوان آندي آهي ۽ ها نواڻ صرف موضوعاتي ناهي ۽ ان کي مون ڳٺايو بہ ناهي. مون انهن کي ڳٺايو آهي، جن گهاڙيٽي ۾ ڪا نواڻ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان ڳالهہ تي بہ لکڻ نہ ٿا گهرون تہ ان جي نواڻ يا تجربو ڪيترو ڪامياب آهي، هن جي مواد تي بہ لکڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي، ايئن صرف هن ليک ۾ آيل شاعرن لاءِ ٿي ڪيترن سَون صفحن جو ڪتاب ٿي پوي ها. هتي رڳو اها ڪوشش ڪئي آهي تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ، جنهن وائيءَ جا گهٽ ۾ گهٽ 24 گهاڙيٽا جوڙيا، اسان ان کان ڪيتري وک اڳتي وڌائي، اتي بيهي وياسون يا اڃا بہ ڪا وک پوئتي رهجي ويا آهيون.

هڪڙو موضوع محققن ۽ پارکن لاءِ هموار ڪرڻ جي سگهہ ساري ۽ اها اتي اچي جواب ڏئي بيٺي، وقت وڏو پارکو آهي، مَن ڪنهن محقق جي مَنَ ۾ اها ڳالهہ ايري اچي ۽ صرف شاهہ لطيف يا اڃا بہ شيخ اياز جي وائيءَ جي صنف تي ڪا تحقيق ڪري، پوءِ ان جي صنف بابت، گهاڙيٽي بابت، گهاڙيٽي ۾ ڪم آيل ٻوليءَ بابت، گهاڙيٽي ۾ ڪم آيل موضوع بابت، ان ۾ ڪتب آندل جماليات بابت، ان ۾ ڪتب آندل تشبيهن، تلميحن، استعارن بابت، وائيءَ جي ڳائڪيءَ بابت ۽ ڪافيءَ جي ٻيٽ بابت لکي، پوءِ تہ موضوع اوترائي آهن، جيترا هن ڪائنات ۾ موجود آهن.

هن صنف کي نہ ڄاڻ ڪهڙن سببن جي ڪري محققن هٿ ئي نہ لاتو آهي. هن صنف تي ڪو بہ ڪتاب آيل ناهي.

’شاهہ لطيف جون وايون ۽ ڪافيون‘، جي عنوان سان محترم جي. ايم. سيدَ ڪتاب ڇپرايو هو ۽ هڪڙو ڪتاب ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ ’شاهہ جون وايون‘ هند مان ڇپرايو هو، پر انهن پنهي وائيءَ جي صنف تي ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي. جن ڪتابن جا مون حوالا ڏنا آهن، انهن ڳالهہ پڌري پٽ ڪرڻ بدران وچڙائي ڇڏي آهي، پر اسان جي ڪنهن بہ محقق ڀٽائيءَ

جي ان صنف جي ڇنڊڇاڻ ڪري نہ سمجهايو آهي تہ شاهہ لطيف ان صنف جو نالو ڪافيءَ بدران وائي ڇو رکيو؟ ڪافيءَ جي گهاڙيٽي ۽ سٽاءَ جو وائيءَ جي گهاڙيٽي ۽ سٽاءَ سان ڪو ڳانڍاپو آهي يا اهي ٻئي مختلف صنفون آهن. اڄ ڪلهہ اها ڳالهہ بہ فضا ۾ گونجي رهي آهي تہ 'ڪافيءَ' جي صنف ختم پئي ٿيندي وڃي، ان تي لکڻ، ان کي بچائڻ انتهائي ضروري آهي، پوءِ جيڪڏهن وائي ۽ ڪافيءَ ۾ ڪو فرق نہ آهي تہ پوءِ اها ڳالهہ ٿي نہ ٿيڻ گهرجي جو وائي تہ جام پئي لکجي.

## حوالا


1. شيام، نارائڻ، 'ڪافي ۽ وائي'، ڪينجهر پبليڪيشن، حيدرآباد، جنوري 1993ع، ص: 52.
2. ساڳيو، ص: 53.
3. حسيني، امداد، 'سونهن ورونهن'، مهاڳ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع، ص: 33.
4. ساڳيو، ص: 9 کان 19.
5. رنگريز، غلام حسين، 'اکين اڄ اپار'، ڳوٺ سڌار سنگت، احمد خان زنئور، 2005ع، ص: 11.
6. منشي، ابراهيم، 'ڌرتي دين ڌرم'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1991ع، ص: 11 ۽ 12.
7. مورائي، راشد، 'دل جو شهر'، ص: 1.
8. ارشد، عبدالحڪيم، 'دل جو شهر'، ص: 3.
9. ساڳيو، ص: 148.
10. عباسي، تنوير، 'ليار نيڻن ۾ ڦٽا'، مير محمد پيرزادو، مارئي پبليڪيشن، سڪرنڊ، ص: 8.
11. پيرزادو، شاهہ محمد، 'اي چنڊ پنائيءَ کي چئجانءِ'، باک ٽرسٽ، پلهڙيجي.
12. جويو، خاڪي، 'اي خاڪيءَ جو خيال'، مارئي اڪيڊمي، سڪرنڊ، 1982ع، ص: 162.

13. تاج جويو، ساڳيو، ص: 168.
14. جويو، تاج، 'ڪهڪشان جو هڪ ستارو'، لهرون لهرون لاٽ، مارئي پبليڪيشن، سڪرنڊ، ص: 13.
15. ناٿن شاهي، آثم، 'آءٌ قلم جي قط آهيان'، ڪتاب ساڳيو، ص: 11.
16. حسيني، امداد، 'شاعري، زندگي ۽ شاعر'، 'چوڏهينءَ چنڊ آڪاس'، وعده ڪتاب گهر، ڪراچي، ص: 238 ۽ 239.
17. ساڳيو، ص: 243.
18. حيدري، شمشير، 'سوچون سرها گل'، سنڌ اشاعت گهر، سڪرنڊ، ص: 51 ۽ 52.
19. حاسد، ارجن، 'ٻه لفظ'، مور پنکيءَ پل، پرتيڪ پرڪشان، اجمير، ص: 4.
20. سنڌو، امر، 'وساري نه ڇڏجو'، مهاڳ، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، ص: 12 ۽ 13.
21. اياز، شيخ، ڪتاب ساڳيو، بيت ۽ دوهو، ص: 19.
22. تبسم، عبدالغفار، 'پلئہ پايو سچ'، سوچون صحرا سراب، ص: 48.
23. اياز، شيخ، مهاڳ، ڪتاب ساڳيو، ص: 12.
24. شيخ، انعام، ساڳيو ڪتاب، بئڪ ٽائيٽل، 1994ع.
25. ارشاد، پارس، 'هو جي ٻول ٻريا'، شهيد عبدالرزاق اڪيڊمي، مورو، ص: 12 کان 19.
26. حسيني، امداد، 'تي نہ سگهيس شاعر'، ڪوتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2007ع، ص: 13.
27. عباسي، تنوير، 'ميلي جي تنهائي'، ٽائيٽل فليپر، 2012ع.
28. اياز، شيخ، ساڳيو، ڪتاب، بيڪ ٽائيٽل.
29. مير، عبدالرسول مير، 'سونهن ورونهن'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع، ص: 33.
30. حسيني، امداد، ڪتاب ساڳيو، ص: 24.
31. جويو، خاڪي، ڪتاب ساڳيو، ص: 66.
32. عاشق حسين، ڊاڪٽر، 'ڪٺ ۾ گهڻ'، جل تي ڪنول جيئن، 2008ع.
33. بيوس، تاجل، 'ٺيٺ سنڌي لفظن ۽ محاورن سان سينگاريل وايون'.

34. اياز، شيخ، 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان'، ثقافت کاتو، ڪراچي، 2010ع، ص: 149 کان 151.
35. ساڳيو، ص: 141.
36. چانديو، منير، 'اسان جو عشق اڻپورو'، سليٽ اشاعتي شعبو، ٽنڊو قيصر، ص: 17 ۽ 18.
37. اياز، شيخ، 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان'، ثقافت کاتو، ڪراچي، 2010ع، ص: 143.




**عبدالستار پيرزادو** ٢٩ جنوري ١٩٥٠ع تي، دوست علي عبدالعظيم جي گهر ۾ پيدا ٿيو ته گهر ۾ ڇڻ جشن ٿي ويو ۽ ڇٽيءَ ڏينهن عبدالستار نالو رکيو ويو. سندس والده حاڪم زادي حاجي لال بخش شيخ جي پوٽي، غلام حسين جي ننڍي ڌيءَ مبارڪون وصول ڪيائين. عبدالستار پيرزادي، اڃا ميٽرڪ پاس ڪئي ته، ١٩٧٣ع ۾ رحيمت رحمت الله سان نڪاح ڪيائين ۽ ڪيس اولاد ۾ هڪ پُٽ سارنگ ۽ هڪ نياڻي سنڌوَ نالي آهي.

عبدالستار ١٩٦٢ع ۾ پرائمري تعليم حاصل ڪري ميٽرڪ جو امتحان گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان ١٩٦٨ع ۾ پاس ڪري، ان سال ئي نوڪريءَ ۾ پير پاتائين. مختلف ادارن ۾ ڪم ڪندي ٦٠ ورهين جي ڄمار ۾ ريٽائر ٿي، ٢٠١١ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ۾ سرچر طور اڄ تائين ڪم ڪري رهيو آهي.

ادبي لحاظ کان عبدالستار پيرزادي عرف 'ستار' ۽ پوءِ 'ستار پيرزادو' جي نالي سان ١٩٧٠ع کان هن مهل تائين لکندو رهيو آهي، پاڻ سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ٨ ورهين تائين خزانچي طور رهيو. پاڻ هيل تائين هڪ ڪهاڻين جو مجموعو 'سي ئي جوين ڏينهن' ٢٠٠٨ع، هڪ شاعريءَ جو مجموعو 'سورن سانباهو' ٢٠١٠ع ۽ 'سنڌوَ ڪناري سنگيت' ٢٠١٠ع، هڪڙو ڪتاب ڳوٺ جي شاعرن جو تعارف، سندس طبعزاد ڪتاب ڇپيل آهن. ٦ ڪتاب ترجمو ڪيل جن ڪتابن ۾ 'پيغامبر' ١٩٨٥ع، 'تيرهون سِڄُ' ١٩٩٩ع، 'سرمد شهيد' ٢٠٠٢ع، 'آواره' ٢٠٠٨ع ۽ 'جميلا ۽ دوشين' ناول ٢٠١٥ع ۾ ڇپيا. باقي سهيڙيل ڪتابن ۾ 'ويا جي هنگلور' ٢٠٠٠ع، 'آدرشي انسان' ٢٠٠٩ع، 'وڏا وڻ وٽڪار جا' ١٩٩٧ع، 'لاهوتي لڏي ويا' ۽ ٻيا ڪتاب پڻ ڇپيل اٿس، يعني ڪُل ١٦ ڪتاب ڇپيل اٿس. پاڻ هڪ دوست سان گڏجي ١٩٩٢ع ۾ سنڌ ادبي اڪيڊميءَ جو بنياد رکيائين ۽ اڪيڊميءَ پاران هيل تائين ٤٠ کان مٿي ڪتاب ڇاپي پڌرا ڪيا اٿس.

مير محمد پيرزادو
سڪرنڊ